# ذرتي روشن آهي

(ڪهاڻيون)

## آغا سليم



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
لنبو والي محمد، حيدرآباد، سنڌ.
1992ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر چاهٺ

| | |
|---|---|
| ڇپائيندڙ | نيو فيلڊس پبليڪيشنس<br>ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ. |
| ڇپيندڙ | نيو فيمس پرنٽنگ پريس، هوم<br>اسٽيڊ هال چاڙهي، حيدرآباد. |
| پهريون ايڊيشن | اپريل 1985ع |
| ٻيون ايڊيشن | جنوري 1992ع |
| ٽائيٽل | فتاح هاليپوٽو |

قيمت -/40 رپيا



---

DHARTEE ROSHAN AHAY (Short Stories) By AGHA SALEEM. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammed, Hyderabad Sindh. Pakistan. First Edition April 1985. Second Edition January 1992. Price Per Copy Rs.40/-

# پيش لفظ

اج کان ويهه ايڪويهه سال اڳ، مان، ڪجهه ڏينهن لاءِ، حيدرآباد ۾، هڪڙي هوٽل ۾ رهيو هوس. اتي جو ڪجهه مون ڏٺو، يا جن ڪردارن سان مليس، انهن جي باري ۾ مون "درد جو شهر" ڪهاڻي لکي. ان کانپوءِ، ترت ئي، مون، آسٽريليا ۽ هانگ ڪانگ جي سفر جي پس منظر ۾، درد جا رشتا، پل پکيڙا ۽ اکيون آرسيون ڪهاڻيون لکيون. ڪهاڻين جي لکجڻ ۽ ڇپجڻ جي وچواري وٿيءَ ۾ ويهن سالن جو عرصو آهي. انهيءَ عرصي ۾، هنن ڪهاڻين جا ڪردار، وقت جي واءُ ۾، ٽڙي پکڙي ويا. سنڌ ۾ نون ليکڪن جو نئون نسل پيدا ٿيو جن وٽ نئين ڏات، نئون ڏانءُ، نوان آدرش، ٻوليءَ جو پنهنجو واهپو ۽ پنهنجي انفرادي اسٽائيل آهي ۽ انهن جي ڀيٽ ۾ منهنجون هي ڪهاڻيون، ٻولي توڙي طرز احساس جي لحاظ کان، مدي خارج آهن. پر مان انهن ڪچين ڦڪين ڪهاڻين مان ڪنهن هڪ ڪهاڻيءَ کي به بس اون نٿو ڪيان ڇاڪاڻ جو منهنجون هي ڪچيون ڦڪيون ڪهاڻيون، پنهنجي دور جي سچائين جون، احساساتي دستاويز آهن ۽ مونکي پلئه پايو ڪچ آڇيندي لڄ نٿي اچي.

٢٠ جنوري

بي- ٢٩

اسٽريٽ ٣٢

ايف- ٧-١

اسلام آباد

# فهرست

# ڌرتي روشن آهي

هڪڙي اداس شام جو هوءَ واٽ ويندي ملي.

بن چئن جي شام هئي، پيلي، ميري ۽ گدلي! اهڙين گدلين شامن ۾ دل تي ڏک جو گدلو سنيور ڇمي ويندو آهي ۽ زندگيءَ جون سموريون تنهايون، محروميون ۽ شڪستون ياد پونديون آهن. اهڙي ئي پيلي، ميري ۽ گدلي شام جو هوءَ واٽ ويندي ملي.... مان اڪيلو رستي تي وڃي رهيو هوس، جو هوءَ مونکي پريان ڪان ايندي نظر آئي. ويجهو اچي، مونکي ڏسي، ڏاڍي پنهنجائپ سان مرڪي. مون هنکي پهرين صفا نه سڃاتو پر پوءِ اوچتو ذهن جي اونداهي اُفق تي هنجي مرڪ جي باڪ ڦٽي پئي، ”رضيه!“ مون چپن ۾ ڀڻڪيو ۽ پوءِ ويجهو وڃي حيرت ڳاڏڙ خوشيءَ مان پڇيومانس، ”تون هتي ڪيئن؟“

”مان نه هتي آهيان، تون ڪٿي آهين؟“

”تنهنجي سامهون بيٺو آهيان.“

منهنجو جواب ٻڌي هوءَ کلڻ لڳي، ”اهو ته مان به ڏسان ٿي ته منهنجي سامهون بيٺو آهين. نوڪري ڪٿي اٿيئي؟ ڪٿي رهندو آهين؟“

”هتي ڪراچيءَ ۾ بدلي ٿي آهي. سوسائٽيءَ ۾ رهندو آهيان. تون ڪٿي رهندي آهين، ساڳي واءِ ڊبليو-سي-اي ۾؟“

”ساري عمر واءِ-ڊبليو-سي-اي. ۾ رهندس ڇا؟ ناظم آباد ۾ پنهنجو گهر آهي.“

’پنهنجو گهر‘ لفظ هن اهڙي انداز سان اچاريا، جو مان سمجهي ويس ته هنجي شادي ٿي وئي آهي ۽ هوءَ مڙس سان گڏ ’پنهنجي گهر‘ ۾ رهندي آهي. مهن مان به هوءَ پرڏيل ٿي لڳي. منهن ۽ بت مان سندس ڪچو ڪنوارپڻو ختم ٿي ويو هو. هوءَ قداور هئي ۽ سندس بت اهڙو سهڻو هو جو گهمڻ مهل سندس بت بيد جي لڪڻ وانگر لچڪڻ لڳندو هو. هينئر سندس بت ماسيرو ٿي ويو هو.

”گهر وڃڻ جي تڪڙ ته نه اٿيئي.“

”نه....“

”پوءِ هل ته ڀير واري هوٽل ۾ ويهي ٿوري دير ڳالهيون ڪريون.“

”هل....“

اسين ٻئي هوٽل ڏانهن روانا ٿياسين. هوءَ ذري گهٽ مونسان ڪلهو ڪلهي سان ملائي هلي رهي هئي. هنجي بت مان چاتل سچاتل هٻڪار ٿي آئي. هلندي هلندي هن جو ڪلهو منهنجي ڪلهي کي ڇهي ويو ۽ جيءَ ۾ جلترنگ وڄي پيا. مون اونهون ساهه کڻي آسمان ڏانهن نهاريو. آسمان ۾ شفق جا رنگ پيتجي ويا هئا، ڇڻ پيلي، ميري ۽ گدلي شام ڪلڪار ڪري ڪلي پئي هئي.

”لڳي ٿو ذهني طرح هاڻي بالغ ٿي وئي آهين.“

”ڪيئن....؟“

”ياد اٿئي. هڪ دفعي مون توکي هوٽل ۾ هلڻ لاءِ چيو هو ۽ تو ڏاڍي بيمروتيءَ سان انڪار ڪيو هو.“

منهنجي ڳالهه جي جواب ۾ هن هلڪڙو ٽهڪ ڏنو ۽ وڌيڪ ڪجهه نه چيائين. مون هنجي ٽهڪ جي انداز مان اندازو لڳايو ته هن ماضيءَ جي ڪنهن به ڳالهه کي ورجائڻ نٿي چاهيو.

اسين هوٽل ۾ هڪ ٻئي جي آمهون سامهون ٿي ويٺاسين. مون ڪافيءَ جو آرڊر ڏنو ۽ سگريٽ دکائي هنجي منهن ۾ نهارڻ لڳس. ساڳيون اکيون، ساڳيا وار، ساڳيو روپ، رنگ ۽ روش! هن اکيون کڻي مونڏانهن نهاريو. اڳ هنجي نهار ۾ نياپو هوندو هو ۽ اڄ....هن يڪدم اکيون جهڪائي ڇڏيون ۽ اڻ لکي اڻ وڻندڙ بيچينيءَ سان ڪرسيءَ ۾ پاسو ورايائين ۽ پرس سان کيڏڻ لڳي. مون محسوس ڪيو ته منهنجي نهار کان هن پاڻ بچائڻ ٿي چاهيو. هن وري اکيون کڻي مونڏانهن نهاريو ۽ ٽڪڙيون ٽڪڙيون اکيون ڇنڀيائين ۽ پوءِ منهنجو ڌيان هٽائڻ لاءِ پڇيائين، ”زندگي ڪيئن ٿي گذريئي.“

”گهڻا ٻار اٿيئي....؟“ مون هنجي سوال کي نظرانداز ڪري هن کان سوال پڇيو. منهنجو سوال ٻڌي هنجي اکين ۾ حيرت تري آئي. حيران ٿي پڇيائين، ”توکي ڪيئن خبر پئي ته منهنجي شادي ٿي آهي ۽ مان ٻارن جي ماءُ آهيان.“

”اڳ توکي ڏسي اهڙي ننڍيل مکڙي ياد پوندي هئي. هينئر پورو ٽڙيل گل تو ياد پوي.“

”تنهنجو اندازو صحيح آهي. منهنجي شادي تي آهي ۽ ٻه ٻار آهن. هڪ ڌيءَ، هڪ پٽ.“

اوچتو منهنجي دل ۾ ڏاڍي خود غرضيءَ واري خواهش جاڳي. دل چيو تہ هنجي شادي ناڪام ٿي هجي. هنجو مڙس هنجي آدرش مطابق نہ هجي. هر لحاظ کان مونکان گهٽ هجي. هن سان شادي ڪري هن پڇتايو هجي ۽ پڇتاءَ جي گهڙين ۾ مونکي ياد ڪيو هجي.

”شاديءَ کانپوءِ زندگي ڪيئن ٿي گذريئي؟“

منهنجو سوال ٻڌي هنجو منهن ڏاڙهونءَ گل وانگر ڳاڙهو ٿي پيو. سهاڳ رات کان وٺي ان گهڙيءَ تائين زندگيءَ جيڪي بہ خوشيون هنجي جهوليءَ ۾ وڌيون هيون، سي سڀ سندس منهن تي جرڪڻ لڳيون. ”ڏاڍي سٺي ٿي گذري.“ سندس آواز مان بہ خوشيون ڇلڪڻ لڳيون ۽ منهنجي دل مان غم ڦڙو ڦڙو ٿي ٽمڻ لڳو. هوءَ شاديءَ کانپوءِ واري زندگيءَ جي باري ۾ ٻڌائيندي رهي. مڙس جي خوبين ۽ سندس بي پناه محبت جو ذڪر ڪندي رهي ۽ مان سگريٽ دکائي، دکندڙ دل سان مان ڪري ٻڌندو رهيس.... پنچڻ جي پهلي شام. وٽن مان پيلا پن ٽا ڇڻن. شام ميراجي جي پڇن جهڙي اداس آهي. دل ٿي چوي تہ ڪونج وانگر ڪرڪندا افق ڏانهن اڏامي وڃون، گيت جي گونجار بڻجي سانجهيءَ جي ساه ۾ سمائجي وڃون.

اسين ٻئي واءِ. ڊبليو. سي. اي جي اڱڻ ۾، وڻن جي هيٺان ٻئنچ تي ويٺا آهيون. وڻن مان پيلا پن ڇڻي منهنجي

جهول ۾ ٽا ڪرن. مونکي هڪڙي انگريزي شاعر جي سٽ ٿي ياد پوي. جسم مان ڇڻن ٿيون خواهشون، پيلن پنن جيان. نہ..... مان سوچانتو .... جسم مان ڦٽن ٿيون خواهشون گونچن جيان.

درد ڀريا گيت ئي اسانجا پيارا گيت آهن؛ شايد شيلي چيو هو:

اڄ خزان آهي تہ ڇا ٿي پيو. سياٽي ضرور بهار ايندي. اهو بہ تہ شيلي چيو هو.

دلاسي جو دولاب! شيلي کي بہ بهار جي صبح جو انتظار آهي ۽ اسانکي بہ بهار جي صبح جو انتظار آهي. اسانجي جهولي ۾ ٽٽل اميدن، اڻ پورين خواهشن، چنل ۽ پڳل خوابن جا پيلا سڪل پن آهن. اسين خزان جي صبح جي چائنت تي بيٺا آهيون.

منهنجي وارن جي ڇڳن ۾ رات جا ماڪ ڦڙا آهن. منهنجي پيشانيءَ تي صبح جو ڪرڻو ٿو جرڪي. مان بهار جي صبح جي چائنت تي بيٺو آهيان.

هوءَ منهنجي سامهون ويٺي آهي. سهڻي، سڀاجهي، سنهڙي ۽ قداور. ڊگها ۽ اٿيا وار، جنکي چوڙي هنڪلهن تي وڇائي ڇڏيو آهي. رکي رکي سندس وار ڪنن وٽان ترڪي، سندس منهن تي جهالر ڪري ٿا بيهن ۽ هوءَ ڪنڌ کي هلڪو لوڏي، وارن کي منهن تان پري ٿي ڪري. مان هنجي اکين ڏانهن نهاريان ٿو. وڏيون ۽ جرڪندڙ اکيون جن ۾ هلڪي هلڪي آلاڻ آهي. جڏهن سندس اکين ۾ لڙڪ

لڪل آهن ۽ وسڻ جا وجهه تا ڳولهين. هوءَ مرڪي ٿـي. سندس مرڪ آلي آلي آهـي جهڙي مينهن ڪانپوءِ نڪرندڙ اس، تيز، تکي روشن ۽ آلي. هوءَ ڇوڪرين جي ڪاليج ۾ پڙهائيندي هئي. حيدرآباد مان ڪراچي بدلي ٿي آئي هئي. پهريون دفعو گهر کان ٻاهر نڪتي هئي ۽ ڪراچيءَ جـي رنگن، روشنين ۽ آوازن جي ڪُنَ ۾ ڦاسي پئي هئي. منهنجي ڏورانهين ماسيءَ وٽ رهندي هئي، پر اتي به دل نٿي لڳس. ڪوشش ٿي ڪيائين ته ڪنهن زناني ڪاليج جي هاسٽل ۾ کيس ڪمرو ملي وڃي. هنجي ڀيڻ سان منهنجي ڄاڻ سڃاڻ هئي ۽ سندس ڀيڻ کيس مونوٽ وٺي آئـي. مون هڪ ٻن دوستن کي فون ڪئي ۽ هنجي مدد ڪرڻ جو واعدو ڪيم. ان ڪانپوءِ هڪ نه ٻئي ڏينهن ۽ پوءِ روز ڪاليج مان واندي ٿي، سڌي مونوٽ ايندي هئـي. ۽ اسين ڪيتري دير تائين ويهي ڳالهيون ڪندا هئاسين. هنجي دنيا ننڍڙي ۽ دلچسپيون ڏاڍيون محدود هيون. هنجي هڪڙي پوڙهي مـاءُ هئي، ٻه جوان ڀينرون ۽ هڪ ننڍو ڀاءُ. ڀينرن ۽ ڀاءُ جي پڙهائي ۽ گهر جو سارو بار هنجي مٿان هو. هوءَ هميشه پنهنجي ماءُ، ڀاءُ ۽ ڀينرن جـون ڳـالهيون ڪندي هئي. سندس گهريلو ڳالهين ۾ دلچسپيءَ جو اظهار ڪرڻ لاءِ مـان مانُ ڪري، ڏاڍي ڏيان سان، هنجون ڳالهيون ٻڌندو هوس. هڪ دفعي سون هنکي ڪوٺيو ۽ مونکي خبر پئي تـه هوءَ ڏاڍي پڙهيل ڳڙهيل هئي، پر ڪڏهن به پنهنجي علمي لياقت جـو اظهار ڪرڻ لاءِ 'ذهني اڪڙائي' نـه ڪندي هئي. آهستي آهستي

ڪاليج جـي ٻن چئن ليڪچرار سان هنجي دوستي ٿـي ۽
واءِ ـ ڊبليو ـ سي ـ اي ۾ هنکي رهڻ لاءِ ڪمرو ٻـه ملي ويو.
هاڻي هنکي ڳالهين لاءِ نت نوان موضوع ملي ويـا. "واءِ ـ
ڊبليو ـ سي ـ اي ـ جـي انچارج مهڙي آهـي. هڪڙي ڏينهن
مونکي چيائين، 'ڊرالنگ، ڪڏهن منهنجي ڪمري ۾ ٻـه
ايندي ڪر. شام جـو مـان هنجي ڪمري ۾ ويس. ڏاڍي
ـڪ سان ملي. هٿ جهلي پنهنجي ڀر ۾ ويهاريائين. ڪافي
ٺاهي ڪٺي آٿـي ۽ پوءِ منهنجي ڀر ۾ ٿـي ويٺي. الائجي ڇو
مونکي هنجي ويجهڙائيءَ کـان وحشت ٿيڻ لڳـي. الائجي
ڇو منهنجي ساري بت ۾ سيٺاندو ڊوڙي ويو. ڇـڻ .... ڇـڻ
مان هنجي سامهون بيوس ۽ لاچارشڪار هيس ۽ هوءَ جهڙ
هٿي مونکي شڪار ڪرڻ واري هئي. هن ڪابہ اهڙي ڳالهہ
نہ ڪئي جنهن مان مان ائين محسوس ڪريان، پر تـہ ٻـہ
مونکي ائينءَ محسوس ٿيو ۽ مان ڪافيءَ جو ڪوپ اڌ ۾
ڇڏي يڪدم اٿي بيٺس. هن مونکي گهٽو ٺي روڪيو، پرمان
تڪڙيون وکون کڻندي ٻاهر نڪري آيس ۽ پنهنجي روم
۾ اچي ساه پٽيم. روم ۾ پهتس تہ منهنجو سارو بت پگهر ۾
شم هو."

"انهيءَ کـي چوندا ائيثي لزبنزم. يعني عورت جـي
هم جنس پرستي."

"ني سگهي تو...." روايتي عورت وانگر شرماڻ جـي
ـدران هن ڏاڍي لاپرواهيءَ سان چيو.

"ڇوڪريون ٻـاڻ ۾ هـڪ ٻئـي سان ائينءَ محـبت

ڪنديون آهن، جيئن عورت ۽ مرد هڪ ٻئي سان محبت ڪندا آهن. گهڻو ڪري سڀني ڇوڪرين کي بواءِ فرينڊز آهن. روز شام جو سندن بواءِ فرينڊز ايندا آهن ۽ پنهنجي پنهنجي گرل فرينڊ کي گهمائڻ وٺي ويندا آهن. ڏاڍو غير اخلاقي ماحول آهي.“

مون چيو مانس، ”هاڻي پنهنجا اخلاقيات جا درسي ڪتاب بند ڪري ذهن جا روشن دان کولي ڇڏ ته جيئن ڪا تازي هوا ۽ روشني اندر اچي.“

”اوهين انکي خراب ڇو ٿا سمجهو.“

”منهنجي يا تنهنجي خراب سمجهڻ سان ماڻهو پنهنجي جيئڻ جو ڍنگ مٽائي نه ڇڏيندا. ماڻهو جيئن آهن، جهڙا آهن، پيارا آهن. ۽ جيئن جيئڻ ٿا، تيئن کين جيئڻ ڏنو وڃي.“

”پر اخلاقي قدر به ته ڪا شيءِ آهن.“

”تون ۽ مان انساني ناتي تي اخلاقي قدرن جا پهرا ويهاري ٿا سگهون. ماڻهو ... ڇڏ ته پيار ماڻي ۽ پنهنجي جيئڻ جو جواز ... .“

”پر اهو ڪوڙو ۽ ... ... جو پيار آهي.“

”تنهنجو مطلب آهي ته اهو جسماني پيار آهي.“

”ها. بلڪل.“

”مان ان پيار کي جسم جي جسم کي پڪار ٿو سڏيان ۽ جسم جي پڪار پاڻ هڪ جيئري جاڳندي سچائي آهي.“

”پر ان سچائيءَ جي به ڪا ته منزل هجي.“

”تنهنجو مطلب آهي شادي. ڇا عورت لاءِ پيار جي
وات سهاڳ جي سيج کان ٿي، بورچي خاني وٽ وڃي ختم
ٿي ٿئي. مون هڪڙي آرٽسٽ ڇوڪريءَ سان پيار ڪيو.
اسانجي شاديءَ جو ڪو امڪان نه هو، جو منهنجي شادي
ٿيل هئي. تنهن تي چيائين: ان پيار مان ڪهڙو فائدو؟ هوءَ
آرٽسٽ هئي ۽ مون سمجهيو هو ته هنجي فنڪارانه دل ۾
رنگ آهن. پر ان ڏينهن مون محسوس ڪيو ته هنجي دل
انگي حساب هئي، جنهن ۾ واڌو، ڪاٽو، مٿور ۽ پاڇيءَ
کانسواءِ ڪو خواب نه هو، ڪو رنگ نه هو! پيار جو فائدو
پيار پاڻ آهي. پيارجي منزل پيار کانسواءِ ٻي ڪا به ڪانهي.“
”منهنجي خيال ۾ عورت ۽ مرد جي تعلقات لاءِ، ڪٿي
اهي تعلقات روح جي روح کي پڪار هجن يا جسم جي جسم
کي پڪار، شاديءَ جي اداري (Institution) کانسواءِ ٻيو
ڪو به ادارو ڪونهي.“
”۽ منهنجي خيال ۾ شادي هڪڙو غير فطري ۽ انسانئي
سڀاءَ جي خلاف ادارو آهي.“
”اها ته انارڪي آهي. سوسائٽيءَ جي سفر ۾ جن ادارن
اوسر ڪاڏي آهي، اوهين انهن کي ختم ڪرڻ ٿا چاهيو.“
”ختم ڪرڻ نٿو چاهيان. سوسائٽيءَ ۾ رهندي مان
سماجي ادارن جو احترام ته ڪريان ۽ ان احترام جو ثبوت
اهو آهي ته مون پاڻ شادي ڪئي آهي. مان ته شاديءَ جي
اداري جي حقيقت ٿو بيان ڪريان.“
”اوهان چيو ته شادي هڪڙو اهڙو ادارو آهي جيڪو

انساني سڀاءَ جي خلاف آهي. سان پڇان ٿي ڪهڙو سڀاءُ؟ انسان جو حيواني سڀاءُ يا تهذيبي سڀاءُ. فطرت پنهنجي اصلي حالت ۾ اڻ گهڙيل آهي جنهنکي انسان پنهنجي ضرورتن ۽ گهرجن آهر گهڙي چلي ان سان پنهنجي دنيا ٺاهي آهي. اهڙيءَ طرح انساني فطرت پنهنجي اصلي حالت ۾ حيواني آهي جنهنکي انسان، تهذيب جي سفر ۾، گهڙي چلي، ان مان اڄ جي مهذب انسان جو پيڪر تراشيو آهي. شاديءَ جو ادارو انسان جي حيواني سڀاءَ جي خلاف ته ٿي سگهي ٿو، پر انسان جي تهذيبي سڀاءَ جي خلاف ٿي نٿو سگهي."

"مان تنهنجي ڳالهه مڃان ٿو پر..."

"مون اڃا پنهنجي ڳالهه پوري نه ڪئي آهي. اچو ته آدم ۽ حوا جو مثال وٺون. منهنجي خيال ۾ آدم ۽ حوا پهريان انسان هئا، جن پنهنجي حيواني فطرت جي حڪم مڃڻ کان انڪار ڪيو ۽ شاديءَ جي اداري جو بنياد وڌو."

"آدم ۽ حوا جي ڳالهه ڏند ڪٿا ڪانسواءِ ڪجهه نه آهي."

"ڏند ڪٿائون به ته انساني سڀاءَ، انسان جي خوابن ۽ آدرشن جو عڪس آهن. اوهين انساني سڀاءَ کي سمجهڻ لاءِ ڏند ڪٿائن کي رد ڪري نٿا سگهو."

"چڱو تون ڳالهه ڪر."

"آدم ۽ حوا ٻئي جنت ۾ رهندا هئا. حوا آدم کي برغلايو ۽ ڌرتي تي اچي هن پنهنجو گهر اڏيو. اهو گهر هن ڌرتيءَ تي انسان جي اڏيل پهرين جنت هئي. اڄ جي حوا

ٻ، هن ڌرتيءَ تي پنهنجي جنت اڏڻ ٿي چاهي. اوهين پنهنجي ان آرٽسٽ دوست کي ڏوهه نه ڏيو. هنجي روح ۾ رنگ هئا، پر انهن رنگن سان هن پنهنجي گهر جي جنت تخليق ڪرڻ ٿي چاهي ۽ جيئن ته اوهان هنکي ان تخليق ۾ ڪا به مدد ڪري نٿي سگهيؤ، انڪري هوءَ اوهان کان پاسو ڪري هلي وئي.“

”تنهن جي معنيٰ ته مرد عورت لاءِ مقصد نه آهي، پر مقصد ماڻڻ جو وسيلو آهي.“

”ٻئي هڪٻئي جا وسيلا آهن تہ جيئن هن ڌرتيءَ تي نت نيون جنتون تخليق ٿينديون رهن ۽ زندگيءَ جي تجديد ٿيندي رهي.“

”هاڻي ان بحث کي ڇڏ ٻڌاءِ اڄ واندي آهين.“

”ها. ڇو....؟“

”هل ته ڪنهن سٺي هوٽل ۾ ماني کائون ۽ ڪا سٺي فلم ڏسون.“

”اوهين مونسان ڊيٽنگ (Dating) ڪرڻ ٿا چاهيو.“

”نه اهڙي ڳالهه نه آهي. مڙيئي وقت سٺو گذري ويندو.“

”تڏهن اوهين مونکي وقت گذارڻ جو وسيلو ٿا سمجهو.“

”مان جو ڪجهه توکي سمجهان ٿو سو ٻڌائي نٿو سگهان. ڇاڪاڻ جو احساس کي زبان نه هوندي آهي.“

منهنجي ڳالهه ٻڌي هوءَ جلدي جلدي اکيون ڇنڀڻ لڳي ۽ ٻوءِ ٻئي اکيون مون ۾ کپائي، گهور پائي مونکي ڏسڻ لڳي. هنجو هيٺيون چپ ٿورو ٿڙڪيو. هن لفظن کي

چپاڙيندي چيو، ”نه، مان نه هلندس.“

”ڇو... ؟“

”مان هوٽلن ۽ سنيمائن ۾ وڃڻ جي قائل نه آهيان.“

مان پاڻکي ڏسي ته نٽي سگهيس، پر مونکي پڪ هئي ته هنجو جواب ٻڌي منهنجي منهن تي ڏک ۽ ڪاوڙ جو گڏيل تاثر ابري آيو هو جنهنکي متاثر لاءِ سون يڪدم سگريٽ ڪيڍي دکايو ۽ تکا تکا سوٽا هڻڻ لڳس.

”اوهانکي ڏک ٿيو.“ هن آوازکي نرم بڻائيندي مونکي پرچائيندي چيو.

”تنهنجو ڇا خيال آهي ته تنهنجو جواب ٻڌي مونکي خوشي ٿي هوندي.“

”مان اوهان سان ڪوڙ ٻـ ڳالهائي ٿي سگهيس، ٻهانو ٻڻائي ٽاري به ٿي سگهيس. پر مون ائين نه ڪيو.“

”ان لاءِ مان تنهنجو ٿورائتو آهيان.“

”اوهين مونتي طنز ٿا ڪريو.“

”مان پڇي سگهانٿو ته تو انڪار ڇو ڪيو.“

”مان قائل نه آهيان.“

”تنهنجي خيال ۾ مان ڪنهن وچڙندڙ غير اخلاقي بيماريءَ ۾ مبتلا آهيان ۽ جي تون....“

”اها ڳالهه نه آهي. انسان جا ڪي اصول به ٿيندا آهن.“

”ڇا اصول احساسن کان مٿاهان آهن.“

”ٻئي جي احساسن جي عزت ڪرڻ لاءِ آخر ڪا حد ته مقرر ڪرڻي پوندي.“

”اهي حدون ايتريون سوڙهيون به ته نه هجن جو ٻئي جون معصوم خوشيون گهٽجي مري وڃن. تون مونسان ويهين ٿي، ڳالهائين ٿي. ان مان مونکي خوشي ٿي حاصل ٿئي. تنهنجي اصول مطابق ته توکي ان خوشي ڏيڻ ۽ مونکي ان خوشي ماڻڻ جو حق ڪونهي.“

”توهين انءَ سڌيءَ طرح اهو چوڻ ٿا چاهيو ته مان اٿي وڃان ۽ وري نه اينديءَ ڪريان.“

”جي تون ائين ڪندين ته مان توکي هرگز نه جهليندس.“

”چڱو ته پوءِ خدا حافظ.“

هوءَ يڪدم اٿــي بيٺي ۽ ميز تـان پرس کڻي، تکيون تکيون وکون کڻندي ٻاهر هلي وئي.

هوءَ هلي وئي. مون هنجي ياد کي دل مـان نيڪالي ڏيڻي ڪڏي چڏيو. پر شهر، دل جي هر رستي، هر موڙ تي هـوءَ موجود هئـي. مهٽي، سپاجهي، سنهي، قـداور، ڊگها ۽ اٺيا وار جنکي چوڙي هن ڪلهن تـي وڇائي ڇڏيو هو. سندس وار ڪنن وٽان ترڪي سندس منهن تي جهالر ڪري ٿـا بيهن. هوءَ ڪنڌکي هلڪو لوڏي وارن کي منهن تـان پـري ڪـري. سندس وڏيون جرڪندڙ اکيون جن ۾ هلڪي هلڪي آلاڻ آهي جڻ سندس اکين ۾ لڙڪ لڪل آهن ۽ وسڻ جـا وجهه ٿـا ڳولهين.... مـان احساساتي طرح خانه بدوش هوس. ڪنهن چانوري ۾ ساهه پٽي وري ڪنهن ٻئي چانوري جي تلاش ۾ اڳتي وڌي ويندو هوس. اڄ تائين ڪابه زلف زنجير نه بڻي هئي پـر اڄ پهريون دفعو ڪنهن

جي ياد جي اندلت روح ۾ ونگ وڏا هئا. شايد انڪري جو
پهريون دفعو مونکي ڪنهن ڏڪرايو هو. منهنجي خودپرستيءَ
جي اڏيل ڪوٽ جا برج ڏٺا هئا. جڏهين ڪجهه ڏهي ٿو،
تڏهن ڪجهه نهي به ٿو. ڏڪرائجڻ ڪانپوءِ لاحاصل هستيءَ
کي حاصل ڪرڻ جي تمنا وڏيڪ شديد ٿئي ٿي.... اٺ ڏهه
ڏينهن گذري ويا. انهيءَ وچ ۾ نه هوءَ مونوٽ آئي نه مان ئي
هن وٽ ويس. پنهنجي هٺ هٿان مجبور ٿـي سارو وقت
لا حاصل هستيءَ کي حاصل ڪرڻ جي تمنا ۾ لڇندو رهيس....

هڪڙي ڏينهن حيدرآباد مان هنجي پيءُ جي فون آئي.
رضيه لاءِ ضروري نياپو ڏنائين ۽ تاڪيد ڪيائين ته ڪيئن
به ڪري ڪيس اهو نياپو پهچايان. مان اهڙيءَ مهل ئي ڪيس
نياپو ڏيڻ لاءِ روانو ٿيس. هوءَ مونکي واءِ-ڊبليو-سي-اي.
جي در وٽ ملي. ڪاليج مان موٽي هئي. هن مونکي اندر
هلڻ لاءِ چيو پر مون انڪار ڪيو. مان ڪيس نياپو ڏيئي
موٽي آيس. ٻئي ڏينهن هوءَ مونسان ملڻ لاءِ آئي. هاڻي هوءَ
وري اچڻ لڳي. هاڻي وري اسين ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويهي
ڳالهيون ڪندا هئاسين ۽ ٻئي اهـا ڪوشش ڪندا هئاسين
ته ڳالهين ۾ ڪڏهين بـه گذريل ڳالهين جو ذڪر نـه اچي.
هڪڙي ڏينهن چيائين، ”سياڻي ڪان مان تو وٽ نه ايندس.“

”ڇو... ؟“

”تون جو مون وٽ نٿو اچين.“

”سياڻي ايندس.“

رسيپشنسٽ پوڙهي، ڪنن کان گهپري ۽ پنهنجو پاڻ کان بيزار ٿي لڳي. عينڪ جي ٿلهن شيشن مان بيزاريءَ مان ٿي هر هڪ ڏانهن نهاريائين. انچارج ڪرڙوڊ، سانوري ۽ ماسيري هئي. ماٺ ڪري، سونڊ پائي، سامهون ميز تي تاس جا پتا رکي، پنهنجو پاڻ سان تاس کيڏي رهي هئي. سونکي ڏسي رسيپشنسٽ منهن مٿي ڪري، عينڪ جي شيشن مان بيزار نگاهن سان نهاريندي پڇيو. ”ڪنهن سان ملڻو اٿو؟“

”رضيه سان.“

”ڪنهن سان؟“

مون وري پنهنجي ڳالهه دهرائي ۽ هن وري پنهنجو سوال دهرايو. آخر ڪڪ ٿي، نڙيءَ تي زور ڏيئي ڏاڍيان چيم، ”رضيه سان.“

انچارج تاس جي پتن تان ڪنڌ کڻي مونڏانهن نهاريو. ننهن کان وٺي چوٽيءَ تائين منهنجو جائزو ورتائين ۽ ڏاڍي رکي ۽ حاڪماڻي انداز سان چيائين، ”اوهين وزٽنگ روم ۾ ويهو. رضيه کي گهرائي ٿا وٺون.“

وزٽنگ روم ۾ هلڪي هلڪي اونده ڇانيل هئي. فرش تي پراڻو قالين ۽ پراڻي طرز جا صوفا رکيل هئا ۽ درن، درين تي به پراڻا پڙدا لڙڪيل هئا. سامهون واري صوفي تي نوجوان ڇوڪري ۽ ڇوڪرو ويٺا هئا. ڇوڪري ان عمر جي ٿي لڳي، جنهن ۾ هوءَ پيار کي ئي زندگي سمجهندي آهي، وجود جي سموري سچائيءَ سان پيار ڪندي آهي ۽

ان پيار لاءِ لوڪ لتاڙي، سيئي ليڪا لنگهي وڃي پار پهچندي آهي. هوءَ دنيا جهان کان بيخبر تي پنهنجي پرينءَ جي ڪلهي تي ڪنڌ رکي ويٺي هئي. مونکي ڏسي يڪدم سڌي ٿي ويٺي، اڻ وڻندڙ نظرن سان مونڏانهن نهاريائين ۽ ٿوريءَ دير کانپوءِ منهنجي وجود کي وساري، پرينءَ سان ريهاڻ ۾ مشغول ٿي وئي. مان صوفي تي ويهي سگريٽ دکائي، هيڏانهن هوڏانهن نهاري هنن کي اهو تاثر ڏيڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳس ته مان هنن ڏانهن ڪو ڌيان نٿو ڏيان. اينري ۾ رضيه به اچي وئي. هنکي نيري رنگ جي ريشمي ڳاؤن پهريل هئي، وار وکريل ۽ اکين ۾ ڪچيءَ ننڊ جا ڪچا خمار! اچڻ سان ير واري صوفي تي ويهندي چيائين، "تنهنجو انتظار ڪندي اک لڳي وئي."

"پيمر جي مون وسهو ننڊ نه هيريو نيڻ."

هنجي چپن تي ننڊا کڙي مرڪ مڙي آئي. آهستي آهستي هنجي ننڊ جا خمار لٿا. وزٽنگ روم ۾ ڪا ڇوڪري اچي پئي ۽ لنگهي هلي پئي وڃي. رضيه هرهڪ جو تعارف ڪرائيندي پئي وڃي. سامهون واري صوفيءَ تي ويٺل نوجوان جوڙي کي ڏسي هوءَ سري منهنجي ويجهو آئي ۽ ڏاڍي رازداريءَ سان چيائين، "هن ڇوڪريءَ جي عمر ڏس. فرسٽ ايئر جي شاگرد آهي ۽ بواءِ فرينڊ ڏاريو اٿئين."

"پيار ...."

"پيار تي ليڪچر نه ڏي، منهنجي ڳالهه ٻڌ. ان ڇوڪريءَ جي بواءِ فرينڊ جي پيڻ هتي رهندي آهي. ڪاري، بي ڊولي

۽ بدصورت آهي. هڪڙي مشهور رسالي جي ايڊيٽر آهي.
پنهنجي پاڻ کي نوعمر ۽ احساساتي طرح ڪچيءَ عمرجون
ڇوڪريون ڏاهي ڏيندي آهي. شايد هنکي زندگيءَ ۾ پيار
نه مليو آهي ۽ هوءَ پنهنجي ان محروميءَ جو انتقام وٺندي
آهي."

مان هنجي ڳالهه ٻڌڻ کان وڌيڪ هنجي جسماني ويجهڙائي
کي محسوس ڪري رهيو هوس. هنجي بدن مان انب جي
ٻور جهڙي ٻهڪار ٿي آئي، جيڪا منهنجي جسم جي پور
پور ۾ پيهندي ٿي وئي. دل چوي پئي اڃان ويجهو اچي....
اڃان ويجهو.....ا.....ڃا.....ن.....ويجهو! رضيه جي گفتگوءَ جي
رازدارنه انداز مان هو سمجهي ويا ته اسين هنن جي باري ۾
ڳالهائي رهيا هئاسين. ڇوڪري هڪ ٻه دفعا خار مان اسان
ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ ٽپ ڏيئي اٿي، پنهنجي بواءِ فرينڊ کي
اٿاريائين ۽ سندس ٻانهن ۾ ٻانهن وجهي سونڊ پـائي اسان
ڏانهن نهاريندي پنهنجي بـواءِ فرينڊ سان گڏ هال مان ٻاهر
هلي وئي. هاڻي اسين ٻئي اڪيلا ٿياسين. رضيه يڪدم مونکان
پري سُري ويئي. مان هن ڏانهن نهارڻ لڳس. هن اکيون
کڻي مونڏانهن نهاريو. مونکي پـاڻ ڏانهن نهاريندو ڏسي
جلدي جلدي اکيون ڇنڀڻ لڳي ۽ پوءِ اکيون جهڪائي
ڇڏيائين. ايتري ۾ هڪڙو ٻيو ملاقاتي اندر گهڙي آيو.
سنهون، ڊگهو، وڏا وار، ڪنن جي پاپڙين تائين ڊگهيون
نوڪون جن ۾ اڃا وار ٿي چمڪيا. منهن تي بي پناه سنجيدگي.
هنکي ڪاڏي جي ڊگهي بشرت پئي هئي، جيڪا سندس ڊگهي

قد ۽ سنهين بت تي ڏاڍي ٺي ٿهي. اڇي سان صوفي تي ويٺو ۽ کيسي مان سگريٽ کڍي دکايائين ۽ اسان ٻنهي کي ڏنو اڻ ڏٺو ڪري، سامهون پٽ ۾ نظرون کپائي، ڏاڍي اعتماد سان سگريٽ جا سوٽا هڻڻ لڳو. هڏ ڪاٺ مان ته جوان ٿي لڳو پر سندس منهن تي وقت جا پيرا ظاهر ٿي بيٺا هئا. اکين جي هيٺان گهنج ۽ ڳلن تي ڪارا داغ هئس. هنکي ڏسي رضيه وري سڌي منهنجي ويجهو آئي ۽ رازدارانه انداز سان چيائين. ”هي منهنجي روم ميٽ فوزيه جو بواءِ فرينڊ آهي.“

”بواءِ فرينڊ، ڪن مين فرينڊ“

”ليکڪ آهي، بازاري نوع جو، جذباتي بخار سان ڀريل ڪهاڻيون لکندو آهي ۽ احساساتي طرح نابالغ ڇوڪرين کي ڦاسائيندو آهي.“

ٿوري دير ۾ رضيه جي روم ميٽ فوزيه به آئي. سهڻي ۽ جوان جماڻ! فوزيه کي ڏسي هو يڪدم اٿي بيٺو. هڪٻئي کي ڏسي ٻنهي جا منهن ٻهه ٻهه ڪرڻ لڳا. فوزيه جي سامهون هو وڏيڪ پوڙهو ٿي لڳو. ڪلهه سان سندس منهن تي گهنجن جو چار وڇائجي ويو. فوزيه جي منهن تي صبح جي پهرين ڪرڻ تي جڳ مڳ ڪئي ۽ هنجي منهن تي پوياڙيءَ جا پاڇا ٿي لهرايا. ٻئي هڪ ٻئي جي پر ۾ ٿي ويٺا. ٿوري دير ڳالهيون ڪندا رهيا ۽ پوءِ اٿي ٻاهر هليا ويا. وري اسانکي ملاڻي نصيب ٿي. وري ڪو ملاقاتي اندر گهڙي آيو ۽ وري اسان ان ملاقاتي ۽ سندس گرل فرينڊ جي باري ۾ ڳالهائڻ

لڳاسين. رات جو انين لڳي ملاقاتن جي اچ وڃ بند ٿي ۽ اسين اڪيلائي ۾ ڳالهيون ڪرڻ لڳاسين. ڳالهين ۾ خبر ئي ڪانه پئي جو ڏهه ٿي ويا ۽ چوڪيدار اچي اطلاع ڏنو ته ٻاهريون دروازو بند ٿيڻ وارو آهي. هوءَ مونکي ٻاهرين دروازي تائين ڇڏڻ لاءِ هلي. هلڻ مهل هوءَ مونکان پرڀرو ٿي هلڻ لڳي ته جيئن بي خياليءَ ۾ منهنجو ٻت هنجي ٻت کي ڇهي نه وڃي. هن منهنجي ۽ پنهنجي وچ ۾ جسماني فاصلو رکڻ ٿي چاهيو. مون هن سان گڏ هلندي هلندي دل ۾ فيصلو ڪيو ته مان ڪڏهن به هنجي قائم ڪيل ان جسماني فاصلي کي اورانگهڻ جي ڪوشش نه ڪندس.

مان روزانو هن سان ملڻ لاءِ ويندو هوس. روزانو رات جو انين لڳي ڪانپوءِ ملاقاتن جي اچ وڃ بند ٿيندي هئي ۽ اسين اڪيلائيءَ ۾ ڳالهيون ڪندا هئاسين. هڪ ڏينهن هٿ ڏسڻ (Palmistry) جي ڳالهه نڪتي. مون هنجو هٿ ڏسڻ لاءِ سندس هٿ، هٿ ۾ جهلڻ ٿي چاهيو. هن يڪدم پنهنجو هٿ ڇڪي ورتو ۽ ڌيمي ۽ هيسيل آواز ۾ چيائين، ”مونکي نه ڇهه“

مان حيران ٿي ويس. مون ٻنهه بي خياليءَ ۾ هنجو هٿ هٿ ۾ جهلڻ چاهيو هو، پر هن ان ڳالهه کي ٻيو رنگ ڏيئي ڇڏيو هو.

”مون توکي ڇهڻ نه، پر تنهنجو هٿ ڏسڻ ٿي چاهيو.“

”مان سڀ سمجهان ٿي. تون هٿ ڏسڻ جو بهانو بڻائي مونکي ڇهڻ ٿو چاهين. مان توکي پاڻ ڇهڻ نه ڏيندس.“

هن پٺي هٿ ورائي پٺيءَ پويان لڪائي ڇڏيا. هنجي اکين ۾ منهن ۾ هراس هو. هوءَ ڇا کان ڊني هئي؟ منهنجي ڇهاءَ کان يا پنهنجي ئي ڪنهن جذبي، ڪنهن لڪل خواهش ۽ ڪنهن تمنا جي شدت کان ڊني هئي.

”تون اڄ وري منهنجي بي عزتي ڪري رهي آهين.“

”ڪجهه به چئين. مان توکي پاڻ ڇهڻ نه ڏيندس نه ڏيندس، نه ڏيندس.“

پوءِ اڪن تي هن زور ڏيئي چيو. ڄڻ پاڻکي يقين ڏياري رهي هئي. سندس آواز ڏڪي رهيو هو. هن پٺيان ورايل هٿ اڳيان ڪيا ۽ پنهنجي جهول ۾ رکيا ۽ آگريون مروڙڻ لڳي. مان مات ڪري، هنکي ڏسندو رهيس، ”آخر تون منهنجا هٿ ڇهڻ ڇو ٿو چاهين.؟“

”جيڪا ڳالهه مان جوڻ نٿو چاهيان سا تون مونکان چوائڻ ٿي چاهين.“

”ها. مان توکان چوائڻ ٿي چاهيان.“

”ته پوءِ ٻڌ. مان نه رڳو تنهنجا هٿ ڇهڻ ٿو چاهيان، پر تنهنجو سنڌ سنڌ ڇهڻ ٿو چاهيان. تنهنجي انگ انگ تي چپن جي ڇهاءَ جون ڏتياتون ٻرڻ ٿو چاهيان. هاڻي ٻڌ.“

هوءَ انڪار جي انداز ۾ ڪنڌ ڌوڻيندي رهي. سندس وار ڪنن وٽان، وري سندس منهن تي اچي ويا ۽ هوءَ وارن جي وٿين مان گهور پائي موڏانهن نهاريندي رهي. مون آهستگيءَ سان هن ڏانهن هٿ وڌايو. هوءَ ڪنڌ ڌوڻي ناهڪار ڪندي رهي. مون هن جا ٻئي هٿ، هٿن ۾ جهليا ۽ چڪي

ڪيس ويجهو آندم ۽ سندس هٿن تي پنهنجا چپ رکيم. هنجي ساري بت مان سيسرات نڪري ويا، ڇو هنجي هٿن کي منهنجي چپن نه پر ٽانڊن ڇهيو هو. هنجو سارو بت ٿڙڪڻ لڳو، جيئن خزان جو پيلوپڻ هوا جي جهوٽن سان ڏڪندو، ڪنبندو ۽ ٿڙڪندو آهي. هوءَ خزان جي ڇڳل پن وانگر منهنجي جهول ۾ اچي ڪري ها، پر ان وقت ٻاهران پيرن جو آواز آيو. اسين ٻئي ڇرڪي، پاڻ سنڀالي هڪٻئي کان پرپرو ٿي ويٺاسين. چوڪيدار اچي ٻڌايو ته ڏهه ٿي ويا آهن ۽ ٻاهريون در بند ٿيڻ وارو آهي. هوءَ مونکي در تائين ڇڏڻ هلي. هلڻ مهل وري هوءَ مونکان پرپرو ٿي هلڻ لڳي. اڃان هنکي منهنجي ڇهاءَ جو ڇرڪ هو!

ان ڏينهن کانپوءِ هن ۽ منهنجي وچ مان جسماني دوريون ڪنهن حد تائين ختم ٿي ويون هيون. پر تڏهين به مان هنجي ويجهو ٿيڻ جي ڪوشش ڪندو هوس ته هوءَ ٽپ ڏيئي پري ٿي ويهندي هئي. پري ٿي ويهندو هوس نه ڪنهن رازدارانه ڳالهه ٻڌائڻ جو بهانو بڻائي پاڻ منهنجي ويجهو ايندي هئي، ايترو ويجهو، جو مان هنجي بدن مان سندس جوڀن جي ڪچي ڪنواري بوءِ به سونگهي سگهندو هوس. مان هنکي ڇهڻ جي ڪندو هوس ته ڇرڪندي هئي، پر ساڳي وقت سندس سنڌ سنڌ ڇهاءَ لاءِ آتو هوندو هو. ڪيترا دفعا دل چيو ته هنکي ٻاهر وٺي هلان ۽ هڪ ٻئي وٽ ۾ اسان سيئي دوريون اورانگهي ڇڏيون، پر مونکي هميشه اهو ڊپ رهندو هو ته ڪٿي هوءَ انڪار نه ڪري ڇڏي انڪري

مون هنکي ڪڏهن به ٻاهر هلڻ لاءِ نه چيو. وزٽنگ روم ۾ ملاقاتي اچي ويهندا هئا ته بيچين ٿي ويندي هئي. چاهيندي هئي تــه سڀ اٿي وڃن ۽ اسين اڪيلا ٿيون. اڪيلا ٿيندا هئاسين تـــه سندس ـَسنڌ ـَسنڌ ڇهاءَ ڪان پيو چرڪندو هو. ڇهندو هيومانس تـــه انڪار ۾ ڪنڌ پئي ڌوڻيندي هئي پر سندس انگ انگ اقرار ٿي ويندو هو. وزٽنگ روم ۾ مهمان وڏي ويندا هئا ته اسين ٻاهر اچي لان ۾، وڻن جي هيٺان بئنچ تي ويهندا هئاسين. ڪڏهين ڪڏهين هـوءَ ڪلندي ڪلندي اداس ٿي ويندي هئي ۽ اهڙيءَ مهل مونکي ائين لڳندو هو، ڄڻ هوءَ منهنجي هوندي به مونکان دور هئي، ايترو دورجو مان ڪڏهن به هٿ ڊگهيري هنجو پلئه ـُڇهي نه سگهندس.

پن ڇڻ جي هڪڙي پيلي ۽ اداس شام جو اسان خزان ۾ سڪل وڻن جي هيٺان ويٺا هئاسين، ان ڏينهن هو ڏاڍي اداس هئي. مون اداسائيءَ جو سبب پڇيومانس ته چيائين، ”اڄڪلهه هڪڙو ڏک ڀريو نـاول ٿـي پڙهان. ناول جي ڪهاڻي اهڙي ڇوڪريءَ جي ڪهاڻي آهي جيڪا هڪڙي شادي شده مڙس سان پيار ٿي ڪري.“

”ڪهاڻيءَ جو انجام ڇا ٿو ٿئي؟“

”اڃان انجام تائين نـــه پهتي آهيان.“ ۽ اهڙيءَ مهل وڻ مان به پيلا پن ڇڻي هنجي جهولي ۾ ڪريا. هن ڪنڌ کڻي خزان ۾ سڪل وڻن ڏانهن ڏٺو ۽ چيائين، ”خزان جا گيت ٿي اسانجا گيت آهن، شايد شيلي چيو هو.“

”اڄ خزان آهي تــه ڇا ٿي پيو، سياڻي تــه ضرور بهار

ايندي. اهو بہ تہ شيلي چيو هو.''

”دلاسي جو دولاب! شيلي کي بہ بهار جي صبح جو انتظار هو. ۽ اسانکي بہ بهار جي صبح جو انتظار آهي. اسانجي جهول ۾ تتل اميدن، اڻپورين خواهشن، چنل پڳل خوابن جا پيلا سکل پن آهن. اسين صدين کان خزان جي صبح جي چائنٺ تي بيٺا آهيون.''

”تنهنجو هٿ منهنجي هٿ ۾ آهي. منهنجي وارن جي چڳن ۾ رات جي ماڪ جا ڦڙا آهن. منهنجي پيشانيءَ تي صبح جو ڪرڻو ٿو جرڪي. مان بهار جي صبح جيچائنٺ تي بيٺو آهيان.''

هن اکيون کڻي موڏانهن نهاريو. هنجي اکين ۾ خزان جي شام جا پاڇا هئا ۽ هلڪي هلڪي آلاڻ هئي، جڻ سندس اکين ۾ لڙڪ لڪل هئا ۽ وسڻ جا وجهہ ٿي ڳولهيائون. آهستي آهستي هنجي اداسي ختم ٿي ۽ هوءَ ساڳيءَ طرح کلڻ، ڳالهائڻ ۽ ٽهڪ ڏيڻ لڳي.

هڪ دفعي، ڪنهن ڪم سانگي، مونکي ڪراچيءَ کان ٻاهر وڃڻو پيو. مان بيگ کڻي سڌو هن وٽ آيس. ان ڏينهن وزٽنگ روم ۾ ملاقاتين جيڏاڍي رش هئي. اسانکي اڪيلائي ۾ ڳالهائڻ جو موقعو ئي نہ مليو. ريل جو وقت ٿي ويو مون اٿڻ جي ڪئي تہ ويهاري ڇڏيائين. ائينءَ بہ رڳو نڪري ويون. آخرائين لڳي ڪانپوءِ مس مس اسانکي اڪيلائيءَ نصيب ٿي. اڪيلا ٿياسين تہ هوءَ وريچرڪي مونکان پري ٿي ويئي. مون هن ڏانهن نهاريو. منهنجي نهار جي جواب

۾ هوءَ ناهڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻڻ لڳي. مون اٿي هٿ وڌائي هنڪي ٻانهن کان جهليو. هوءَ ساڳي طرح ڪنڌ ڌوڻي ناهڪار ڪندي رهي. ساڳي طرح هنجا چڙيل ۽ وکريل وار وري هنجي منهن تي جهالر ڪري بيٺا ۽ ساڳيءَ طرح هوءَ وارن جي وٿين مان ڏٺل ۽ هراسيل نگاهن سان موڏانهن نهارڻ لڳي. مون جيئن ئي هنکي ٻانهن کان جهليو، هوءَ پنهنجو پاڻ ڇڪجي منهنجي ڇاتيءَ سان اچي لڳي ۽ منهنجي ٻانهن ۾ هنجوسارو بت ائين ٿي ڦٿڪيو جيئن ڇڪي ڄار ۾ ڦٿڪندي آهي. مون هنکي پنهنجي سيني کان پرڀرو ڪري، ٻنهي هٿن ۾ سندس منهن کي جهلي سندس اکين کي چميو ۽ چپن کي چمڻ چاهيم تہ هنکان هلڪي دانهن نڪري وئي ۽ پاڻ ڇڏائي صوفي تي ڪرونڊڙي ٿي ويٺي ۽ پنهنجي گوڏن تي مٿو رکي روئڻ لڳي.

ڏهن ڏينهن کانپوءِ آءٌ موٽي آيس. اندر ۾ رضيہ سان ملڻ جي اُڪير هئي. مون تارڪري هنکي پنهنجي اچڻ جو اطلاع بہ ڏيئي ڇڏيو هو. اسٽيشن تان لهي سڌو هن سان ملڻ لاءِ ويس. وزٽنگ روم ۾ سامهون واري صوفي تي اها ڇوڪري ۽ ڇوڪرو ويٺا هئا. ٻاسي واري صوفي تي رضيہ جي روم ميٽ فوزيہ ۽ سندس ليڪڪ دوست ويٺو هو. اسان ڪڏهن بہ هڪ ٻئي سان نہ ڳالهايو هو، پر تڏهين بہ اسانجي وچ ۾ هڪڙو بي نام ناتو پيدا ٿي ويو هو. گهڻن ڏينهن کانپوءِ آيو هوس. مون محسوس ڪيو تہ هو اکين ئي اکين ۾ منهنجي

آجيان ڪري رهيا هئا. مان صوفي تي ويهي، سگريٽ دُکائي، رضيه جو انتظار ڪرڻ لڳس. ٿوري دير کانپوءِ نوڪر موٽي آيو ۽ چيائين ته رضيه ڪمري ۾ ڪانهين. مونکي هنجي ڳالهه تي يقين ئي نه آيو. رضيه ڪمري ۾ نه هجي ها ته رسيپشنسٽ يا انچارج مونکي ٻاهر ئي ٻڌائي ڇڏي ها. مون هنکي پنهنجي اچڻ جو اطلاع به ڏنو هو. هنکي ضروري ڪم سان ٻاهر وڃڻو به پوي ها ته منهنجي لاءِ نياپو ضرور ڇڏي وڃي ها. مون نوڪر جي منهن ۾ نهاريو ۽ مونکي محسوس ٿيو ڄڻ هو مونکان ڪجهه لڪائي رهيو هو. مون رضيه جي روم ميٽ فوزيه ڏانهن نهاريو ۽ مونکي ائين لڳو ڄڻ هنجون اکيون چئي رهيون هيون ته رضيه ڪمري ۾ ويٺي آهي. مان اُٿي هنکي ڪمري ۾ ڇڏي آئي آهيان. مان يڪدم اٿيس ۽ ڪاؤنٽر وٽ اچي انچارج کان پڇيم ته، ”رضيه ڪٿي آهي.“

”پنهنجي روم ۾ ويٺي آهي.“ هن تاس جي پتن تان نظرون هٽائي ڪانسواءِ چيو.

”نوڪر چوي ٿو ته هوءَ روم ۾ ڪانهين.“

”ته پوءِ سمجهو ته ڪانهين.“

مون اکيون وڏيون، در وٽ اسٽول تي ويٺل نوڪر کي ڪچهريءَ کان جهليو، ”رضيه ڪٿي آهي تون مون سان ڪوڙ ٿو ڳالهائين.“

نوڪر ڊڄي ويو، ”صاحب جي... صاحب جي. منهنجو ڪهڙو ڏوهه؟ جيئن بيگم صاحب چيو، تيئن مون اوهانکي

پڏايو."

دل کي ڪنهن مٺ ۾ پڪوڙيو ۽ اندر ئي اندر ڪا شيءِ ٽٽي، پڄي ۽ پورا پورا ٿيڻ لڳي. تڏهن اهو سچ هو ته رضيه پنهنجي ڪمري ۾ ويٺي هئي ۽ مون سان ملڻ نٿي چاهيائين. ڇونٿي ملڻ چاهيائين؟ مون ڇا ڪيو هو؟ شايد ان ڏينهن واري آخري ملاقات ۾ مونکان ڪا غلطي ٿي هئي. پر ان ڏينهن جو ڪجهه ٿيو هو، جو ڪجهه مون ڪيو هو، رضيه به اهو ئي ڪجهه ٿي چاهيو. هن مونکي ان ڪري گهٽيءَ دير تائين ترسائي ڇڏيو هو جو اسانکي اڪيلائي نه ملي هئي ۽ پوءِ جڏهن اڪيلا ٿيا هئاسين تڏهن هن ناهڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻي مونکي ان ڳالهه جي دعوت ڏني هئي ته مان هنکي ڇهان، سندس سنڌ سنڌ مان اهائي صدا آئي هئي. مون هنکي هٿ کان جهليو هو ته هوءَ پاڻ ڇڪجي اچي منهنجي ڇاتيءَ سان لڳي هئي. پوءِ اڄ هن مون سان اها روش ڇو اختيار ڪئي هئي. ڇو....ڇو....ڇو؟ مون اکيون کڻي سامهون نهاريو. سامهون وڻن جي هيٺان اها بئنچ پئي هئي، جنهن تي ويهي مون هنجو هٿ، هٿ ۾ جهليو هو. منهنجي وارن جي ڇڳن ۾ ماڪ ڦڙا هئا، پيشانيءَ تي صبح جون پهريون ڪرڻون ٿي جرڪيو ۽ مان بهار جي صبح جي ڇائنٺ تي بيٺو هوس ۽ اڄ ...

رضيه ڪافيءَ جو آخري ڍڪ پيءَ ڪوپ خالي ڪيو ۽ چيائين، "ڪنهن ڏينهن اڄ ته پنهنجي مڙس سان ملايانءِ.

منهنجو مڙس....“ ۽ وري هوءَ پنهنجي مڙس جي تعريف جا ڍڪ ڀرڻ لڳي. هن جهٽ پلڪ لاءِ ٻه ڪنڌ ڦيري انهن ماڳن ۽ انهن ٽاڪن ڏانهن نهارڻ ٿي چاهيو، جتي ”ٽڪ پٿ لاءِ هن ٻه چار گهڙيون گهاريون هيون، ”هاڻي هل ته هلون. دير ٿي ٿئي. منهنجا ٻار منهنجو انتظار ڪندا هوندا.“ هن پرس کڻندي چيو، مون بيري کي سڏي بل ڏنو ۽ اٿي هوٽل کان ٻاهر نڪري آياسين. هوٽل جي پاسي کان، فٽ پاٿ تي، گلن وڪڻڻ وارو ويٺو هو. مون هنڪان ٻه گلدستا ورتا. ٽيڪسي اسٽينڊ تي هن ٽيڪسي بيهاري ۽ ٽيڪسيءَ ۾ ٿي ويٺي. مون اُٿي وڌي هنکي ٻئي گلدستا ڏنا ۽ چيم، ”تنهنجي ننڍڙن ٻارن لاءِ، ته جيئن هو ٻه هن دنيا ۾ نت نئيون جنتون تخليق ڪن.“ هن خوشيءَ ۾ ٽهڪندي، هٿ وڌائي گلدستا ورتا ۽ سيني سان لائي ڇڏيائين. هن ڪجهه چوڻ چاهيو پر چئي نه سگهي. مون ڏٺو ته هنجي چپن تي مرڪ ٽڙيل هئي، پر هنجي اکين ۾ آلاڻ هئي، جڻ هنجي وڏين ۽ چرڪندڙ اکين ۾ لڙڪ لڪل هئا ۽ وسڻ جا وجهه ٿي ڳوليائون. ٽيڪسي هلي، هن هٿ لوڏي الوداع چيو ۽ پوءِ ٽيڪسيءَ جي پوئين شيشي مان هٿ لوڏيندي رهي.... ٽيڪسي اکين کان غائب ٿي وئي. مون اکيون کڻي آسمان ڏانهن نهاريو. آسمان تي ڪارا ڪڪر ڇانيل هئا ۽ ساري ڪائنات تي رات جي اونداهي پکڙيل هئي.... مون نظرون جهڪائي سامهون نهاريو. هر طرف روشني ئي روشني هئي. اکيون چنيئندڙ نيون سائينز، ڪيرڊارائٽس جهڙيون اسٽريٽ

لاڳيتو ۽ ڪارن جـون ترڪندڙ وهندڙ روشنيون! ڪائنات ڪيتري اونداهي هئي ۽ انسان جـي ڌرتـي ڪيتري روشن هئي!



# ڪڙندا ڪنڊهار

گهوڙو هڪ ٺپ تال سان سڙڪ تي ڊوڙندو ٿي ويو. گهوڙي جي سنبن ۽ گهنگهرن جي آواز ڪان سواءِ هرطرف سانت لڳي پئي هئي. وڻ به ڄڻ مراقبي ۾ هئا. رشيد ڪنڌ کڻي آسمان ڏانهن نهاريو. آسمان ڪيترو نه روشن هو. تيڙو، ڪتيون ۽ هوءَ اڇي کير جهڙي ليڪ، جهڙي رات جي سينڌ! شهرن ۾ ڪٿان آيا تيڙو ۽ ڪٿان آيون ڪتيون؟ وڏا وڏا بلب ته به اٿاهه اونداهي. هتي ته اونده به جرڪي رهي هئي. آسمان جو روشن هو!

رشيد اڄ ڏهن ٻارهن سالن ڪان پوءِ پنهنجي ماسيءَ جي گهر وڃي رهيو هو. هنجو ذري گهٽ سارو ننڍپڻ ان ڳوٺ ۾ گذريو هو ۽ هنکي هتان جي هر هڪ شيءِ پنهنجي لڳي رهي هئي. ساڳي ننڍڙي اسٽيشن، جنهن تي هو ماڻ سان گڏ اچي لهندو هو. اسٽيشن ڪان ٻاهر ماسيءَ جن جو ٽانگو بيٺو هوندو هو، جنهن تي چڙهي هو ڳوٺ روانا ٿيندا هئا. ساڳيا گهوڙي جي سنبن ۽ گهنگهرن جا آواز، ساڳيا وڻ-ٽڻ، سڀ ڪجهه ساڳيو هو. سٺن منٽن ڪان پوءِ ٽانگو ڪچي ۾ لهندو هو. ڪچي رستي جي ڪبي پاسي ماڻڙ جو وڏو باغ هو، جنهن مان هو ننڍپڻ ۾، ڏينهن ٽتي جو، باغائيءَ ڪان لڪي، انبڙيون پٽيندو ۽ انبن جي وڻن مان طوطن جا ٻچا چورائيندو هو ۽ عائشه کي آڻي ڏيندو هو. باغ ڪان تورو

اڳيرو هندن جي مڙهي هئي ۽ ان کان اڳتي ڳوٺ جي مسجد،
جنهن ۾ نم جو وڏو وڻ بيٺل هو. مسجد جي آس پاس ڳوٺائن
جا ڪکاوان گهر هئا ۽ انهن کان اڳتي ماسڙ جي وڏي
شاهي حويلي هئي. ان حويلي ۾ هن پنهنجي نند پڻ جو
گهڻو حصو عائشه سان راند ڪيڏندي گذاريو هو. عائشه ۽
هو هڪ ٻئي کي ڏاڍو پيارا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن
اجائي ڳالهه تي هو عائشه سان وڙهي پوندو هو ۽ عائشه
ڪانئس ڪاوڙجي ويندي هئي ته، هو کيس راضي ڪرڻ لاءِ
ماسڙ جي باغ مان طوطن جا ٻچا لاهي آڻي ڏيندو هو ۽ هوءَ
ڪاوڙ وساري طوطن جي ٻچن سان ڳالهيون ڪرڻ لڳندي هئي.
”منو طوطا، ڪٿي ڪائيندين؟“ ۽ منوءَ جا ٻچا ’ٽيئون
.... ٽيئون ... ٽيئون‘ ڪندا هئا. عائشه خوش ٿي هن ڏانهن
نهاريندي هئي ۽ اهڙيءَ ريت هو سرچي ويندا هئا. رات
ٿيندي هئي ته ٻئي اچي ماسيءَ جو پاسو وٺندا هئا.
”ماسي آکاڻي ٻڌاءِ.“
ماڻس ته سنجهي جو ئي سمهي پوندي هئي. ماسيءَ کي
موندو هو سنڌن جو سور، نند ايندي ڪانه هيس. سو وقت
ڪاٽڻ لاءِ هنن کي آکاڻي ٻڌائڻ شروع ڪندي هئي.
”ابا، هڪڙو هو بادشاهه، بادشاهه پاڻ الله، پر هو زمين
جي ٽڪري جو بادشاهه“
ماسيءَ جي هر آکاڻي ائين شروع ٿيندي ۽ هر آکاڻيءَ
۾ گلن کان ملڪي شهزاديءَ کي ديو ڪٺي وڃي کوهه ۾
قيد ڪندو هو. شهزادا ڏونگر ڏاري، شهزاديءَ تائين پهچندا

هئا، ڪي پنڌ پهڻ تي ويندا هئا ۽ ڪي ڪوٽ ڪيرائي شهزاديءَ کي واپس وٺي ايندا هئا. ڪيترين نه پرائيون هيون اهي آکاڻيون، پر ڪيترين نه سچيون. اڄ به گلن کان هلڪيون شهزاديون ڪولن ۾ قيد هيون. انهن آکاڻين ۽ اڄوڪين حقيقتن ۾ فرق رکو ايترو هو ته اڄ ڪو به شهزادو ڪوٽ ڪيرائي نٿي سگهيو. سڀ شهزادا پنڌ پهڻ هئا.

ٽانگي واري لغام کي هلڪي سٽ ڏني، گهوڙي وک وڌائي ڇڏي. گهنگهرن ۽ سنبن جا آواز تيز ٿي ويا.

هڪ پيري هو مئترڪ جو امتحان ڏيئي ماءُ سان گڏ ماسيءَ سان ملڻ لاءِ آيو هو ۽ الائي ڪهڙيءَ ڳالهه تان ڪاوڙجي هن عائشه کي چنبڙن کان جهليو هو. عائشه جون اکيون جهڪي ويون هيون ۽ هن سندس هٿ هٽائيندي، جهيڻي آواز ۾ چيو هو، ”ڇڏ نه امان نه ڏسي وٺي.“

هن چرڪ پري عائشه ڏانهن ڏٺو هو. عائشه جا ڳاڙها ڳاڙها ڳل ٽانڊن جيان ٻري پيا هئا، سندس اکيون ڪنهن انڌ اکي بوجهه کان جهڪي آيون هيون. ان گهڙيءَ هنکي خبر پئي هئي ته هنجي سامهون ويٺل عائشه اها عائشه نه هئي، جنهن سان گوڏو گوڏي ۾ ملائي هو آڌيءَ رات تائين ماسيءَ کان آکاڻيون ٻڌندو هو، جنهن سان هو وڙهندو ۽ ٻرچندو هو. ان هڪ گهڙيءَ ۾ هوءَ آلي واڌگر پڙڪو ڏيئي اُپري آئي هئي. اچانڪ ڏيئي هوءَ نند پڻ جون حدون ٽپي آئي هئي. هنجي ٻرندڙ ڳلن ۽ جهڪيل اکين کي ڏسي اوچتو ئي اوچتو هنجي وجود ۾ هڪڙو سورج طلوع ٿي ويو،

جنهنجي گرم گرم ڪرڻن سندس شريانن ۾ ڊوڙندڙ خون کي اڀاري ڇڏيو. دل هڪ نئين رفتار سان ڌڙڪڻ لڳس ۽ هو پنهنجو پاڻ کان هراسجي آٿي ڪڙو ٿيو ۽ تکيون تکيون وکون کڻندو ٻاهر هليو ويو. سارو ڏينهن هو پري پري ٻنين ۽ جهنگن ۾ رلندو رهيو. ان ڏينهن هنکي وڻ ٽڻ، پکين جي لات سج جي گرم گرم ڪرڻن جو ڇهاءُ سڀ ڪجهه بدليل ٿي لڳو. ڄڻ ساري ڪائنات اگهور ننڊ مان ڇرڪ ڀري جاڳي پئي هئي.

رشيد کي زندگيءَ ۾ پهريون دفعو خبر پئي هئي تہ عائشہ ۽ هنجي وچ ۾ وڏيون وڇوتيون اچي ويون هيون. ماسيءَ جي حويلي تمام وڏي هئي. ايتري وڏي جو انجي ديوارن آڏو هو ڪين جهڙو هو. هنجي ماءُ حيدرآباد کان ڪوہ لتاڙي ماسيءَ سان ملڻ ايندي هئي، پر ماسي ۽ عائشہ ڪڏهن بہ هنن جي گهر نہ آيون هيون. شايد انڪري جو هنن جو گهر ماسيءَ جي حويليءَ جيڏو نہ هو ۽ — ٻي هنن وٽ ماسيءَ جيڏا نوڪر چاڪر هئا. يا شايد انڪري جو هنجي ماءُ رن زال هئي. هو يتيم هو. ڪو ڪٽنب ڪمائڻ وارو ڪونہ هو. ماسي هنن کي آن پان، ڪپڙو لٽو ۽ پئسا ڏوڪڙ ڏيندي هئي. هو ماسيءَ جا محتاج هئا. انڪري ئي ماسي هنن وٽ نہ ايندي هئي. هن پنهجي ماءُ کان پڇيو، "امان، ماسي ۽ عائشہ اسانجي گهر ڇو ڪونہ ايندون آهن؟"

"ابا، تنهنجي ماسڙ جي خاندان جون عورتون حويليءَ کان ٻاهر ڪونہ نڪرنديون آهن."

جي ماسي جن ٻاهر نه نڪرنديون آهن ته پوءِ هنجي ماءُ ڇو هر روز ماسيءَ جن وٽ ٻڪي ٻيٺي هوندي هئي؟ هو گهر موٽيو ته هنجي هينئڙي جي چوڪٺي ۾ جهڪيل نيڻ ۽ ٿانئن جيان پرندڙ ڳلن واري مورت مڙهيل هئي ۽ ذهن ۾ ڪيئي سوال اڀري رهيا هئا.

حيدرآباد اچي هن ٻيچ ڊڪ ڪري هڪڙي معمولي نوڪري هٿ ڪئي ۽ ڏينهن رات هڪ ڪري پڙهڻ کي لڳي ويو. آخر ايم. اي.پاس ڪري ورتائين ۽ هڪڙي خانگي ڪاليج ۾ وڃي ليڪچرار ٿيو. هڪڙي ڏينهن ماڻس چيس، ”ابا هينئر جڏهن ساڻ ڪنهن ڪمائڻ وارو ٿيو آهين، سان ٻيءَ اچي قبر پيڙي تي آهيان. تنهنجا موڙ ڏسڻ جي آس اٿم.“

موٽڻ جي ڳالهي ساڻ هن جون اکيون جهڪي پنهنجي هينئڙي جي چوڪٺي ۾ مڙهيل تصوير تي وڃي کتيون ۽ ڪنهن جهيڻي آواز ۾ سندس ڪن ۾ چيو، ’چڏ ته امان نه ڏسي وٺي.‘

”امان، جي هڪڙي هنڌان شادي ڪرائين ته اڄ ئي ڪيان.“

”ابا، ڪٿان ڪرڻ تو چاهين؟“

”امان ماسيءَ وارن وٽان.“

پٽ جي ڳالهه ٻڌي ماءُ وسمي ۾ پئجي وئي.

”ڇو امان، مان ٿي وٺين؟“

”پٽ ماسنهن جن وٽان سنگ ٿئي ته منهنجون اکيون ٺنڊيون، پر هو ڏيندا ڪونه.“

”چو ڪون ڏيندا؟.“

”ابا، تنهنجي ماسي وارا پنهنجي ذات کان ٻاهر سڱ ڪونہ ڏيندا آهن.“

”پر امان، اسان ڪو ڏاڍيا ٺوريڻي آهيون. اسان بہ تہ هنن جا پنهنجا آهيون.“

”پنهنجا تہ آهيون پٽ، پر هو ٻي ذات وارا آهن اسين ٻي ذات وارا آهيون. هو رکو اسانجي ذات وارن کان سنگ وٺندا آهن ڏيندا ڪونهن.“

”امان تون چئي تہ ڏسين. هينئر زمانو بدلجي ويو آهي. اڄڪلهہ ماڻهو ذات کي نٿا ڏسن، پر تعليم کي ٿا ڏسن، وڏي ڳالهہ تہ ماسڙ ڪوچڪ زميندار ٺوريڻي آهي. هو پاڻ پڙهيل آهي. تعليم جو قدر اٿس. هو ٺوريڻي انهن اجاين رسمن کي مڃيندو هوندو.“

ماڻس بہ هنجي چوڻ تي ڪٺي رواني ٿي. پيءُ سان صلاح ڪيائين پيءُ چيس، ”ڏينده ڪونہ، اجايو تي پنهنجو وات وڃائين.“ پر ٻڪل پير کي هرڪو پٽر هلي، سو هن بہ رئيس کي حويلي ۾ سڏايو ۽ ڳالهہ مٿان ڳالهہ ڪڍيائين عائشہ جي سڱ جي. رئيس جي تہ ڄڻ پڳ اچي پٽ پئي. باه تي ويو. ”ماڻي ڀريون پنهنجي حيثيت سڃاڻ، پوءِ اهڙا وڏ واتان ڪڍ. پيٺيان منهنجي ٽڪرن تي پلجي، منهنجي ئي پڳ ۾ ٿا هٿ وجهو.“ رئيس اهڙي تہ جهڙوٽي لاٿس جو برقعو چنبڙي ڪٺي مٿي تي رکيائين. لڙڪ جهل ئي نہ ڏينس. موٽي آئي تہ پٽ کي ڏسڻ سان اچي اوڇنگارن ۾ چڙهي،

پاراتا ڏيندي چيائين، ”ابا شل نہ اهڙي پرٽي پوي‌ٿي جو ماڻ جـي هن عمر ۾ بي عزتي ڪرائي اٿيئي.“ ۽ پوءِ سربستي ڳالهہ ڪري ٻڌايائينس. ماڻ جي ڳالهہ ٻڌي هو ٻاهہ تـي ويو پر ڪجهہ بہ ڪري نہ سگهيو. ايترو سو ڪيائين جو وري ماسيءَ جي چائنٽ نہ ٿيو ۽ نہ ماڻ کي ڪڏهن ڇڏيائين.

ماسڙ جي ڪنهن ڏاڍي جيان ڳاٽ اوچو ڪري ٻيٺل حويليءَ سان هن گهٽوٽي سينو سهايو پر ڪجهہ بہ ڪري نہ سگهيو. ٽي دفعا سي-ايس-پي جو امتحان ڏنائين. هڪ دفعو فيل ٿي پيو ۽ ٻہ دفعا پاس تہ ٿيو ، پر نمبر اهڙو آيس جـو نوڪريءَ ۾ کڄي نہ سگهيو. پوءِ ساڻو ٿي پيو. سڀ ڪجهہ هارائي بازي اونڌي ڪري ڇڏيائين ۽ دنيا کي تياڳي ذهني رهبانيت اختيار ڪيائين ۽ ڪتابن ۾ پناهہ ورتائين. پهرين هن تاريخ پڙهڻ شروع ڪئي. پر ڪيس تاريخ وڏو ڪوس گهر لڳي، جنهن ۾ انساني رت ۽ انساني ڳريل سڙيل ماس جي ڏپ ۾ سندس ساهہ ٻوساٽجڻ لڳو. يڪدم تاريخ کـي ڦٽو ڪري هن ادب ۽ شاعريءَ ۾ پناهہ ورتـي هـن يورپ کان پنهنجو ذهني سفر شروع ڪيو ۽ ايشيا لتاڙي هو شاهہ سائين جي ڪاڪ ڪنڌيءَ اچي ٻيٺو، جتي هن سون ورنن سوڍين کي روپي رانديون ڪندي ڏٺو. ان ساري ذهني سفر کـان پوءِ هو ان نتيجي تي اچي پهتو تہ زندگي ڏاڍي بي معنيٰ ۽ بي مقصد آهي. شڪسپيئر جي چوڻي تہ زندگي ديواني جو خواب آهي، بي‌وقوف جي ٻڌايل ڪهاڻي آهي. اجائي ۽ بي معنيٰ! ڏالسناءَ سچ چيو هو تہ زندگيءَ جي سموري هڃهڃان

جو انجام صرف ھِہ وال زمين آهي جنهن ۾ ڪيس دفن ڪيو
ويندو. ھِہ وال زمين ۽ ھِہ وال ڪفن جو ڪپڙو ئي تہ زندگيءَ
جي حاصلات آهي. موت اهڙو دروازو آهي جنهن مان لنگهي
انسان ابدي سڪون ۽ ازلي سونهن سان همڪنار ٿئي ٿو.
جڏهن زندگي بي معنيٰ آهي تہ پوءِ هيءَ هچ هچان ڇا لاءِ؟

ڏهہ ٻارهن سال گذري ويا ان وچ ۾ عائشہ جي شادي
ٿي ۽ هوءَ بيوه بہ ٿي، پر هنڪي ڪو ڏک ڪونہ ٿيو.
سڀ ڏک ۽ سک عارضي آهن. ۽ هو انهن عارضي ڏکن سکن
کان نرواڻ حاصل ڪري چڪو هو.

هڪڙي ڏينهن ماسيءَ جو خط آيو تہ هوءَ سخت بيمار
هئي ۽ مرڻ کان اڳ پنهنجي ڀيڻ ۽ ڀائيجي جو منهن ڏسڻ
ٿي چاهيائين. ٻہ ڏينهن مس گذريا تہ ماسيءَ جو ٻيو خط آيو.
لکيو هئائين ”ٽيهين ساه نہ نڪرندم جيسين پنهنجا اباڻا
اکين نہ ڏسندس.“ ماڻس تہ ڀيڻ جي بيماريءَ جو ٻڌي روئڻ
لڳي هنجي هانوَ کي بہ جهٽڪو اچي ويو ۽ هو سڀ ويچا
وساري ڀويون ٻالهيون ٻنيءَ پويان اڇلائي ماءُ کي وٺي
ماسيءَ سان ملڻ لاءِ روانو ٿيو. اڄ هو ڏهن پندرهن سالن
کانپوءِ ماسيءَ جي ڳوٺ وڃي رهيو هو.

گهوڙي هڻڪار ڪئي تہ ساري ڪائنات ڪنبي وئي.
هن ڇرڪ ڀري سامهون نهاريو. سامهون ماسڙ جي باغ جا
وڻ نظر اچي رهيا هئا. گهوڙو ڀڪي تان لهي ڪچي ۾ هلڻ
لڳو ۽ پوءِ اجڙيل مڙهي ۽ مسجد کان ٿيندو حويليءَ جي

در تي اچي بيٺو. هو ٽانگي تان لٿو ۽ سهارو ڏيئي ماءُ کي لاٿائين. جيئن ئي اڳ ۾ پير پاتائون ته ماسي هن کي ڏسي ڪٿي ڪٽ تان ٽپو ڏنو. ”اڙي منهنجا اباڻا اچي ويا، اڙي الله مارو ملايم.“ ۽ جيئن ئي اتساه سان هن وک اڳتي وڌائي ته ڦيراٽي کائي اچي پٽ تي ڦهڪو ڪيائين. رشيد ماءُ ڏانهن ڪري ڊوڙي وڃي مٿان ڪريس ۽ ڀاڪر ۾ پري آڻارڻ لڳس، پر ماسي هجي ته اٿي، ساه جو پکيئڙو ته پڃرو خالي ڇڏي عرش تي اڏامي ويو هو.

هنجي اک کلي ته ٻانگ جا آواز سندس ڪن پيا. هو چپ چاپ کٽ تي ليٽي آواز ٻڌڻ لڳو. ٻانگ جا ٻول فضا ۾ ترڻ لڳا. جهڙا پاڻيءَ ۾ هنج! پوءِ هوريان هوريان فضا ۾ جذب ٿي ويا. ٿوري دير لاءِ هر طرف سانت ڇانئجي وئي ۽ پوءِ چڻ سانت ساه کڻڻ لڳي ڪائنات جهونگارڻ لڳي. پر واري وڻ جي ٽاريءَ تي ڪنهن جهنگلي پکيءَ لات لنوڻ شروع ڪئي. هيٺ پر واري وٿاڻ ۾ ڪاڪي رمونءَ مينهن ٿي ڏڏي ۽ ٻالٽيءَ ۾ پونڊڙ کير جي گوهن جو آواز ٿي آيو، پريان ڪان بيل گاڏين جو رينڪٽ ۽ انن جي چڙن جا آواز ٿي آيا. ’چوڌاري چڙا ٻڙن ٻيلاين جا‘ ڪائنات جا هي سيپئي آهنگ ۽ آهنون الائي ڪهڙي ٻيلائي جا چڙا ٻري رهيا آهن!؟

ماسيءَ کي فوت ٿئي اڄ ٻه مهينا ٿي ويا هئا، پر اڄ ٻه

سارو ماحول ماتمي هو. ماڻس ۽ عائشه روئي روئي هڄ ٿي پيون هيون. ٿوري دير ماٺ ٿي ڪيائون ته وري ماسيءَ جي ڪا ڳالهه هانءَ تي تري ٿي آئين. وري اهي لڙڪ، سڏڪا ۽ اوڇنگارون. هاڻي روئڻ سان ڇا ورندو، موت جا مسافر واپس ٿوريئي ورندا آهن، زندگي ته ديواني جو خواب آهي، جهٽ پلڪ لاءِ اک ٻوٽي، ڏکن سکن، رشتن ناتن جا خواب ڏٺا ۽ پوءِ اک کلي ته موت سامهون بيٺو آهي. زندگيءَ جي ازلي ۽ ابدي حقيقت! روح جو ساٿيهه ته موت کانپوءِ ئي شروع ٿئي ٿو هتي ته روح جهڙو پڃري ۾ پکي. پر جڏهين پکي پڃرو ڇڏي اڏامي ٿو وڃي، اک ڇنڀ جي ننڊ پوري ٿي وڃي، تڏهن لڙڪن جا بند ڇو ٽٽي ٿا پون. هن جذبن هاڻي ڀاڻ وهيئي دل کي ڪير سمجهائي!

هنڪي هتي آئي ٻه مهينا ٿي ويا هئا، پر ان عرصي ۾ هن هڪ دفعو به عائشه کي کونه ڏٺو هو. پهرين ڏينهن جڏهين ماسي اوچتو ڦيراڻي ڪائي ڪري پئي هئي، تڏهن عائشه دانهن ڪري اچي ماءَ جي مٿان ڪري هئي، پر تڏهن به هن عائشه کي کونه ڏٺو هو. هن حويليءَ ۾ پير پائڻ سان اکيون جهڪائي ڇڏيون هيون ۽ ماسيءَ کي پاڪر ۾ کڻي، کٽ تي ليٽائي هو جهڪيل نيڻن مان لڙڪ ڳاڙيندو ٻاهر نڪري ويو هو ۽ اوطاق ۾ رئيس سان ماسيءَ جي وفات جي ڳالهه ڪئي هئائين. پوءِ ته حويليءَ ۾ مهمان اچي مڙيا هئا ۽ هو اوطاق جي مٿئين حصي ۾ رهڻ لڳو هو.

عائشه جي شادي سندس سوٽ سان ٿي هئي. رئيس کي

پٽ جو اولاد ڪونہ هو. پاڻيٽي کي ڏيءُ جو سڳ ڏيٺي ڪيس ڳهر- ڇاڙو ٻڌايو هئائين. عائشہ جي هٿن ۾ پهرن جي ترين تان اڃا ميندي ءُ جو رنگ بہ جهڪو ڪونہ ٿيو، اڃان سندس بدن مان سهاڳ جي سڳنڌ بہ نہ اڏائي جو مڙس جي جيپ اٿلي پئي ۽ هو مري ويو. ويچاري ماسيءُ کي پنهنجا ڏک ٿورا هئا جو قدرت ڏيءُ جي ڏهاڳ جو ڏک بہ ڏيئي ڇڏيس. شادي ڪري جهڙن حويليءَ ۾ پير پاتو هئائين تہ وري پنهنجا اباڻا ڪک ڏسڻ نصيب نہ ٿيا هيس. شروعاتي ڏينهن ۾ رئيس گهڻو خيال رکندو هيس، پر پوءِ جهڙي پيرن مان لٿل جتي. ويچاري ماسيءُ ساري ڄمار رڳا ڏک ڏٺا زندگي آهي بہ تہ ڏکن جي ماٽر. هرڪو انسان زندگيءُ جي سولي ڪلهن تي کڻي چنگهندو، ڪندن ۾ پير پٿون ڪندو، موت جو سفر ڪندو ٿو رهي، ۽ پوءِ جڏهن موت جي منزل تي پهچي ٿو تڏهن سٽ ڏيئي ان سوليءَ کي لاهي ڦٽو ٿو ڪري. پوءِ تہ سڪ ئي سڪ آهي. چڱو ٿيو جو ماسيءَ جو سفر جلد پورو ٿيو. نہ تہ اڃا الائي ڪهڙا ڪهڙا ڏک ڏسڻا پونس ها... هينئر آسمان ۾ افق وٽ هلڪي هلڪي جهڙ ۾ شفق جا رنگ اوتجي ويا هئا. ڪنهن اڻ ڏٺل رنگريز هلڪي هلڪي جهڙ ۾ چٽسالي ڪري ڇڏي هئي. ۽ شفق جا رنگ شاهہ جي بيت جيان لڙي پيا هئا. ائين آهن انگيا، جڻ سي چنيءَ چٽ.

هو جڏهن هتي آيو هو تہ هتان جي آهسہ خرام ۾

پرسڪون زندگيءَ کي ڏسي هن سوچيو هو: شهرجي زندگي ٻه ڪا زندگي آهي. دونهاٽيل دليون. ڪوڙ سان ڪوڙهيل روح. ننڍ جي ڪورين جي ڪوڙي ننڊ ۽ ڪوڙا سپنا. پر ڳوٺ جي زندگي ته جيئرو جاڳندو سپنو آهي. ننڍا ڪڙي ۽ آهسته خرام زندگي. ڇڻ ڪا جذبن ۾ چور جوانڙي ننڍ جي ڪيپ ۾ ٽلي رهي هجي. هر طرف سڪ، سانت ۽ سڪون. ڳوٺ کان ٻاهر پيروڪس جي هڪڙي پاسي ساوا ساوا ڪيت جهڙا شاه جا بيت. ٻئي پاسي تلاءُ ۾ بيٺل ڪنول جهڙا ڪنوارا هانءَ.

هڪڙي ڪڪائين هوٽل ۾ ڳوٺاڻا لاهليٽ ۽ چانهن پي رهيا هئا ۽ چندر ۽ جيوٽيءَ جا گنل ۽ پراڻا رڪارڊ ٻڌي رهيا هئا. هڪڙو ڳوٺاڻو پنهنجي ٻيل گاڏيءَ جي سرائي گهڙي رهيو هو ۽ جهونگاري رهيو هو. ڪيتري نه خوشحالي ۽ قناعت! ننڍڙيون ننڍڙيون خوشيون.... پر ٿورا ڏينهن مس گذريا ته هو زندگيءَ جي ان آهسته خرامي ۽ سڪون کان بيزار ٿيڻ لڳو. وقت ته گذريو ٿي نٿي. سج آسمان ۾ اٽڪي بيهي رهندو هو ۽ سارو ڏينهن ڌرتيءَ تي ٻاهه جا آلا ۽ لُڪن جا لَڪڻ وسائيندو هو. رات ٿيندي هئي ته وري گُهٽ شروع ٿيندي هئي. ڏيڏرن جي ٽان ٽان، مڇرن جي يون يون. ٻارن جو روج راڙو، ڪتن جو ڀؤنڪاٽ. گرمي، ٻوسٽ ۽ پگهر جي ڌپ! وقت گذارڻ جو ڪو وسيلو نه هو. ساري ڳوٺ ۾ رڳو هڪڙو پڙهيل ماڻهو هو، جنهن سان هو ڳالهائي سگهندو هو. اهو هو هتان جو سنڌي ماستر، هن

زندگيءَ ۾ پهريون ماستر ڏٺو هو جيڪو پنهنجي سماجي رتبي کان شرمسار نه هو. اڳيان پنيان ڪو هوس ڪونه، ماڻي رئيس وٽ کائيندو هو. جيڪو پگهار ملندو هوس انجا ڪتاب وٺي ايندو هو. هنجي اڳين ۾ عجيب اوجاڳا هئا. زندگيءَ الائي ڪهڙا ڏک ڏنا هوس، جو سندس اکيون ننڊ ۾ سپنن لاءِ سڪنديون هيون. هنجي ڳالهين ۾ اهڙي ڪڙاڻ هئي، جيڪا گهٽو ڪري انهن ماڻهن جي زبان ۾ اچي ويندي آهي جيڪي زندگيءَ ۾ ڪو اوچو مقام ماڻڻ جا خواب ڏسندا آهن ۽ پوءِ هار کائي گمناميءَ جي زندگي گذاريندا آهن. ماستر جون ڳالهيون هنکي اصل ڪونه وڻنديون هيون. جي هو حيدرآباد ۾ هجي ها ته شايد هن سان ڳالهائي به ڪونه ها. پر هتي هو سارو ڏينهن ماستر جون ڳالهيون ٻڌندو هو ۽ سندس ذهني ننڌڙائيءَ تي دل ئي دل ۾ کلندو هو. هڪڙي ڏينهن ماستر چيو، ”مان ماستر آهيان، پر سچ پچو ته تعليم جي خلاف آهيان. ڪاموراشاهي، غلاميءَ جو حرامي ٻار آهي ۽ اسان وڏا وڏا اسڪول، ڪاليج ۽ يونيورسٽيون قائم ڪري ان حرامي ٻار کي پالي نپائي کيس نت نون ۽ زهريلن هٿيارن سان هٿياربندي ڪري رهيا آهيون. اسان جڏهن پنهنجو رت ست ڏيئي ٻار کي پڙهائيندا آهيون ۽ ٻار پڙهي عملي زندگيءَ ۾ پير رکندو آهي تـه اسين ڏاڍا خوش ٿيندا آهيون. هڪ ته انڪري جو ٻار پنهنجي پيرن تي بيٺو ۽ هينئر نه رکو هو پنهنجو بار پاڻ کڻي سگهندو، پر اسانجو به ڪجهه بار هلڪو ڪرائيندو ۽ ٻيو انڪري خوش

ٿيندا آهيون ته قوم جي هڪڙي فرد کي پڙهائي، مهذب ۽ سٺو شهري بڻائي اسان قوم جي خدمت ڪئي. پر اها خوشي ڪيڏو نه وڏو ڪوڙ ۽ خود فريبي آهي. ڇاڪاڻ ته اسانکي خبر آهي ته اسان ٻار کي پڙهائي قوم جي خدمت نه ڪئي، پر هڪڙو ٻيو ڪامورو پيدا ڪيو، جيڪو اسانجي غريب ۽ ڏتڙيل عوام جو رت چوسيندو، پنهنجي بوٽ جي ڪڙين سان هنن کي چيپاتيندو. سچ پڇو تہ جڏهن مان ڪنهن ڪاموري کي آڪڙ ۾ ڪڙيون ڪڙڪائي گهمندو ڏسندو آهيان تڏهن مونکي هنجي بوٽ جي ڪڙين جي ڪڙڪي مان الائي ڪهڙن مظلومن جون دانهون ٻڌڻ ۾ ايندڙيون آهن.“

ماستر جي ڳالهه ٻڌي هو ڪلي ويٺو ۽ چيائين، ”ماستر صاحب اوهانجو مطلب آهي ته اسان پنهنجي ساري قوم کي جاهل رکون ۽ انسان جيڪو تاريخ جا هيڏا ظلم سهي مس مس مهذب ٿيو آهي، تنهنکي وحشي بنائي ڇڏيون.“

”منهنجو مطلب اهو نه آهي“، ماستر ورائيو، ”منهنجو مطلب صرف اهو آهي ته قوم جي ٻارن کي تعليم ڏيارڻ کان اڳ ملڪ مان پئسي جي ڳوهه کي ختم ڪيو. ٻورهي ۽ ٻورهيت جو احترام ڪريو تعليم جي سرشتي کي ٽوئي ٻوئي اڇو آجرو ڪيو ماسترن جي هٿن مان لڪڻ ڪسي مشعلون ڏيو ۽ پنهنجي ٻارن کي اسڪول موڪليو. باقي رهي مهذب انسان جي ڳالهه، ان لاءِ عرض ڪندس ته انسان مهذب ڪونه ٿيو آهي پر پاڻ وڌيڪ وحشي ٿي پيو آهي. اوائلي زماني ۾ هو پنهنجي وحشت جو اظهار لٺ بائي،

ڪهاڙي ۽ ترار سان ڪندو هو، پر هينئر هو پنهنجي وحشت جو اظهار ائٽم بم سان ٿو ڪري.“

”ادا ٿون ۽ مان وچولي ذهن ۽ محدود قوتن جا مالڪ آهيون. انڪري تنهنجا ۽ منهنجا خيال بين جي خيالن ۽ نظرين جا پڙاڏا آهن. تون ۽ مان حواس جي زندگي تـا گذاريون ۽ حواس انڌا، ٻوڙا، گونگا ۽ ڪوڙا آهـن. ٻڌاءِ اسانجا ڪيترا جذبا آهن، جنجي اظهار کان اسانجي زبان عاجز آهي. هن ڪائنات جا ڪيترا منڙا آواز ۽ رنگ آهن جيڪي اسانجا انڌا ۽ ٻوڙا حواس ٻڌي ۽ ڏسي نٿا سگهن. اسان مان ڪو ڪو انسان حواسن جون حدون لتاڙي، اهو جمالياتي تجربو حاصل ڪري سگهندو آهي، جنهن مان ’ان الحق‘ ۽ توريت جي آيت ’راڳن جو راڳ‘ جا ’سر ڦٽندا آهن. پر تون ۽ مان اها ڳالهه ڪڏهين بـه سمجهي نـه سگهنداسين. انڪري جـو اسان ڏاڍا معمولي، ننڍا ۽ حواسن جـا غلام آهيون.“

”مونکي انهن ماڻهن لاءِ احترام آهي، جيڪي حواسن جون حدون لتاڙي سگهندا آهن. پر مونکي انهن معمولي، ننڍڙن، غير اهم ۽ حواسن جي غلام پورهيتن لاءِ بہ احترام آهي، جنجي پورهي تي پلجي هو ان لائق تـي سگهندا آهن جو حواسن جون حدون لتاڙي سگهن.“

”نعري بازي!“ رشيد ٺوڪ زنيءَ سان ڪلندي چيو، ”اها نعري بازي اسانجي پروپيگنڊا واري دور جو سڀ کان وڏو فيشن آهي.“

”اوهان منهنجي ذهن جي نئڙپ ۾ تي تنقيدي ڪري سگهو ٿا. انڪري جو اوهان ڪڏهن به عام ماڻهن جي سطح تي لهي زندگيءَ جا عذاب ڪونه سٺا آهن. اوهان ڏاهپ جا وڏا وڏا ڪتاب پڙهي پنهنجي حواسن، ذهن ۽ روح جي تهذيب ڪرڻ ۾ ايترا ته مصروف آهيو، جو اوهان ڪڏهن سوچيو به ڪونهي ته اوهانجي اردگرد رهندڙ عام ماڻهو ڪيئن ٿا جيئن ۽ جيئڻ لاءِ ڪهڙا ڪهڙا جتن ٿا ڪن ۽ جيڪڏهن ڪو مون جهڙي نئڙي ذهن وارو ماڻهو اوهانجو ان طرف ڌيان ٿو ڇڪائي ته اوهان طنزيه مرڪ سان انڪي نعري بازي ٿا سڏيو. اهو انڪري آهي، جو اوهين پنهنجي ذهن جا طاق بند ڪري ويٺا آهيو ۽ رومن ۾ بليڪ آئوٽ ڪري ڇڏيو اٿو. سچ پچ جي هڪ وار اوهانجي ذهن جو ڪو طاق پٽجي وڃي ۽ اوهين زندگيءَ ڪي سندس سموري ڏاڍ ۽ ڏمڪاءَ سميت ڏسي وٺو ته جيڪر ڏاهپ جا سمورا ڪتاب ساڙي ڇڏيو ڇاڪاڻ ته اهي سيئي ڪتاب عام ماڻهوءَ جي اڻ ڄاڻائي ۽ ڏکن ڏولاون تي ٺٺوليون آهن.“

رشيد هنکي ڪو جواب نه ڏنو. طنز پري مات ڪئي اختيار ڪيائين. جڏهن ماستر هليو ويو، تڏهن هن سوچيو: ته جي هي ويچارو ماستر، ماستر جي بدران تپيدار يا صوبيدار هجي ها تڏهين هنجي سوچڻ ۽ محسوس ڪرڻ جو اندازو ڪهڙو هجي ها. اڄ به هنکي زندگيءَ جون سموريون سهولتون ڏنيون وڃن، سندس اڻ پوريون ۽ اڇايل تمنائون پوريون ڪيون وڃن تڏهن هنجو عام ماڻهوءَ ڏانهن رويو

ڪِهڙو ٿيندو. هنجو هڪڙو دوست هو، وڏو انقلابي شاعر هو، پر جڏهن دولتمند ٿـي ويو تڏهن اهڙي زندگي گهارڻ لڳو، جيڪا سندس شاعري ۽ نظرين تـي ٺٺولي هئي— ويچارو ماستر!

هڪ دفعي وري ماستر اچـي بحث ۾ چڙيو. سا ڪيون اوڪاچهل ڳالهيون. رشيد چيس، ”ادا تون اڃا رستي ۾ آهين. وڏيڪ پڙهندين ته زندگيءَ کـي سمجهڻ جي منزل ملندهه. زندگي ڏاڍي بي معنيٰ آهي. ڏک سڀ عارضي آهن. زندگي ڏک ۾ به گذري ٿي وڃي تـه سک ۾ به. زندگيءَ جي هر واٽ قبر وٽ وڃي ختم ٿي ٿئي. ٽالسٽاءِ سچ چيو هـو تـه انسان کـي هن دنيا ۾ صرف ٻه وال زمين گهرجي جنهن ۾ کيس دفن ڪري سگهجي.“

”توهان چيخوف پڙهيو آهي. ان ڏينهن مون چيخوف جي ڪهاڻين جو ترجمو پڙهيو هو. هڪڙي ڪهاڻيءَ ۾لکيو اٿئين ته واقعي ٽالسٽاءِ سچ چيو هو تـه انسان کي صرف ٻـه وال زمين گهرجي. پر اها تڏهين جڏهين هو مري وڃي. باقي جيسين انسان جيئرو آهي تيسين هنکي ايتري زمين گهرجي جنهن تي هو گهر اڏائي سگهي، جنهنکي کيڙي هو اناج اپائي سگهي، جنهن تي اسپتال ۽ اسڪول تعمير ٿي سگهن. انسان کي ٻه وال زمين نـه پر هي پورو ملڪ، پوري ڌرتي ۽ پوري ڪائنات گهرجي.“

”انسان کي پوري ڪائنات ڏيارڻ لاءِ تون ڇا ڪري رهيو آهين؟“ رشيد مذاق اڏائيندي پڇيس.

"ڪجهه نه، مان ڪري به ڇا ٿو سگهان. مان رڳو
ٻارن کي اهڙي تعليم ڏيئي رهيو آهيان جنهنجو اسڪولي
تعليم ۾ درسي ڪتابن سان ڪو واسطو ڪونهي ۽ ان ڏينهن
جو انتظار ڪري رهيو آهيان، جڏهن اسانجو ڪونه ڪو
نسل، هٿن ۾ مشعلون کڻي، جهومندو، نچندو، ڪڏندو ايندو.
سندن مشعلن سان سارو جهان روشن ٿي ويندو ۽ جتي جتي
اسانجا لڙڪ ڪريا آهن اُتان اُتان ڪنٺهار ڪڙندا."

ڪڙي ڏينهن هنجي اک دير سان کلي. اٿيو ته طبيعت
موڳي هوس. ڪنهن شيءِ ۾ دل ڪانه ٿـي لڳس. ڪتاب
پڙهڻ ويٺو ته ڪتاب ۾ به دل ڪانه لڳس. اکيون بند ڪري
وري سمهڻ جي ڪوشش ڪيائين، پر ننڊ جو ته وقت ئي
ڪونه هو. گهڙي ڏٺائين، ٻارهن ٿي ويا هئا. سوچيائين ته
اسڪول ۾ وڃي ماستر سان به چار ڳالهيون ڪريان پر پوءِ
خيال مٽائي ڇڏيائين ۽ چنگهون سهائڻ لاءِ پريان واري واهه
جو رخ ڪيائين. اڄ گرمي به گرمي هئي، پر ته به هو واهه
جي ڪڙ ڏانهن روانو ٿيو. ڳوٺ کان ٿورو ٻاهر پهتو ته پريان
عورتن ۽ مڙدن کي رونبو ڪندي ڏٺائين. مٿان سج جي ٻاهه،
هيٺان ڪوسو پاڻي، لونءِ لونءِ لهسائيندڙ لُڪ. سند سند
سائنس ڪندڙ پورهيو. ڪاريون، ڪوجهيون ۽ گدليون
عورتون، لُڪ ۾ لوسائيل ڪمزور هانيون پر ساهه جي سگهه.
اهڙي جسو ڏونگر ڏاري وجهن. لڙڪندڙ سڪل ڇاتيون،
ٻي ٻولا بدن. هن افسانن ۾ پڙهيو ۽ فلمن ۾ ڏٺو هو ته رونبي

۽ لاباري وقت، ڪلڪ جي سونن سنگن جهڙيون سوڍيون، لوهي لڱن وارن جوانن سان گڏجي گيت ڳائيندڙيون هيون، پاڻياريون چيلهه تي دلا رکي ڊيل جيان ٽلنديون هيون. سندن ڪندن جهڙن جرڪندڙ ڳلن تي پگهر جا ڦڙا اٿين لڳندا هئا، جهڙا ٽانڊن تي ماڪ ڦڙا. نوجوان چنگ وڄائيندا هئا ۽ جوانڙيون ڪاريهر وانگر ڪر کڻي اٿين جهومنديون هيون، جو سندن ڇاتيون ڇلي پونديون هيون. پر هتي ته ڪجهه به ڪونه هو. سڀ ڪوڙ. دنيا جي ساري جمالياتي شاعري هنن پورهيت عورتن جي بدصورتيءَ آڏو ڪيتري نه بي معنيٰ هئي. ڇا اڄ تائين ڪو اهڙو ڪاليداس پيدا نه ٿيو آهي جنهن هنن ڪارن ڪوجهن ۽ پورهيت شڪنتلائن جا ڊراما لکيا هجن!

هو اُس ۾ سڙندو اچي واهه جي ڪپر تي ويٺو. سارو بدن پگهر ۾ شم ٿي ويس. واهه جي ٻنهي ڪنارن تي ٽاري ۽ سرهن جا ساوا ساوا ۽ گهاٽا وڻ بيٺا هئا، جنجي ٿڌي ڇانوَ هنجي سَنڌ سَنڌ کي سڪون ڏيڻي ڇڏيو ۽ هو ٻئي پير پاڻيءَ ۾ وجهي واهه جي ڪناري تي ويهي رهيو. الائي گهڻي دير تائين ويٺو رهيو. الائي ڇو سندس سارو بدن ٽڪ ۾ لڇي رهيو هو، ڇڻ ڪارن ڪوهن جو سفر ڪري ساٿو تي پيو هو. جڏهن واپس موٽيو ته اوطاق ڏانهن وڃڻ جي بدران سڌو حويلي ڏانهن هليو ويو ۽ ڪمري ۾ کهڙي کٽ تي ليٽي پيو. سندس بدن ٽڪ ۾ چور ٿي پيو هو. سَنڌ سَنڌ ۾ ڇڻ باهه ٿي ٻريس ۽ اکين مان باهه جا آلا تي نڪتس، ”ڇو

ابا طبيعت ته ٺيڪ اٿئي ني؟“ ماڻس پڇيو. هن جواب ڏيڻ چاهيو پر ماٺ ڪيو ويٺو رهيو. ماڻس اچي مٿي تي هٿ رکيس ته ڌانهن نڪري ويس.

”آئي منيس! ٻچڙي جي وين کي ته بخار آهي. عائشه ڏيءَ! ڪا انبڙي گهر ۾ اٿئي. پاڻي کي گهوٽي پياريان. پايان تي پاڻي جي وين کي ڏينهن لڳي ويو آهي.“

ماءُ جو آواز دور ٿيندو ويو ۽ هنجي اکين تي ننڊ جا کيپ چڙهندا ويا. پورا ٻه ڏينهن هو ننڊ ۽ جاڳ واري ڪيفيت جي وچ ۾ لڙڪندو رهيو. جاڳ ۾ ننڊا ڪڙي. جڻ سندس حواس کي ڪوهيڙو وڪوڙي ويو هو ۽ ان ڪوهيڙي ۾ هلڪا هلڪا آواز پيرن ۽ هٿن جي ترين کي هلڪا هلڪا ڇهاءَ ۽ نرڙ تي ٿڌاڻ، سيڪجهه جهڙو خواب. ٿڌل ۽ منجهيل. تارون سڪل، نڙيءَ ۾ ڪنڊا ۽ سارو بدن پگهر ۾ شل. پاڻي! پاڻي!

اڌ رات جو هنجي اک کلي. سامهون نم جو وڏو وڻ جهڙو ڪارو ديت، پر ۾ ويٺو ڪو هنکي پکو هٽي رهيو هو. هو ڪتي هو، هن پنهنجا حواس سنڀاليا ۽ پنهنجي پير ۾ نهاريائين. ’عائشه... !‘ هنجي روح ريه ڪئي ۽ سندس سند سند ۾ صدا ٻڄي گونجڻ لڳي. ’عائشه ... عائشه‘

اڄ ڪيترن صدين، ڪيترن زمانن کانپوءِ هن عائشه کي ڏٺو هو. ان عرصي ۾ هوءَ ڪيتري نه بدلجي وئي هئي. ڇا ته حالت ٿي وئي هيس. جهڙي جهريل مسهت، جنهنجا ڪونگرا ڪري پيا هجن، محراب ڍهي پيا هجن ۽ جنهن ۾

ڪڏهن ڪو نمازي نہ آيو هجي، ڪڏهن ڪنهن ڏيئو نہ ٻاريو هجي. هنجون اکيون عائشہ ۾ کپي ويون ۽ وقت جڻ ساهہ منجهائي بيهي رهيو، ۽ پوءِ وقت وٺي ٻلتي ڊوڙ پاتي. هو ۽ عائشہ راند کيڏي رهيا هئا. گوڏو گوڏي ۾ ملائي ماسيءَ کان آ ڪاٺي ٻڌي رهيا هئا. هڪڙي گلن کان هلڪي شهزادي کي ديو کڻي ويو هو ۽ شهزادو هنکي آزاد ڪرائڻ لاءِ نڪتو هو. هينئر اها گلن کان هلڪي شهزادي هنجي سامهون ويٺي هئي، ۽ هو جنجيرن ۾ جڪڙيل پنڊ پهڻ هو.

"عائشہ!" هنجي چپن مان مرٽينگ آواز نڪتو. جهٽ پلڪ لاءِ جهڪيل پلڪون مٿي کڄيون ۽ وري جهڪي ويون. هن هٿ وڌائي عائشہ جي هٿ کي جهليو ۽ آهستي آهستي چڪي چپن تائين آندو. هٿ ۾ آيل هٿ ڏڪيو، ڪنبيو، ٿڙڪيو ۽ چپن تائين پهچڻ کان اڳ هنجي هٿ مان کسڪي ويو. هن پنهنجو خالي هٿ ڏي کڻي چپن تي رکيو ۽ اکيون ٻوٽيائين تہ لڙڪ سندس اکين مان لڙي پيا.

ٽانگو هڪ ئي رفتار سان پڪي سڙڪ تي ڊوڙندو ٿي ويو. گهوڙي جي سنبن ۽ گهنگهرن جي آواز ڪانسواءِ هر طرف سانت لڳي پئي هئي. اڄ بہ آسمان روشن هو. پر اڄ ستارا سڏڪا ڀري رهيا هئا. سانت سسڪي رهي هئي ۽ وڻ مونن ۾ منهن وجهي روئي رهيا هئا. اڄ هو ماهہ کي وٺي حيدرآباد واپس وڃي رهيو هو. ڪوٽ ۾ گهاريل ڏينهن ڪيئن اک ڇنڀ ۾ گذري ويا. ان رات ڪانپوءِ هن وري عائشہ کي

ڪونه ڏٺو. صبح جو سوير هو اوطاق ۾ اچي رهيو ۽ وري
حويليءَ ۾ پير نه پاتائين. اڄ واپس ورڻ وقت هو ماستر سان
وچي مليو هو.

موڪلائڻ مهل ماستر سان ڀاڪر پائي مليو هو ۽ پوءِ
ماستر جي اوجاڳيل اکين ۾ نهاريو هئائين ته آتي هنکي
ماستر جا خواب لڙڪن ۾ ٻڏل نظر آيا هئا. ماستر کان
موڪلائي هو حويليءَ جي در وٽ اچي بيٺو. ماڻس ماڻهو
موڪلي اندر سڏرايس پر ته به هو اندر نه ويو. آخر ماڻس
عائشه کان موڪلائي لڙڪ اگهندي ٽانگي ۾ اچي ويٺي.
گهنگهرن جو ڇمڪو ٿيو. ٽانگو هليو. مسجد، مڙهي ۽ ماستر
جي باغ کان ٿيندو پڪيءَ سڙڪ تي اچي چڙهيو. هن ڪنڌ
ورائي آخري دفعو ڪوٽ ڏانهن نهاريو. پريان ماستر جي باغ
جا ڪارا ڪارا وڻ نظر اچي رهيا هئا. هنجي ڪنن ۾ آواز
اچڻ لڳا.

’مٺو طوطا ’ڪتي کائيندين.‘ ۽ طوطن جا ٻچا ٽيون....
ٽيون.... ٽيون ڪرڻ لڳا. عائشه خوش ٿي هن ڏانهن نهاريو.
هن هٿ وڌائي عائشه جي هٿ کي جهليو ۽ آهستي آهستي
چڪي چپن تائين آندو هٿ ۾ آيل هٿ ڏڪيو، ڪنبيو ۽
چپن تائين پهچڻ کان اڳ هنجي هٿ مان کسڪي ويو. هن
پنهنجو خالي هٿ ئي کڻي چپن تي رکيو ۽ اکيون ٻوٽي
ڇڏيائين ته ٻه لڙڪ سندس اکين مان لڙي پيا. هو هينئر به
روئي رهيو هو. سندس ماءُ به پيڻ کي ياد ڪري روئي رهي

هئي. ساري ڪائنات ٿڏڪي رهي هئي. هن پنهجوهٽ چپن
ڏان هٽائي لڙڪ اگهيا ۽ سوچيائين: الائي ماستر جو خواب
ڪڏهن پورو ٿيندو ۽ الائي ڪڏهين اسانجي لڙڪن مان
ڪنٺهار ڪڙندا.



# درد جو شهر

هيءَ هڪڙي هوٽل جي ڪهاڻي آهي!

جنهن هوٽل جي سان اوهانکي ڪهاڻي ٻڌائڻ وارو آهيان سو ڪٿي ڪونهي، پر شايد هر هنڌ آهي. شهر جي هر وڏي چوواٽي ۽ هر وڏي رستي تي آهي. اوهين ڪڏهن ڪنهن چوواٽي يا ڪنهن وڏي رستي تان لنگهندي، ڪنڌ کڻي ڏسندا ته اوهانکي هڪڙي عاليشان عمارت نظر ايندي جنهنجي پيشانيءَ تي لکيل هوندو:

'فلاڻو هوٽل. طعام ۽ قيام جو اعليٰ بندوبست.'

ان فلاڻي هوٽل جي دروازي تي هڪڙو فولادي بدن وارو چوڪيدار بيٺل هوندو، جنهنجي مُرڪ جهڙي چپاٽه اوهانکي ڏسي ٻيڻي ٿي ويندي ۽ هو جهڪي، سلام ڪري اوهانکي هوٽل جي مئنيجر وٽ وٺي ويندو. مئنيجر جي صورت سهڻي، وڻندڙ ۽ مهمان نواز هوندي. سندس ڪپڙا اڇا، اُجرا، قيمتي ۽ بيداغ هوندا. اوهانکي ڏسڻ سان هنجي چپن تي مرڪ اچي ويندي. هنجي ان مرڪ کي خوشيءَ جي علامت نه سمجهجو، ڇاڪاڻ ته ڪڏهن نه مرڪ خوشيءَ جو اظهار ڪندي آهي ۽ نه اُتڪ ڏکن جو. جي هنجو هانءُ ڏکن سان ڦٽيو پيو هوندو ته به اوهانکي ڏسي هو ضرور مرڪندو ۽ ڏاڍي نوڙت، نهٺائي ۽ مروت سان اوهان کان پڇندو، "سائين، اوهانکي ڪمرو گهرجي؟"

پر اوهانکي نه ڪمرو گهرجي ۽ نه هنڌ ڪٿولو. چاڪاڻ جو اوهان گهر گهاٽ وارا آهيو ۽ مان بي گهر آهيان. مونکي ڪمري جي به گهرج آهي ته هنڌ ڪٿولي جي به. انڪري مان فلاڻي هوٽل جي ٦٦ نمبر ڪمري ۾ رهندو آهيان ۽ ان ڪمري ۾ ويهي اوهان گهر گهاٽ وارن کي هن فلاڻي هوٽل، هن بي گهرن جي بستيءَ جي ڪهاڻي ٻڌائي رهيو آهيان.

ٻين هوٽلن جيان هن هوٽل جي عمارت به وڏي ۽ عاليشان آهي عمارت جي ٻاهرين حصي ۾ دڪان ٺهيل آهن، جن مان هڪڙو واشنگ واري جو دڪان آهي ۽ هڪڙو حجام جو. واشنگ وارو هوٽل جي رهواسين جا ڪنا ۽ غليظ ڪپڙا ڌوئي اهڙا ته صاف ڪري ڇڏيندو آهي جو انهن جي پهرڻ سان سندن داغدار ۽ غليظ شخصيت به اڇي اجري ٿي پوندي آهي ۽ حجام چڱي ڀلي مسافر جي ائين حجامت لاهي ڇڏيندو آهي، جيئن اسين هڪ ٻئي جي حجامت لاهيندا ۽ مٿا ڪوڙيندا آهيون! هڪڙي دڪان ۾ ڊاڪٽر جي اسپتال آهي جيڪو اسانجي روح جي ڪوڙه ۽ ضمير جي اڌ رنگ کي چٽائڻ جي بدران ننڊ جون گوريون ڏيندو آهي. هڪڙي دڪان ۾ وڏي پوسٽ آفيس جي برانچ آهي، جنهنجي دروازي تي پوسٽ جو ڳاڙهو دٻو لڙڪيل هوندو آهي، جيڪو وڇڙيلن کي پرت جا پيغام پهچائيندو آهي. عمارت جي آخري ڇيڙي وٽ پان واري جي ماڻڊي آهي، جنهن ۾ سارو ڏينهن ريڊيو تي فلمي گانا ۽ ’ايسپرو تي پروسو ڪريو....‘ وغيرا جهڙا

اشتهار نشر ٿيندا رهندا آهن. مانڊڻيءَ جي پير ۾ موچي ويهندو آهي، جيڪو پراڻن بوٽن کي پالش ڪري ائين چمڪائيندو آهي جيئن.... جيئن.... (ڪا تشبيهه ذهن ۾ نٿي اچي) موچيءَ جي پير ۾ هر روز تيل مالش وارا ڇوڪرا اچي ويهندا آهن. هوٽل جي دروازي وٽ هڪڙو چيڙهالي بدن وارو سواتي پٺاڻ چوڪيدار ويٺل هوندو آهي. دروازي سان بلڪل لڳ مئنيجر جي آفيس آهي. هوٽل جو مئنيجر اهڙو ته نازڪ، نفيس ۽ سهڻو آهي جو ڪيس ڏسڻ سان ائين محسوس ٿيندو آهي، ڄڻ ڪا خوبصورت ۽ نازڪ بدن ڇوڪري مڙدانا ڪپڙا پائي ويٺي هجي. هو ڏاڍو شرميلو آهي ۽ هر وقت سندس سنهڙن ۽ سهڻن چپڙن تي شرميلي مرڪ هوندي آهي. ڳالهائڻ مهل ائين شرمائي، ا ڪيون هيٺ ڪري ڳالهائيندو آهي جو چڱن ڀلن صوفين کي معرفت جي منزل جا نشان ملي ويندا آهن. هو هميشه شرمائي، حيا ۾ اکيون هيٺ ڪري صوفي منش مسافرن کان اڌارا پئسا وٺندو آهي ۽ ڪڏهن به موٽائي نه ڏيندو آهي.

مئنيجر جي آفيس کان پوءِ هوٽل جا ڪمرا شروع ٿين ٿا. هر ڪمرو ڪائنات آهي ۽ هر مسافر جيئري جاڳندي ڪهاڻي. هوٽل جا ڪل ڇاهٺ (٦٦) ڪمرا آهن ۽ منهنجو ڪمرو سيني ڪمرن کان ڌار ڇهين ماڙ تي آهي. پر ٻيو ڪمرو ڪونهي. اڪيلو وڏو ڇپر آهي، جيڪو پنجين ماڙ وارن جي ڇت ۽ منهنجي ڪمري جو اڱڻ آهي. ان ڇپر ڪسي چوڌاري ننڍي ڇت جو پلويڙو ڏنل آهي. شام جو

ڪرسيءَ تي ويهي سگريٽ پيئندو آهيان ته ساري هوٽل کي ڏسي سگهندو آهيان. بلنديءَ تان بهي دنيا کي ڏسڻ ۾ بہ عجيب مزو آهي. وڏا وڏا قداور ۽ جانٺا جوان هيٺينءَ ماڙ ۾ گهمندا آهن تہ انهن لڳندو اٿم ڄڻ چامڙا پيا گهمن. ڪمري جون دريون وري اهڙيون آهن جو دريءَ جو هڪڙو طاق بہ پٽيندو آهيان ته ساري هوٽل، هوٽل جي هڪڙي هڪڙي ڪمري ۽ هڪڙي هڪڙي مسافر کي ڏسي سگهندو آهيان. ٻين جي ذاتي زندگيءَ ۾ ليئا پائي هرويرو خاميون ڳوليندو آهيان ۽ ٻين جون خاميون ڏسي پنهنجي خامين جو جواز ملي ويندو اٿم ۽ پنهنجي اخلاقي برتريءَ جو عجيب راحت بخش احساس ٿيندو اٿم. انڪري سارو ڏينهن ٻين مسافرن جي ڪمرن ۾ ليئا پيو پائيندو آهيان. ٻاهرين دنيا ۾ هزارين نقاب پائي گهمندڙ انسان جڏهن پنهنجي ڪمرن ۾ اڪيلا هوندا آهن ۽ پنهنجي نئي آمهون سامهون ٿيندا آهن تڏهن پنهنجو هڪ نقاب لاهي ڪليءَ ۾ ٽنگيندا ويندا آهن ۽ مان سندن اصلي روپ ڏسي ڏڇي ويندو آهيان. اصل ۾ اسان جون اکيون ڪوڙ سان اٽريون تہ هري ويون آهن جو سچ جي صورت ڏسي ڏڇي ويندا آهيون. انهن درين مان ٻيرن کي سڏڻ وارين گهنٽين جا آواز ٻڌي سگهندو آهيان ته ٻيرن کي 'جي صاحب. حاضر صاحب، آيو صاحب' چوندو، بجليءَ تي هلندڙ بوٽن جيان ڀڄندو ڏڪندو، ڏاڪڻيون لهندو چڙهندو بہ ڏسي سگهندو آهيان. ڪڏهن ڪڏهن رات جي پوئين پهر جي ماٺ ڀنل خاموشيءَ ۾ چوڙين جي نغمن،

ٿهڪڙن جي ترنم، رس ۽ ريجهائڻ، هاڻوڪار ۽ ناڪار واريَ ڪيفيتن ۾ ٿيندڙ گفتگو جا هلڪا هلڪا آواز ٻه ٻڌي سگهندو آهيان. ڪڏهن ڪڏهن آڌيءَ رات جوڪو مسافر نشي ۾ بدمست ٿي اوچتوڪنهن ڪمري جو دروازو کوليندو آهي ته.... مان اوهانکي ڪڏهن نه ٻڌائيندس ته دروازو کلڻ ڪانپوءِ مان ڇا ڏسندو آهيان. گهڻا دروازا اهڙا ٿيندا آهن جن جو بند رهڻ ئي بهتر آهي. ڇاڪاڻ ته جڏهن اهي دروازا کلندا آهن ته اکيون به کلي وينديون آهن ۽ جڏهن اکيون کلنديون آهن ته زبان به کلي ويندي آهي ۽ جڏهن زبان کلندي آهي تڏهن....

هن هوٽل ۾ ٽن قسمن جا مسافر رهندا آهن. هڪ اهي جيڪي مون جيان بي گهر آهن ۽ ڪمرن جي ماهوار مسواڙ ڀري رهندا آهن. اهڙن مسافرن کي بي گهريءَ جي ناتي ڀاڻ ۾ اهڙو نه گهڻيڻي ڇڏيو آهي جو سيئي پنهنجو پاڻکي هڪ ئي ڪٽنب جا ڀاتي سمجهندا آهن. ٻيا اهي مسافر آهن جيڪي ڪنهن ڪم ڪار سانگي ڏورانهن هنڌن تان ايندا آهن ۽ هوٽل ۾ ٻه چار راتيون گذاري، ڪم ڪار لاهي واپس هليا ويندا آهن. اهڙن مسافرن کي اسين پنهنجا مهمان سمجهندا آهيون ۽ ساڻن ميزبانن وارو ورتاءُ ڪندا آهيون. ٽيان اهي مسافر آهن، جيڪي صرف عياشيءَ لاءِ ايندا آهن. اهڙن مسافرن ۾ گهڻو ڪري انجنيري کاتي جا ٺيڪيدار، وڏيرا ۽ سرڪاري کاتن جا ڪامورا هوندا آهن. جنکي

پنهنجي ڪامورا شاهيءَ مان حاصل ڪيل دولت جو صحيح استعمال شراب ۽ ڪباب ئي سمجهندو آهي. هو ساري ساري رات شراب پيئندا آهن، چتن ڪتن جيان عورتن جو ماس پٽيندا آهن. هسٽريائي ٽهڪ ڏيندا آهن ۽ رڙيون ڪندا آهن. هنن ڪي ائين ڪندو ڏسي اسان مشرقي تهذيب ۽ اخلاق تي ماتم ڪندا آهيون، ڇاڪاڻ جو اسين ڪامورا نه آهيون ۽ ڪامورا شاهيءَ جون اهڙيون موجون ماڻي نٿا سگهون.

مسافرن جيان بيرن جو گهر گهاٽ به هي هوٽل ئي آهي. سڀئي بيرا هڪڙي وڏي هال ۾ رهندا آهن. سارو ڏينهن گهنٽيءَ جي آواز تي ڏاڪڻيون لهندا چڙهندا آهن ۽ رات جو ٽڪ ۾ ساٿا تي يا ته چرس پيئندا آهن يا تيل مالش ڪرائيندا آهن. هتي هنن جو ڪو گهر گهاٽ ڪونهي، ڪو مٽ مائٽ ڪونهي ۽ ڪا اهڙي نگاه ڪانهي جيڪا سندن انتظار ۾ هر گهڙيءَ در ڏانهن ڪهندي هجي ۽ ڪا اهڙي توتلي زبان ڪانهي جيڪا ڪين گهر ۾ ايندو ڏسي چوندي هجي، 'بابل' اچي ويو بابل' اچي ويو.'

مسافر هنن کي الهه دين جي چراغ وارو ديو سمجهندا آهن، جيڪو گهنٽيءَ کي ڇهڻ سان نروار ٿيندو آهي ۽ هر هڪ گهرج پوري ڪري ڏيندو آهي، هنن جي نگاه ايتري ته تيز آهي جو اوهانکي ڏسڻ سان هو اوهانجي ڪيسي جي حالت، سماجي رتبو، شخصيت جون ڪمزوريون پرکي وٺندا. اوهين ڪهڙا به اڇا ڪپڙا پائي اچو، پر هو هڪ ئي نگاه سان اوهانجي اندر جي ساري ڪارنهن ڏسي وٺندا.

هوٽل کي گهرگهاٽ سمجهي رهڻ وارن مان هڪ ته مان آهيان. مان اوهانکي پنهنجي باري ۾ ٻڌايان. هڪڙو گهرنام ۽ ٻي گهر ليکڪ آهيان ۽ جيئري جاڳندي زندگيءَ کان پڇي پنهنجي ذهن ۾ بن باس اختيار ڪيو اٿم. پنهنجي ٻڌل زندگيءَ جي ڏڙي تي ويهي ڊوڙ ۾ اونڌا سڌا ليکا ڪيندو آهيان ۽ انهن ليکن کي پنهنجي زندگيءَ جي حاصلات سمجهندو آهيان. ڏڪا ٽاپا کائي ايم. اي پاس ڪيم ۽ هينئر هڪڙي خانگي ڪاليج ۾ پڙهائيندو آهيان. پڙهائڻ جو پيشو انڪري اختيارڪونه ڪيو اٿم جو مان ان پيشي کي مقدس ٿو سمجهان، پر انڪري اختيار ڪيو اٿم جو ڪامورو بڻجي نه سگهيس ۽ هينئر پنهنجي پيشي ۽ سماجي رتبي ڪان شرمسار آهيان.

ٻيو هڪڙو صحافي رهندو آهي. قد جو ننڍو، بت جو پريل ۽ رنگ جو سانورو آهي. هڪڙي مقامي اخبار ۾ نوڪري ڪندو آهي. ٽي سو رپيا پگهار مس ملندو هوندس، پر سندس رهڻي ڪرڻي اهڙي آهي، ڄڻ هو به هن ڪاموراشاهي دور جي ڪنهن اهڙي سرڪاري کاتي ۾ ڪامورو آهي، جتي پگهار وٺڻ جي ضرورت ئي ڪانه پوندي آهي. هن وٽ هڪڙو نئون اسڪوٽر آهي ۽ شهر جي پسگردائيءَ واري ڪالونيءَ ۾ بنگلو نهرائي رهيو آهي. هو وڏن وڏن رشوتي آفيسرن سان اٿندو ويهندو آهي. ماڻهن کان پئسا وٺي انهن آفيسرن کان سندن ڪم ڪڍائيندو آهي. هنکي شهر جي سيني ساقي خانن، جوا جي اڏن ۽ پرائيوٽ هلندڙ عورتن

جي اڏي تان ماهوار پئسا ملندا آهــن. انهن سڀني ڳالهين هوندي به هو ڏاڍي معصوميت سان چوندو آهي، ”صحافت جا پنهنجا اصول ۽ قدر ٿيندا آهن ۽ صحافي انهن اصولن ۽ قدرن جو رکوال ٿيندو آهي.“

پيو هڪڙو سلهه جو مريض رهندو آهي. سنهڙو، سهڻو ۽ جوان جماڻ! هنجي ساري سونهن ۽ جوانيءَ کي سلهه جا جيوڙا کائي ويا آهن ۽ هو هڏن جــي مٺ وڃي بچيو آهي. جواني ۽ جوين جي ڏينهن ۾ هو موت جي سفر جي تياري ڪري رهيو آهي. هر روز شام جو، پنهنجي ڪمري جــي اڳيان آرام ڪرسي وڇائي ويهندو آهي ۽ دور افق ڏانهن نهاريندو رهندو آهي. افق جي هن پار بہ تہ هڪڙو جهان آهي. جنهن ۾ هر روز شام جو سج ٿپي هڻيگم ٿــي ويندو آهي. جتي جنت آهي، حورون آهن، سک آهي. جتي سلهه جو ڪو جيوڙو ڪونهي، ڪو درد ڪونهي، ڪو رنج ۽ غم ڪونهي، پر هيءَ دکن ۽ دردن سان پريل ڌرتي ايتري پياري چو آهي. چو روح افق جيهن پار واري جهان ڏانهن آڏامڻ جا سانباها ڪرڻ مهل رڙيون ۽ رانپاٽ ڪندو آهي. هن وٽ بہ تہ ڪي خواب هوندا. هنجي دل بہ تہ چاهيندي هوندي تہ ڪا اهڙي پياري هنج هجي جنهن ۾ مٿو رکي هو زندگيءَ جا ڏنپ سهسائي سگهي. سهڻيون ۽ پياريون آڱريون هجن، جيڪي پيار سان سندس پيشانيءَ تان ڏکن جي ڌوڙ آگهن. هن لاءِ تہ زندگي هڪڙو وڏو ۽ پراڻو ڦٽ آهــي ۽ زندگيءَ جي ساري سونهن، روپ ۽ رنگ ان ڦٽ مان ڏمندڙ

رت جو رنگ آهي. شفق جا رنگ، گلاب جا ڳاڙها گل ۽ ڪنواريءَ جي ڳلن تي ڳاڙهاڻ جي بهار، سڀ رت جا ئي ته رنگ آهن!

مون ٻڌو آهي ته، هو پنهنجي دولت مند ۽ بيوه ماءُ جو سڪيلڌو پٽ آهي. اڃان ننڍو ئي هو تہ، پڻس مري ويو. چاچو ڀائيندو هوس جڏهن جوان ٿيو تہ چاچهنس پنهنجي سهڻي ۽ سلڇڻي نياڻيءَ جو سڱ آڇيس. ٻہ چار سال گذريا تہ هنڪي سلهہ ٿي پئي. هن ان بيماريءَ ڏانهن ڪو ڌيان نہ ڏنو ۽ سلهہ جي جيوڙن سندس ٻنهي ڦڦڙن کي ڦٽي وڌو ۽ هو اڇي ڪٽ داخل ٿيو. چاچهنس پنهنجي سهڻي ۽ سلڇڻي نياڻيءَ جي سڱ ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيس. پيار، دوستي، محبت، مٺي مائٽي ۽ پيا سهڻا سهڻا ۽ پيارا پيارا رشتا ڪيڏا نہ وڏا ڪوڙ آهن. سچ تہ صرف سلهہ جو جيوڙو آهي جيڪو انهن ڪوڙن تي چڙهيل نقابن کي ڌڪي ڪائي ٿو ڇڏي ۽ ڪوڙ ننگو ٿي نروار ٿو ٿئي.

هوٽل جو مالڪ بہ هتي ئي رهندو آهي. هو رنٿائرڊ بيپدار آهي. پڻس مختيارڪار وٽ پٽيوالو هو ۽ ٽپيداريءَ ڪانئوءَ هن هوٽل جو مالڪ آهي. هو پاڻ شڪل جو بڇڙو آهي، پر سندس ٻار ڏاڍا سهڻا آهن. ساري زندگي پئسن جو حساب ڪندي ڪندي هنجي دل واٽي جي اهڙي بندي بڻجي وئي آهي جنهن ۾ ڪٽ، وندڊ ۽ جوڙ ڪانسواءِ ٻيو هڪ اکر بہ لکيل نہ هجي. هر انسان جي دل جي ڪنهن ڪنڊ ۾ ڪنهن نہ ڪنهن حسين تصور جو چنڊ ضرور ڪڙيل

هوندو آهي. پر اوهين هنجي روح جا سيئي روشندان کولي ڏسو، سندس دل جا سيئي طاق پٽي ڏسو. اوهانکي هرهڪ طاق ۾ هر هڪ روشندان پٺيان دولت جا ڍير نظر ايندا ۽ وڌيڪ دولت حاصل ڪرڻ جا هٿ ڪنڊ پنهنجي وه ۾ وٽ ڪائيندا نظر ايندا. ڪنهن هڪ طاق جي هن پار به ڪنهن حسين تمنا جي ڪنوار، ڪنهن حسين تصورجو چنڊ ڪنهن حسين ياد جو ڏيئو نظر نه ايندو. هر طرف زهريلي اونده ۽ ڦوڪون ڏيندڙ هٿ ڪٺ ڪانسواءِ ڪجهه به نظر نه ايندو.

صبح ٿيندي آهي ته هڪڙو اخبار وارو ڇوڪرو هرهڪ ڪمري اڳيان هوڪا ڏيندو لنگهندو آهي.

’پڙهو، اڄ جي خبر پڙهو، انڌي عشق
جو انڌو ڪارنامو. هڪڙي عورت مڙس
کي زهر ڏيئي عاشق سان ڀڄي وئي.‘

ان ڇوڪري جي عمر اٺ ڏهه سال مس آهي ۽ سندس رڳن ۾ ڊوڙندڙ خون اڃان جوانيءَ جو اهو جوالا نه ڏٺيو آهي، جيڪو انڌي عشق کان انڌا ڪارناما انجام ڏياريندو آهي، پر ته به هنکي عشق جي انڌ جي خبر آهي ڪيس مسافرن جي ان هلڪي جنسي مسرت جي به خبر آهي جيڪا هنن کي اهڙين خبرن مان حاصل ٿيندي آهي ۽ هو سندس اخبارون خريد ڪندا آهن.

رات ٿيندي آهي ته تيل مالش واري ڇوڪري جا هوڪا گونجندا آهن. ’تيل مالش. تيل مالش.‘

اهي ڇوڪرا به ته ڪنهن ماءُ جو خواب، ڪنهن تخليق جو درد ۽ ڪنهن درد جي دوا هوندا. سندن مامتا ماريل

ماڻ کين وهنجاري سهنجاري، تيل قليل ڪري، ا ڪڙين ۾ سرمون وجهي، هتن ۾ ڪتاب ڏيئي اسڪول موڪليو هوندو. ڪنهن هنن کان اهي ڪتاب ڦري ورتا آهن ۽ سندن هٿن ۾ تيل مالش جون شيشيون ۽ انڌي عشق جي انڌي ڪارنامي واري اخبار ڏيئي ڇڏي آهي.

اهي ڇوڪرا جيئريون جا ڳنديون ڪهاڻيون آهن ۽ جي مان اوهانکي انهن ڇوڪرن جون ڪهاڻيون ٻڌائڻ شروع ڪندس ته بوءِ فلاڻي هوٽل جي ٦٦ نمبر ڪمري جي هيءَ ڪهاڻي الف ليليٰ جو داستان بڻجي ويندي ۽ اوهين الف ليليٰ وارا اهي بادشاه ته آهيو جنهنکي ڪهاڻين ٻڌڻ جو ڏاڍو شوق هو ۽ جيڪو هر رات نئين ڪهاڻي ٻڌندو هو. پر مان الف ليليٰ واري اها راڻي نه آهيان، جيڪا اوهانکي بادشاهن ۽ سند باد جهازيءَ جون سهڻيون ۽ ڪوڙيون ڪهاڻيون ٻڌائي جيئندان حاصل ڪري. مان ته اوهانکي انهن ٻارن جون آ ڪاڻيون ٻڌائيندس، جيڪي آهن ته گلن جهڙا ٻارڙا پر جيڪي ڦان جيان نپجي نه سگهيا. جنجي هٿن ۾ ڪتابن جي بدران تيل جون شيشيون ۽ اخبارون آهن، ۽ اوهين اهي پونه سان پريل، گنديون، ڪنيون ۽ ڪوڙهيل ڪهاڻيون ٻڌي مونکي جيئندان ڏيڻ بدران مارائي ڇڏيندا. انڪري جو سچ هميشه سوليءَ تي لڙڪيو آهي.

جڏهن ڦٽيون لهنديون آهن يا ڪنڪون پچنديون آهن تڏهن هن هوٽل جي هڪڙي ڪمري ۾ بهار اچي ويندي آهي. ڪنهن ڪمري ۾ ٽهڪڙن جا گل ٽڙندا آهن

ته ڪنهن ۾ چوڙين جي هلڪي جهنڪار جا گونج! ٻن ٽن بيرن کي رکيو اهو ڪم سونپيل هوندو آهي ته هو مسافرن لاءِ شراب ڪباب جو بندوبست ڪن. هوٽل جو مالڪ ٻه چار عورتون هوٽل ۾ آڻي رهائيندو آهي، جن جي صبح سان الاٽمنٽ ٿيندي آهي. يعني اڄ رات فلاڻي، فلاڻي ڪمري ۾ ويندي. هڪڙي دفعي چار عورتون اچي رهيون. انهن ۾ هڪڙي ڏاڍي سهڻي هئي. نالو هيس زهري، هونئن ته انگ انگ سهڻو هيس، پر سندس ا کيون ڏاڍيون سهڻيون هيون. وڏيون،ڪاريون ۽ چيرويون_ جهڙيون ڪٽاريون! جيڏانهن ڪڇنديون هيون ڪوس ڪنديون وينديون هيون. هڪڙو ڇتونُ پاليو هٿائين ۽ سارو ڏينهن ڇتونءَ سان ويٺي ڳالهيون ڪندي هئي.

”مٺو پٽ طوطو. گلين قلمن پوندو.“

هن هوٽل ۾ مان پنهنجي ا کين سان ماڻهن کي موجون مائيندو ڏسندو آهيان، پر ڪا موج مائي نه سگهندو آهيان. انڪري نه ته مان ڪو شريف ماڻهو آهيان، پر انڪري جو مان هڪڙو معمولي ليکڪ آهيان. مون وٽ دولت جي ڍيرن جي بدران جذبن جا ڀنڊار آهن ۽ هن دنيا ۾ ڪوڙو سڪو ته هلي سگهيتو، پر سچو جذبو نٿو هلي سگهي. پگهار ملندو آهي ته هوٽل جو ماني چانهن ۽ ڪمري جي مسواڙ جو بل ڏيندو آهيان. سگريٽ واري کي پئسا ڏيندو آهيان ۽ باقي جيڪي پئسا بچندا آهن تن مان زندگيءَ جون معمولي گهرجون پوريون ڪندو آهيان. هڪڙي دفعي پگهار مليو

تہ اندر ۾ ھڪڙي حيواني ۽ وحشي خواھش جاڳي پئي تہ انھن پئسن مان زندگيءَ جون موجون مائيان. اھا خواھش ايتري تہ شديد ۽ زبردست ھئي جو سڌو وڃي مئنيجر وٽ پھتس ۽ گذريل مھيني جو بل ڏيڻ بدران زھريءَ جي الاٽمنٽ ڪرايم. مئنيجر چرڪ پيو، حيرت وچان مونڏانھن نھاريو. سندس سھڻين ۽ شرميلي اکين ۾ ھوٽل جو حساب لکيل ھو، چڱيءَ دير تائين ھو اکين ئي اکين ۾ مونکي ھوٽل جو حساب سمجھائيندو رھيو، پر پوءِ منھنجي چھري تي منھنجي حيواني ۽ وحشيخواھش جو اولڙو ڏسي شرمائجي ويو ۽ اکيون جھڪائي پئسا وٺي رکي ڇڏيائين.

ڪمري ۾ اچي مان ان گھڙيءَ جا سپنا ڏسڻ لڳس، جڏھن منھنجي اھا وحشي خواھش پوري ٿيندي ۽ زھري منھنجي ويران زندگي ۾ بھار بڻجي ايندي. منھنجي مجبور خواھشن جا گل ٽڙندا ۽ جن جي سڳنڌ ۾ سندُ سندُ سرھو ٿي ويندم. ڪھڙي سھڻي جملي سان مونکي ھنجو آڌريا ڪرڻ گھرجي ۽ پوءِ سائس گفتگو ڪرڻ مھل ڪھڙا ڪھڙا سھڻا جملا استعمال ڪرڻ گھرجن. پر منھنجي ان بدحواسيءَ جو ڇا ٿيندو جيڪا ڪنھن جوان ۽ خوبصورت عورت کي ڏسي مون تي ڇانئجي ويندي آھي. سارو ڏينھن اھڙن خيالن جو چار آئيندو رھيس ۽ بي چيني ۽ بي آراميءَ سان رات جو انتظارڪندو رھيس. آخر رات پنھنجا پرڙا پکيڙيا. ستارن اکيون ٽمڪايون ۽ اھا گھڙي اچي وئي، جڏھن زھريءَ منھنجي ڪمري ۾ پير پاتو. ھنکي ڏسڻ سان مون تي بدحواسي

چانئجي وٺي ۽ ڏاڍو احمقاڻو سوال پڇيومانس، ”اڇي وٺين۽؟“
”ڏسين نه ٿو ته اڇي وٺي آهيان،“ هن بي نيازيءَ سان
چيو ۽ ڪرسيءَ تي ٿي ويٺي.
”اڪيون ته ڏسن ٿيون ته تون اڇي وٽي آهين پر دل
الاءِ ڇو نٿي مڃي.“
”پئسا پرپا ائٿي. پوءِ دل ڇو نٿي مڃئي.“
”اصل ۾ پئسن سان خريد ڪيل خوشي ايتري ته ڪوڙي
هوندي آهي جو انجو يقين ٿي نه ايندو آهي.“
”بوه ڪهن ڇيءَ ته ڪوڙي خوشي خريد ڪر.“
”دل چيو. پيو ڪير چوندو.“
هن سگريٽ ڪڍي دکايو ۽ مان ڪري سگريٽ جا
سوٽا هڻڻ لڳي. مون اتي بتي وسائي ڇڏي.
”ڇو هه مر سان ٿي تو بتي وسائين.“
”انڪري جو تنهنجي چهري جـي نور جي سامهون
بلب بي نور ٿو لڳي.“
”اوهو....“ هن پرون نراڙ ڏانهن ڇڪي، ڪنهن ڪـي
هاٺوڪار جي انداز ۾ هلڪو لوڏي اکرني زور ڏيڻي اهڙي
ريت اکر آچاريو جڻ منهنجي ڳالهه جو مذاق اڏائي رهي
هجي. مون شرم پرچائڻ لاءِ اتي بتي باري ۽ مان ڪري
يڪ ٽڪ سندس اکين ۾ نهارڻ لڳس.
”يڪو منهنجي منهن ۾ ڇا ٿو ڏسين؟“
”تنهنجي اکڙين ۾ انهن ڪنارين کـي ٿو ڏسان، جن
سان تون روز ڪوس ڪندي آهين.“

”ڳالهائڻ جو ڏاڍو چالاڪ ٿو لڳين.“

”چالاڪيءَ جي ان ۾ ڪهڙي ڳالهه آهي. ان ۾ ڪوڙ ته ڪونهي ته تنهنجون اکيون ڪهڙن ڪناريون آهن. تنهنجي سونهن کي ڏسي سوچيان ٿو ته توکي ته راڻي ٿيڻ گهربو هو.“

”هينئر راڻي نه آهيان ڇا. هينئر به ته پنهنجي دل جي راڻي آهيان.“

”توکي ته ڪنهن گهر جي راڻي ٿيڻ کپندو هو پر تون....“

”پر مان ته رنڊي آهيان. ائين نه؟“

”جي تون رنڊي آهين ته ان ۾ تنهنجو ڪهڙو ڏوهه آهي مونکي پڪ آهي ته حالتن هٿان مجبور ٿي تو اهو ڌنڌو اختيار ڪيو هوندو.“

”حالتن مونکي مجبور ڪونه بڻايو آهي. مان پيدائشي رنڊي آهيان.“

”مڃان ٿو ته تون پيدائشي رنڊي آهين. پر ڇا تنهنجي دل نه چاهيندي هوندي ته تنهنجو به هڪڙو گهر هجي جنهنجي اڱڻ ۾ ويهي تون ٻار کي لولي ڏين.“

”هاڻي مٿو نه کاءُ. اٺين بجي وساءِ ته سمهون.“ هن منهنجي ڳالهه کي اڌ ۾ ڪٽيندي چيو.

”تون بيشڪ سمهه. مان نه سمهندس. مان ته ساري رات تنهنجي سونهن ڏسندو رهندس.“

”جيڪي پئسا خرچيا اٿيئي اهي وصول نه ڪندين ڇا؟

”آهي ته تڏهن ٿي وصول ٿيي ويا جڏهن تو منهنجي ڪمري ۾ پير پاتو.“

”جيڪا تنهنجي مرضي.“

”هڪڙي ڳالهه پڇانءِ.“

”پڇ.“

”تون ڪڏهن ڪنهن سان محبت ڪئي آهي.“

”ڇو نه ڪئي اٿم. مونکي سهڻن ڪپڙن، زيورن ۽ پنهنجي ٻچڙنءَ سان پيار آهي.“

”پلا ڪنهن مڙد سان محبت ڪئي اٿئي.“

”مڙد ان لائق آهي سهين جو ان سان محبت ڪجي.“

”اوهو.... ،“ مون به پرون نراڙ ڏانهن چڙهي، ڪنڌ کي هاڻوڪارجي انداز ۾ هلڪو لوڏي، اکرتي زور ڏيئي. هنجي اهل ڪئي. هوءَ مرڪي ويئي.

اسين ساري رات ڳالهيون ڪندا رهياسين. مان هنجي سونهن جي تعريف ڪندو رهيس ۽ هوءَ پنهنجي سونهن جي تعريف ٻڌي مرڪندي رهي. تانجو هوائن ۾ خنڪي رچجي وئي ۽ پره ڦٽڻ لڳي. افق وٽ رات جي سيني مان سوجهرو ائين ڦٽي وهڻ لڳو، جيئن حبشي عورت جي سيني مان اڇي اڇي ٿيڃ! جڏهن هر طرف سوجهرو ٿي ويو تڏهن هوءَ هلي وئي.

ٻي رات به مون هنکي سڏايو ۽ پره ڦٽيءَ تائين سائس ڳالهيون ڪندو رهيس، ٽين رات به مون هنکي سڏايو ۽ اسان صبح تائين ڳالهيون ڪندا رهياسين. چوٿين رات آڌي ته پاڻ سان اونداهي ۽ اڪلائي به ڪنيون آئي. ٽن راتين ۾

تي سو رپيا خرچ ٿي ويا هئا، باقي پنجاه رپيا بچيا هئا، جن مان نه ڄيهه پنجويهه رپيا خرچ ڪري چڪو هوس ۽ باقي بچيل شيمن مان سارو مهينو گذارڻو هو ۽ هوٽل جو ۽ سگريٽن جو بل ڏيڻو هو. پر مونکي ڪنهن ڳالهه جو اونو ڪونه هو رڳو اڪيلائيءَ جو احساس هيم. ان ڏينهن پهريون دفعو مونکي پنهنجي غريبيءَ جو ڏڪوئيندڙ احساس ٿيو. ڪاله رات هن ساڳي ڪمري ۾ زهري جي ڇهري جي چانڊار ڪڙيل هئي. سندس سند سنڌ مان سرهاڻ تي آئي ۽ اڄ... اوچتو ڪنهنجي پيرن جو آواز آيو. ا ڪيون ڪڍي نهاريم سامهون زهري بيٺي هئي.

”زهري تون....؟“ يڪدم وٺيءَ ڪٽ تان ٽپ ڏنم.

”چو نه اچان ها ڇا. جيئن نه ڪڍي موتي وڃان.“

مون هنکي ڪو جواب نه ڏنو. رڳو احمق جيان واڌ ڦاڙي هنکي ڏسندو رهيس.

”ائين تارا ڦاڙي ڇو ٿو ڏسين؟“

مون وري به ڪيس ڪو جواب نه ڏنو. آهسته آهسته حيرت ختم ٿي ۽ پڪ ٿيم ته زهري منهنجي سامهون بيٺي آهي. جيئن نه چانڊوڪيءَ ۾ وير چڙهندي آهي ۽ ڪناري جي اڇايل واريءَ تي وڇائجي ويندي آهي، ائينءَ منهنجي اندر ۾ به خوشيءَ جي وير چڙهي ۽ وجود جي واريءَ تي هڪ هڪ ذري تي وڇائجي وئي. ”ڇا واقعي تون آئي آهين؟“ خوشيءَ ۾ واڇون ٿي ٽڙيم.

”ڇو اڄ به منهنجي اچڻ جو يقين نٿو اچيئي ڇا.“

”ڪيئن يقين ايندم. تون ته منهنجو اهو خواب آهين جنهنجي ڪا تعبير ڪانهي. اهـا تمنا آهين جنهنجـي ڪا ڪميل ڪانهي ۽ اها خواهش آهين....“

”هاڻي بس. ڪر. اجايون ڳالهيون ڪري متو نه ڪاٺ،“ ن سگريٽ ڪيدي دڪايو ۽ سوٽو هڻندي چيائين، ”اڄ رات ڇو نه گهراي ء؟“

”پئسا کپي ويا، انڪري ڪونه گهرايو مانءِ.“

”ڇا ڪندو آهين؟“

”ڪاليج ۾ پڙهائيندو آهيان.“

”پگهار گهٽو ملندو اٿيئي.“

”چوندا آهن ته عورت کان عمر ۽ مرد کان پگهار نه ڇجي. پر خير مان نوڪري پڏايان ٿو، ماڊا ٽي سو رپيا پگهار لندو آهي.“

”ساڍن ٽن سون مان ٽي سو رپيا ته مان وٺي وٺي مانءِ. ساقـي پنجاه رپيا بچيا هـوندء، پنجاه رپين ۾ مهينو ڪيئن گذاريندين؟“

”بڌو ڪونه اٿيئي ته دائي دائي تي ڪاڻهي واري جوناٿو لهيل هوندو آهي. جن دائن تي منهنجو نالو لکيل هوندو سي ڪاڻهه ڏسي.“

هن پنون کولمو سؤ سؤ جا ٽي نوٽ ڪڍي سونڊانهن وڌائيندي چيائين، ”اچي وٺ.“

”ڇو؟“

”ٽي راتيون تون رڳو مونسان ڳالهيون ڪندو رهيو آهين، ۽ مان صرف ڳالهائڻ جا پئسا نه وٺندي آهيان.“

”زهري تون پئسا موٽائي منهنجي غربت تي ٺٺولي ڪري رهي آهين.“

”ٺٺوليءَ جي ان ۾ ڪهڙي ڳالهه آهي.“

”تون ٻين کان پئسا وٺندي آهين. ڇا مان ان لائق نه آهيان جو تون مونکان پئسا وٺين.“

”نه اها ڳالهه نه آهي.“

”ڪن تون مونکي غريب سمجهي منهنجي غريبيءَ تي ترس کائي مونکي پئسا موٽائي ڏئي رهي آهين.“

”تون ڳالهه ڇو نه ٿو سمجهين.“

”مان ڪجهه به سمجهڻ نٿو چاهيان. مهرباني ڪري پئسا واپس وٺ رک.“

”جيئن تنهنجي مرضي.“ هن پئسا موٽائي پرسَ ۾ رکيا ۽ ڪمري ۾ اڻ وڻندڙ خاموشي ڇانئجي وئي.

ان رات ته اسان پره ڦٽيءَ تائين ڳالهيون ڪندا رهياسين. ان رات سارو وقت منهنجي هانءَ ۾ ڪنڊو چڀندو رهيو ۽ هوءَ اڃان ڪلي ڪلي ڳالهائيندي رهي ڇو ته مون کي پرچائي رهي هجي.

ان ڏينهن صبح جو ڪراچيءَ هليو ويس ۽ هڪڙي دوست کان پئسا وٺي ٻئي ڏينهن موٽي آيس. سڌو مئنيجر جي آفيس ۾ وڃي ڪائنٽس هوٽل جي بل جي رقم پڇيم. مئنيجر معنيٰ خيز ۽ شرميلي مرڪ سان مونڏانهن نهاريو ۽ چيائين، ”اوهان جو بل ادا ٿي چڪو آهي.“

”مون نه بل ادا ڪونه ڪيو آهي.“

”اوهان نه ڪونه ڪيو آهي، پر اوهانجو بل ادا ٿي چڪو آهي.“ هن پنهنجي مرڪ ڪي وڌيڪ معنيٰ خيز بڻائيندي چيو ۽ مونکي ائين محسوس ٿيو ڄڻ هنجي مرڪ منهنجو مذاق اڏائي رهي هئي.

”اوهان ڇٺو ڇا ٿا. مون جڏهين بل ادا ڪونه ڪيو آهي ته پوءِ منهنجو بل ادا ڪيئن ٿي ويو.؟“

”اوهانجو بل زهريءَ ادا ڪري ڇڏيو آهي.“

هنجا لفظ وچ جيان منهنجي هانءَ تي ڪريا ۽ ساري هستيءَ کي ڀسم ڪري ڇڏيائون. ائين محسوس ٿيڻ لڳم ڄڻ وچ چوواٽي تي بيٺو آهيان ۽ ماڻهن جا انبوه مون تي ٺٺوليون ڪري رهيا آهن. مون مئنيجر ڏانهن نهاريو. هنجي چپن تي ساڳي مرڪ هئي. هنجي مرڪ مونکي ڪپر جيان کائڻ لڳي. ساري بدن ۾ زهر پرجي ويو. مرلينگ عزتِ نفس ڪاربهر جيان ڪروڌ ۾ ڪر کنيون ۽ سارو بدن باه ۾ جلڻ لڳو. ڪاوڙ ۾ ڏڪندو، ڪنبندو، ڏاڪڻ جا ڏاڪا ٽپندو زهريءَ جي ڪمري ۾ وڃي پهتس. زهري ڇتونءَ سان ويٺي ڳالهيون ڪري رهي هئي مونکي ڏسي مرڪي، پر پوءِ منهنجي چهري کي ڪاوڙ ۾ ٻرندو ڏسي سندس مرڪ غائب ٿي ويئي. حيران ٿي پڇيائين، ”ڇا ڳالهه آهي؟“

”تو هي ڇا ڪيو آهي؟“

”ڇا ڪيو اٿم!“

”مونکي ذليل ۽ خوار ڪري پڇين ٿي ته ڇا ڪيو

اٿم. تو منهنجو هوٽل جو بل ڇو ڀريو؟ ڇا اهو ٻڌائڻ لاءِ ته توهان امير آهيو ۽ مان مفلس آهيان ۽ توهان مونکي پالي سگهو ٿا. ڪن ڪولي ٻڌي ڇڏ. مان مفلس آهيان، غريب آهيان، پر عزت جي ڪمائي کاوان ٿو. تو وانگر پيشو نٿو ڪريان. سمجهيئه.“

منهنجي ڳالهه ٻڌي هنجو منهن ڪي پيلو ٿي ويو ۽ مان ڏڪندو ڪنبندو جيئن ئي پنهنجي ڪمري ڏانهن وڃڻ لڳس ته اٿيم محسوس ٿيم ڄڻ هڪ پير مٽ جو ٿي ويو آهي. نڙيءَ ۾ ڪا شيءِ اچي اٽڪي ۽ ساهه منجهڻ، گهٽجڻ ۽ پوسائجڻ لڳو. سارو بت پگهر ۾ شم ٿي ويو. بت جون سڀئي رڳون ۽ شريانيون تنبوري جي تارن جيان اهڙيون ته ڇڪجي سيٽجي ويون جو اٿين ٿي محسوس ٿيم ته جي هڪ وک به وڌايم ته ساري بدن جون رڳون ۽ شريانيون ڪچن ڌاڳن جيان ڇڪجي ٽٽي پونديون. جيئن تيئن ڪري زهريءَ جي ڪمري کان ٻاهر پير پاتم ۽ ٿاٻڙندو پنهنجي ڪمري ۾ پهتس.

”ڇگو ٿيو جو ذليل ڪيومانس. وڏي آئي آهي مونکي پالڻ واري! غريب آهيان ته ان جي معنيٰ اها ڪانهي نه مونکي عزت ڪانهي. هن ڪان وڌيڪ عزت وارو آهيان. ٽڪي جي رنڊي پاڻکي سمجهي الائي ڇا ٿي. منهنجي بي عزتي ڪيائين ۽ مان ڇڏي ڏيانس. ڇگو ٿيو جو بيعزتو ڪيومانس.... پر هن مونکي بي عزتو ڪرڻ لاءِ ته اٿين ڪونه ڪيو هو.... هن ته پنهنجو پيار ڏيکارڻ لاءِ منهنجا پئسا ڀريا هئا. سندس پيار جو ڇگو آجرو ڏنم.“ اوچتو ڪنهن ازغيبي

هٿ هڻڻ کان پوءِ ڏاڍو ۽ سارو سٽ وڃائجي ويو. پوءِ ته هوش ئي نه رهيو. جڏهن هوش آيم ته پنهنجو پاڻکي زهري جي هنج ۾ منهن لڪائي روئندو ڏٺم.

”مونکي معاف ڪر زهري مون توسان ڏاڍو ذليل ورتاءُ ڪيو آهي ان وقت مونکي الائي ڇا ٿي ويو هو. مان هوش ۾ ئي نه هيس. زهري مونکي توسان محبت آهي، ايتري محبت جو مان تولاءِ آسمان ڏاري سگهان ٿو- هوٽل جي ڇهين ماڙ تان ٽپو ڏيئي سگهان ٿو- مونکي خبر آهي ته مان غريب آهيان ۽ تون امير آهين- مان زمين جو ذرو آهيان ۽ تون آسمان جو چنڊ آهين، پر تنهن به مونکي توسان محبت آهي. جي مان توکي حاصل ڪري نه سگهيس ته به توسان محبت ڪندو رهندس. زندگي جڏهين به ڪو نئون ويس وهائيندي. ڪنهن نئين ظلم جو زنجير پيرن پارائيندي ۽ مان ڏکن ۾ ڦٿڪڻ ۽ لڇڻ لڳندس تڏهن تنهنجي ياد جي هنج ۾ منهن لڪائي روئندس ۽ توکي سڏڙا ڪندس. تون به جڏهين ڏاڍي خوش هجين. زندگيءَ جون موجون ماڻي رهي هجين. ٽهڪ ڇيڙن مان ڇهڪيل هجنئي تڏهن مونکي ياد ڪجانءِ ۽ سمجهجانءِ ته ڪو غريب، مفلس ۽ نادار انسان توکي ياد ڪري رهيو آهي- تنهنجي مهربان ياد جي هنج ۾ منهن لڪائي روئي رهيو آهي.“

”بس ڪر. خدا جي واسطي بس ڪر. تون پاڻ ته چريو آهين پر مونکي به چريو ڪري ڇڏيندين.“

پوءِ ته اچي لڙڪ وهڻ شروع ٿيا. جيئن ٿي انت ڏنائين

تيئن ني اندر ڦاٿو.

زهري پنهنجو سامان کڻي منهنجي ڪمري ۾ هلي آئي ۽ اسين ٻئي گڏ رهڻ لڳاسين. اسان زبان سان ته هڪ ٻئي سان گڏ رهڻ جو واعدو نه ڪيو، پر اسانجي هانءُ ۾ پيار جون جيڪي ڏياتيون ٻري پيون هيون تن جي روشنيءَ ۾ اسانجي روحن هميشه لاءِ هڪ ٻئي سان رهڻ جا واعدا ڪري ڇڏيا ۽ مان پاتال ۾ پيل انسان، افلاڪ اورانگهي عرش جيءَ فرش تي وڃي ليٽيس. پيرن ۾ ستارن جا ڪنول هيم. هنج ۾ چنڊ هو ۽ وارن جون ڇڳون ماڪ ڦڙن ۾ پنل هيم. زهريءَ جي زندگيءَ ۾ عجيب ڦيرو اچي ويو. سندس روح ۽ جسم پيار ۾ ايترو ته رڇجي ويا جو سندس سنڌ سنڌ مان پيار ڦاٽ ڪاٽي وهي پيو ۽ منهنجي نوٽ، ازل کان اڃايل ۽ برٽ زندگي سيراب ٿي وئي. هنجي وڏن، سياه سهڻن اکڙين ۾ خوابن جو جهان آباد ٿي ويو. پيار ۾ سندس انگ انگ ائين ٽڙي پيو جو ڪيس ڏسڻ سان ائين محسوس ٿيندو هيم ڄڻ هوءَ اهڙي اڻ ڇهيل البيلي ڪنواري آهي، جنهنکي جي مون هٿ به لاتو ته شرم ۾ وڪوڙجي سڪڙجي پنهنجي ڪنوارپڻي جي هزار حجابن ۾ لڪي ويندي ۽ مان ڪيس ڪولي نه سگهندس. هنجو پيار ايترو ته اٿاه ۽ بيپناه هو جو منهنجي هستي ان جي وسعتن ۽ اونهاين ۾ غرق ٿي وئي. رات جي اونداهيءَ ۾، ستارن جي هلڪي ۽ ٿڌي روشنيءَ ۾ اسان ويهي ڳالهيون ڪندا هئاسين. اجايون ۽ بيمعنيٰ ڳالهيون. جيئن ته پيار پاڻ ۾ اجايون ۽ بي معنيٰ ڳالهيون ڪندا آهن. پر اسانجي هڪ

هڪ لفظ ۾ اسانجا پيار ۾ رچيل روح لڪل هوندا هئا. اسانجو پيار هڪ هڪ لفظ جي صورت ۾ ٽيپو ٽيپو ٿي اسان جي هانءَ جي ٿانوَ ۾ ٽمندو هو ڪڏهن ڪڏهن مان آسمان جي نيريءَ ڍنڍ ۾ ترندڙ ستارن جي ڪنولن کي ڏسي چوندو هيومانس، ”خبر اٿئي ته هي ستارا ڪير آهن.“

”ڪير آهن؟“

”انهن ماڻهن جا روح، جن اسان جيان زندگيءَ ۾ پيار ڪيو. جڏهن اسان مري ويندا سين، تڏهن اسانجا روح به ستارا بڻجي آسمان ۾ ٽمڪندا.“

”مان مري ويندس ته منهنجو روح. او.... هو وڏو ستارو ڏسين ٿو. جيڪو سڀني کان وڌيڪ ٿو چمڪي- منهنجوروح ان جي پر ۾ هڪڙو ننڍڙو ستارو بڻجي ٽمڪي ٽمڪي توڏانهن نهاريندو.“

”اهڙيون وايون واتان نه ڪڍ.“

”واقعي. ڪڏهين ڪڏهين ائين محسوس ٿيندو اٿم ته مان جلد ئي مري ويندس. مان ايتري ته خوش آهيان جو ڊپ ٿيندو اٿم ته ان خوشي ۾ مري نه وڃان. سچ ٻڌاءِ جي مان مري وڃان ته مونکي ياد ڪندين؟“

”مان توکي اڪيلو مرڻ ٿوريئي ڏيندس. توسان گڏ مان به مرندس.“

زهري منهنجي ايتري ته خدمت ڪئي هئي جو مان دل ئي دل ۾ پيو شرمسار ٿيندو هوس. هڪڙي ڏينهن بوٽ آڻي پيرن وٽ رکيائين ته ڪئي ٻانهن کان جهليومانس، ”هي ڇا

ني ڪرين."
"ڇو، ڇا ني ڪريان؟"
"ايڏي خدمت ڪري شرمندو نه ڪر. مان تنهنجي خدمت لائق نه آهيان."
"تنهنجي لائقيءَ جي توکي ڪهڙي خبر. تنهنجي لائقي مونکان پڇ. وس پڄيم ته ايتري خدمت ڪيانءِ جو ڪڪ پڄي به پٺو نه ڪرين. پر مان زال ذات ان ڪان وڌيڪ ڪري به ڇا ٿي سگهان."

هڪ پيري پڇيومانس، "زهري تو پنهنجو ڇتون ڇو اڏاري ڇڏيو؟"
"هنٿر جو ڇتون پاليو اٿم."
"ڪني آهي اهو ڇتون مان به ته ڏسان."
"ني نه آهي،" هن آڱر منهنجي سمني ني رکندي چيو.
"مان هن ڇتونءَ تي اعتبارڪيو اٿيمي وڃه ملبس نه اڏامي ويندو."
"پر ڪالي ڇڏيا اٿمانس. هاڻي ڪا اڏي اڏامندو."
"نه جي وري ڇمي پيس ته پوءِ؟"
"نه پوءِ وري ڪني ڇڏيندي مانس. هينئر ته هنکي ڪڙي پڃري ۾ به بند ڪيو اٿم."
"ڪهڙي پڃري ۾ هن بي زبان کي بند ڪيو اٿيئي."
"مي دل جو پڃرو نه آهي."
"اوهو،" مون ٻـه هن وانگر پرون ٿراڙ ڏانهن ڇڪي

ڪنڌ کي هاڪار جي انداز ۾ هلڪو لوڏي، ا کر ني زور ڏيئي هنجي اهل ڪئي ۽ اسين ٻئي ڏهڪڙا ڏيڻ لڳاسين.

هڪ رات ڪاليج ۾ پڙهائي موٽيس ته مونکي ڏسڻ سان زهريءَ جو چهرو خوشيءَ ۾ ٻهڪڻ لڳو ۽ پوءِ سندس ڳلن تي حيا جون ڏياٽيون ٻري پيون.

”ڇا ڳالهه آهي، اڄ ڏاڍي خوش ٿي نظر اچين؟“

”ٻهرين وات منو ڪراءِ ته ٻڌايانءِ.“

”هيڏي اچ ته وات منو ڪرايانءِ.“

”چڱو. توکي ته هميشه مشڪري سجهندي آهي.“

”چڱو ته پوءِ اسان اها خوشخبري ڪونه ٿا ٻڌون.“

”نه ٻڌندين ته پڇتائيندين.“

”اجهو ٿي ٻڌائين. عورت جي پيٽ ۾ ڪا ڳالهه رهندي ٿوريئي آهي.“

”متان ان خيال ۾ رهين. اصل نه ٻڌائيندي سانءِ.“

”پلا ڪيئن ٻڌائيندينءِ.“

”مٺائي کارائيندين ته پوءِ ٻڌائيندي سانءِ.“

”چڱو سائين. مٺائي کارائڻ جو واعدو ٿا ڪريون. هيئر ته پلا ٻڌايو.“

هن ا کيون جهڪائي ڇڏيون ۽ رنڊي جي پلاند کي آ ڱرين تي ويڙهڻ ۽ کولڻ لڳي. سندس هينئڙي ۾ ڪا ڳالهه هئي جا نڙيءَ ۾ اچي اٽڪيءَ ٿي پيس. اندر ۾ عجيب اڻ تڻ هيس، جنهنجو اولڙو حيا جي ڳاڙهاڻ جي صورت ۾ سندس ڳلن تي

شفق ٻڌجي ٽڙي بيٺو هو.
”ڪيئن ٻڌايانءِ ته مان.... مان ماءُ ٿيڻ واري آهيان.“
”هان!“ وات مان بي اختيار دانهن نڪري ويئي ۽ واڻڙن جيان هنڪي ڏسڻ لڳس. هوءَ ڊوڙي وڃي پلنگ تي ويٺي ۽ ٻنهي هٿن ۾ منهن لڪائي ڇڏيائين- منهنجا ته هوش ئي خطا ٿي ويا هئا. ڳالهه ئي سمجهه ۾ نٿي آيم. پوءِ جڏهن ڳالهه سمجهه ۾ آيم تڏهن ڊوڙي وڃي هنجي پير ۾ ويٺس- ڇهري تان هٿ هٽايامانس ته سندس ڇهري تي فتح، حيا ۽ خوشيءَ جون جدا جدا ڪيفيتون، پاڻ ۾ مليء، مرڪ جي صورت ۾ جرڪڻ لڳيون- مون ڪيس ڇڪي ڪٺي ڇاتيءَ سان لاتو.
ان رات اسان هڪ پل لاءِ به اک نه ٻوٽي ساري رات ڳالهيون ڪندا رهياسين، هر پل ڪنهن ننڍڙي ابهم ٻارڙي جيئان اسانجي هنج ۾ ليٽي، ڪِنڪي، هونگڙي، ٿــي ڏني.
اڄ رات ڪيتري نــہ حسين هئي. اڄ رات زندگيءَ جــي تڪنڊي جي تڪميل تي رهي هئي. اڄ رات اسانجا روح، بدن جــا ٻار لاهي، هلڪا ٿــي، عرش تــي آڏامي رهيا هئا. ڪنهنجي آڏريا لاءِ عرش جي ايوانن ڪي چراغان ڪيو ويو هو ۽ حورون ڪنهنجي ٻارڙي ڪي ستارن جڙيل هندوري ۾ لوڏا ڏيئي رهيون هيون.
”جي پٽ ڄائو ته نالو ڇا رکندينس؟“
”مڙيئي ڪو آچر سومر نالو رکندا سين.“
”مشڪري نه ڪر. ڪو سهڻو نالو ٻڌاءِ.“
مون هنکي ڪيترائي نالا ٻڌايا پر هنکي ڪو نالو وڻيو

ڏي نہ ٿي.

”نالو پوءِ سوچيندا سين. پهرين اهو پڌاءِ تہ اسانجو ٻار تنهنجي شڪل تي ٿيندو يا منهنجيءَ تي.“

”خدا ڪري تو جهڙو ٿئي.“

”ڇو، مون جهڙو ڇو ٿئي. تو جهڙو ڇو نہ ٿئي.“

”جي تو جهڙو ٿيو تہ مونکي ڏاڍو وڻندو.“

”جي تو جهڙو ٿيو تہ وري مونکي ڏاڍو وڻندو.“

”مون جهڙو ٿيو نہ ڏينهن رات موچڙا هڻندو مانس.“

”موچڙا هڻنديس جو بس. منهنجي ٻار کي هٿ تہ لائي ڏيکار جانءِ.“

”ڇري ڏڏهن تہ چوانءِ تو تہ خدا ڪري توجهڙو ٿئي.“

”ڀلا هنکي پڙهائينديڻ ڪٿي.“

”مڙيئي ڪنهن ڪتاب ۾ وجهي ويهاريندو مانس.“

”نہ نہ، مان ٿي پنهنجي ٻار کي ڪتابي ٻڌايان. مان تہ هن کي انگريزي پڙهائيندس. انگريزي پڙهي وڏو آفيسر ٿيندو. پوءِ شادي ڪرائيندا سين. پر.... پر جي هنکي خبر پئجي وئي تہ توسان پرڙجهہ ڪان اڳ مان....“

مون ڪٽي وات تي هٿ رکيو مانس.

صبح ٿي تہ هوءَ تيار ٿي ويئي.

”هل تہ بازار هلون.“

”ڇا لاءِ؟“

”ننڍڙي جا ڪپڙا ۽ رانديڪا خريد ڪرڻا آهن.“

”هنن سان ڏي ني ڪپڙا ۽ رانديڪا خريد ڪرين.“
”پيو نه ته ڪڏهن خريد ڪنداسين؟“
مان هنکي بازار وٺي ويس ۽ هن ايترا ته ڪپڙا ۽ رانديڪا خريد ڪيا جو ڪٺن ئي محال ٿي پيا. هڪڙو ننڍڙو پينگهو ۽ ڪافور جو گڏو به ورتائين. هوٽل ۾ موٽي آياسين ته هوءَ گڏي کي پاڪر پائڻ ۽ منيون ڏيڻ لڳي.
هاڻي هوءَ سارو ڏينهن ان گڏي کي پينگهي ۾ لوڏيندي، لوريون ڏيندي هئي ۽ توتليءَ زبان ۾ هن سان ڳالهيون ڪندي هئي. مان شام جو ڪاليج ويندو هوس ۽ رات جو موٽندو هوس ته هوءَ گڏي کي ڪٺي چوندي هئي، ”هو ڏس تنهنجو بابا اچي ويو. بابا کي سلام ڪر.“ ۽ پوءِ گڏي جو هٿ جهلي، سلام جي انداز ۾ هنجي نرڙ تي رکندي هئي.
”بابا سلام.“
”وعليڪم سلام.“
جي ڪڏهن بيخياليءَ ۾ سلام جو جواب نه ڏيندو هوس ته مچرجي ويندي هئي، ”تو منهنجي ٻچڙي جي سلام جو جواب ڇونه ڏنو.“
”سائين غلطي ٿي وئي، معافي ٿا گهرون وري اهڙي غلطي نه ڪنداسين.“
زهري ڏاڍي خوش هئي. ايتري خوش جو اڄ مان اعتراف ٿو ڪريان ته مونکي هنجي ان خوشيءَ سان ساڙ ٿيندو هو. جڏهين کان ڪان وني هنجي پيٽ ۾ ٻار ٿيو هو تڏهن کان ويئي هوءَ پنهنجي ٻار جي خوابن ۾ ايتري ته گم ٿي ويئي هئي،

جو ڪنهن ڪنهن وقت اٿين محسوس ڪندو هوس ڇڻ هوءَ منهنجي ويجهو هوندي به مونکان دور هئي. ڇڻ اسان ٻنهي جي زندگيءَ جون واٽون ٿوري دير لاءِ هڪ ٻئي سان مليون هيون. ۽ پوءِ ڌار ٿي ويون هيون. هنجي منزل ٻي هئي ۽ منهنجي منزل ٻي. عورت تخليق جي منزل جي مسافر ٿيندي آهي ۽ مرد اڪيلائيءَ جو مسافر.

پنجين مهيني جڏهن هنجي پيٽ ۾ ٻارڙيو ٿڌهين هوءَ ايڏي تہ خوش ٿي ڇڻ ساري ڪائنات ويڙهجي سيڙهجي هنجي ڪک ۾ اچي آرامي ٿي هئي ۽ اچ ٿئين سر تخليق ٿيڻ لاءِ ڪر موڙي رهي هئي.

هڪڙي ڏينهن مان ڪاليج ويس تہ پرنسپال (جيڪو ساڳي وقت ڪاليج جو مالڪ ۽ مئنيجنگ ڊائريڪٽر بہ هو) مونکي پاڻ وٽ سڏايو ۽ چيائين، "مونکي اوهان سان ڪجهہ ڳالهائڻو آهي." ٿوري دير ماٺ رکي چيائين، "اوهان ڪٿي رهندا آهيو؟"

"مان هوٽل ۾ رهندو آهيان."

"اڪيلا رهندا آهيو يا ٻارن سان."

"پنهنجي گهر واريءَ سان رهندو آهيان."

"هيئر مان اوهانکان هڪڙو ذاتي سوال پڇي رهيو آهيان. اوهانجي زال ڪير آهي؟."

"عورت آهي ٻي ڪير آهي." مون بدحواسيءَ ۾ جواب ڏنو.

”عورت ته آهي پر عورتن جا به قسم ٿيندا آهن. موڙ
پڌو آهي ته اوهانجي زال.... معاف ڪجو.“
”ڀرين هئي پر هاڻ شريف ٿي وئي آهي.“
”اوهان نڪاح ڪيو آهي.“
”...“

”اوهان ڏڙهيل ڪَڙهيل آهيو. اوهانکي خبر آهي ته
معاشري اسانجي هڪڙو عظيم ڪم سونپيو آهي. اسين
پنهنجي ايندڙ نسل جا رکوال آهيون. مان مڃان ٿو ته اوهانجي
ذاتي زندگيءَ جو اوهانجي نوڪريءَ سان ڪو سنبنڌ
واسطو ڪونهي، پر شاگرد جي نفسيات اهڙي ٿيندي آهي
جو هو پنهنجي استاد جي ذاتي زندگيءَ بابت پڇاڳاڇ
ڪندو آهي. انڪري جو استاد هن جو آدرش ٿيندو آهي ۽
اهڙي ريت استاد جي ذاتي زندگيءَ جو سندس نوڪريءَ
سان سڌو سنئون واسطو ٿي ويندو آهي. جڏهن شاگردن کي
اوهانجي ذاتي زندگيءَ جي خبر پئجي ويندي ته پوءِ سمجهو
ٿا ته هنن جي ذهنن تي ڪهڙو اثر پوندو. جنهن نسل جو
آڏو آدرش ئي اوچو نه هوندو سو نسل وڏي وڏو ٿي اخلاقي
۽ جنسي لاقانونيت جو حامي ٿيندو. انڪري مان پنهنجي
قوم جي ايندڙ نسل جي اخلاق ۽ نيپاج کي آڏو رکي ڏاڍي
افسوس سان اوهانکي ٻڌايان ٿو ته اڄ کان اوهانجي نوڪري
ختم آهي. اوهان جهڙي قابل استاد کان اسانجو ڪاليج
محروم ٿي ويندو، تنهنجو مونکي نهايت ڏک آهي. پر ڇ
ڪجي ڪڏهين ڪڏهن کي ڪم پنهنجي مرضيءَ

خوشيءَ جي خلاف به ڪرڻا پوندا آهن."

هنجو هڪ هڪ اکر پيئڻ جيان منهنجي بدن مان ساه
ئي ويو ۽ مون ۾ ايتري طاقت به نه رهي جو ڪٿي پنهنجي
بچاو ۾ هڪ اکر ئي ڳالهائي سگهان. پرنسپال اڪائونٽنٽ
کي سڏايو ۽ مونکي هڪ مهيني جو وڌيڪ پگهار ڏياري
موڪلائڻ لڳو ته سندس اکين ۾ همدردي جا لڙڪ تري آيا.

مان ڪنهن هارايل جواريءَ جيان وڪون کڻندو ٻاهر
نڪري آيس ۽ ڪاليج جي دروازي جي چائنٽ وٽ بيهي
رهيس. ڪنڌ ورائي آخري دفعو ڪاليج جي عمارت ڏانهن
ڏٺم. پهرين ڏينهن جڏهن مان نوڪري ڪرڻ لاءِ هيءَ چائنٽ
ٽپيو هوس، تڏهن ڪاليج جي هن عمارت ماءُ جيان ٻانهون
ڊگهيري مونکي پنهنجي هنج ۾ ورتو هو، پر اڄ ائين ڌڪي
ڇڏيو هئائين ڄڻ مان سندس ماٽيلو پٽ هيس. شايد مان
زندگيءَ جو بہ ماٽيلو پٽ هيس. هن لاهين چاڙهين واري
شهر جو به ماٽيلو پٽ هوس. اڄ سڀني گڏجي مونکي ڌڪي
ڇڏي ڇڏيو هو ۽ مان اڪيلو، ويڳاڻو، اوپرو ۽ غير محفوظ
هن ڪاليج جي چائنٽ وٽ بيٺو هوس. سامهون شهر جي
شاهراه ڦهليل هئي، جنهن تي موٽرن، رڪشائن ۽ هڪ ٻئي
کي مارڻ، چيلهڻ جون ستون ستهندڙ، سهڻن چهرن ۽ دونهاٽيل
دلين وارن ماڻهن جي اچ وڃ لڳي پئي هئي. آخر هي پيچ
ڊڪ، گوڙ گمسان ۽ هي هٿان ڇا لاءِ آهي. ڇا مون جهڙن
ماٽيلن پٽن کي جيئڻ جو حق ڪونهي. اسان ته سماجي نظام

ان لاءِ ڪيو هو ته جيئن ماڻهو پڻ به قانون جي پناهه ۾ جي سگهن. پر هتي ته اڄ به اهوئي جهنگلي قانون رائج آهي. اڄ به ڏاڍو هيڻي کي چيري ڦاڙي، سندس هڏيون چباڙي، زبان سان واڇن تان رت چٽي ڏاڍي آرام سان اوڳرائي ٿو ڏي ۽ قانون پنهنجي سموري هيبت، ڌمڪاءُ ۽ عظمت سان اکين تي پٽيون ٻڌي، هٿ ۾ انصاف جي اها ترازي جهلي بيٺو آهي، جنهن جا پڙ ڪڏهين به برابر نه ٿيا آهن ۽ جنهن ۾ هميشه ڪاڻ رهندي.

ڪمري ۾ پير پاتم ته زهري مونکي ڏسي هراسجي وئي ۽ ڏاڍي دهشت زده آواز ۾ چيائين، "منهنجي ننڍڙي کي الائجي ڇا ٿي ويو آهي."

"ڇو ڇا ٿي ويو اٿس؟"

"رات کان وٺي ڇڙي پڙي ئي نه ٿو."

مان پنهنجا ڏک ڪٿي هن وٽ آيو هئس ۽ هوءَ پنهنجا اجايا ڏک ڪٿي ويٺي. باهه ٿي ويس، چڙ مان چيومانس، "تنهنجو مغز خراب آهي. اهو ٻار توکي ڇريو ڪري ڇڏيندو."

مون جو چڙٻي ڏني مانس ته جهري پئي. روئندي چيائين "منهنجي ٻار کي ڪجهه ٿي ويو آهي. هونئن هر وقت پيٽ ۾ چرندو هو، پر رات کان وٺي چري ئي نه ٿو. ڪٿي... ڪٿي ڪجهه ٿي نه ويو هجيس."

مون ڪيس سيني سان لاتو ۽ آٿت ڏيندي چيومانس "چري، ڪڏهن ڪڏهن ٻار چپ به هوندا آهن ۽ هفتن جا هفتا چرندا پرندا نه آهن. تون اجايا ٿي وهم ڪرين."

”دل کي گهڻوئي ٿي سمجهايان، پر دل ئي مڃي. هانءَ ني ڇو ڇپ ٿي آهي. انهن ئي سمجهان ڇو ڪا خوفناڪ ڳالهه ٿيڻ واري آهي. ڇو ڪجهه ٿي چڪو آهي يا ٿيڻ وارو آهي. خدانخواسته جي منهنجي ٻارڙي کي ڪجهه ٿي پيو ته مان مري ويندس. تباه ٿي ويندس.“

منهنجي سيني ۾ منهن لڪائي هوءَ ننڍڙي ٻار جيان سڏڪا ڀري روئڻ لڳي.

چيومانس، ”پيٽ واري زائفان کي ڪڏهين ڪڏهين مونجهه به ٿيندي آهي. دل تي غبار چڙهندا آهن. اجايا ٿي وهم ڪرين. ڪجهه ڪونهي، خدا رحم ڪندو. هاڻي پلا هڪڙو دفعو ڪلي ڏيکار. منهنجي ڪري ڪلي ڏيکار. ننڍي ڪلين؟ ڇو ته مان به تو سان ننڍو ڳالهايان. اچان ننڍي ڪلين. ڇو ڏسان ڪيئن ننڍي ڪلين.“

مون هنکي ڪتڪتايون ڪيون هنجي چپڙن تي لڙڪ ڳاڙهو مرڪ اچي وئي. مون ڪان پنهنجا ڏک وسري ويا ۽ هنجي دل وندرائڻ لاءِ کيس هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ٻڌائڻ لڳس. هوءَ ڪنهن وقت کلي ٿي ته ڪنهن وقت سندس چهري تي غم جو اونداهون ڇانءُ لهرائي ٿي وڃي. رات جو سمهڻ مهل جڏهن مون بتي وسائي ته هوءَ ڇپ ڏئي اٿي ويٺي. يڪدم چيائين، ”بتي ٻار. اونده ۾ ساه ٿو ٻوساٽجي. گهٽا ٿا اچن.“

مون اٿي بتي ٻاري ۽ هوءَ ساري رات سمهي نه سگهي. پنهنجي پيٽ تي هٿ ڦيري چوندي رهي: ”الائي ڇا ٿي

ويو اٿس. الائي ڇو نٿو ڇري."

ٻئي ڏينهن صبح سان مان ڊاڪٽرياڻيءَ کي وٺي آيس. ڊاڪٽرياڻيءَ جو هنگي اٿڻ هراسيل ڏٺو ته کيس دلجاءِ ڏيڻ لڳس ۽ تپاس ڪري ڏاڍي اطمينان سان مرڪندي چيائينس، "اجايو ڪلفي پنهنجي حالت خراب ڪئي اٿيئي. ڪجهه ڪونهي. ٻار بلڪل ٺيڪ آهي. ٿورو ڪمزور آهي. انڪري چري پري نٿو ۽ جي ڇري پري ٿو ته اهڙي نموني سان جو خبر نٿي ڪلڻ ٿي پوي. باقي فڪر جي ڪا ڳالهه ڪانهي."

ڊاڪٽرياڻيءَ جي ڳالهه ٻڌي هوءَ خوش ٿي ويئي. مان ڊاڪٽرياڻي سان هيٺ لٿس ته ڊاڪٽرياڻيءَ چيو، "منهنجو خيال آهي ته ٻار مري چڪو آهي. اوهين يڪدم وڏي اسپتال ڪٺائي وڃو. جي دير ڪيو ته زهر چڙهي ويندس. هڪڙي ڳالهه جو خيال رکجو ته هنگي خبر نه پوي ته هنجو ٻار مري ويو آهي."

ڊاڪٽرياڻيءَ جي ڳالهه ٻڌي منهنجو هانءُ ٿي ٻه ڪن ٿي پيو. بت ڏڪڻ لڳو. ڇنگهون ٽڙڪڻ ۽ مغز ڦرڻ لڳو، ڇڻ جاڻ پنوائي ڪاٿي ڪريس. ڏاڪڻ چڙهيس ته اهڙي مغز کي ڦيرائي آئي جو ٻئي هٿ مٿي کي ڏيئي اتئي ويهي رهيس. الائي گهڻي دير گذري وئي. الائي گهڻي دير تائين ٻئي هٿ مٿي کي ڏيئي ڏاڪڻ تي ويٺو رهيس. اوچتو خيال آيم ته جي زهري منهنجي هيءَ حالت ڏسي ورتي ته سڀ ڪجهه سمجهي ويندي. پوءِ ڇا ٿيندو. يڪدم اُٿي ڏيئي اُٿس ۽

...ي اطمينان سان سرڪندو ڪمري ۾ گهڙيس. سونکي ڏسي هوءَ به مرڪڻ لڳي.

”ڇيو تي مانءَ ني ته اجايا وهم نه ڪندي ڪر.“

”ڇا ڪريان. ماڻهوءَ جي دل ٿوريئي پنهنجي وس ٿيندي آهي.“

”اڙي سچي. هي ڳالهه ته ٻڌ. ڊاڪٽرياڻيءَ ڇيو ته ٻار ڏاڍو ڪمزور ٿي ويو آهي ۽ کيس پوري خوراڪ نٿي پهچي.“

”پوءِ...“ هوءَ هراسجي وئي.

”فڪر جي ڪا ڳالهه ڪانهي. ڊاڪٽرياڻيءَ ڇيو تي ته ٻار کي هينئر ڇهن گهرجي اٺ مهينا ته هوندن ئي پيٽ ۾ ٿي ويا اٿس. هينئر ڊاڪٽر توکي ڪڙي سئي هڻندو ۽ پوءِ اسانجو ننڍڙو اسانجي هنج ۾ هوندو. کيس ايترو ته ڪير ...ارينداسين جو پهلوان ٿي ويندو ۽ پنهنجي ران تي هٿ ...ڙ چوندو، ’بابا ملهه وڙهندين‘، مان چوندومانس ’نه پٽ، ... ڪمزور ماڻهو توسان ڪيئن ملهه وڙهي سگهندس‘،

ڳالهه... ڳالهائيندي هانءُ پرجي آيم. پر يڪدم پنهنجو پان ... ورتم. مون هنکي راضي ڪيو ۽ اسين اوڏيءَ مهل ئي وڏي اسپتال روانا ٿياسين. هڪڙو ڊاڪٽر منهنجو ...ست هو تنهن زهريءَ کي چڱيءَ طرح تپاسيو ۽ چيائين، ...ري ويو آهي. هينئر جو هينئر آپريشن ڪري ٻار ... هوندو نه ته مريض تي زهر چڙهي ويندو. هڪڙي ٻي ڳالهه ... ...ان اوهانکي ٻڌائي ٿو ڇڏيان، جي مريض ... ... دانيءَ ...ي به اثر پيو ته ٻچي داني به ڪڍڻي پوندي ۽

پوءِ مريض کي ڪڏهن اولاد نه ٿيندو.“
”مونکي ٻار جي ضرورت نه آهي، مونکي پنهنجي زال جي زندگي جي ضرورت آهي.“
زهريءَ کي اوڏيءَ مهل ئي آپريشن ٿيئٽر ۾ پهچايو ويو. هوءَ ڏاڍي هراسيل هئي. اٿين تي ڊنل اکين سان مونڏانهن ڏٺائين ڄڻ ڪيس ڪوس گهر ۾ وٺيو ٿي وڃا.
آپريشن ٿيئٽرجو دروازو بند ٿيو ۽ مان وارنڊي ۾ گهمڻ لڳس. عجيب خيال دماغ ۾ ڊوڙڻ لڳا. مغز ڦرڻ ۽ چنگهون ڏڪڻ لڳيون. ساري بت مان ساه ڇڏائجڻ لڳو ۽ مان اٿيئي وراندي ۾ پٽ کي ٽيڪ ڏيئي ويهي رهيس. اکين اڳيان اونده ڦهلجڻ لڳي ۽ پوءِ روج راڙو. ڳريل سڙيل ماس جي ڌپ. اڀڙڪا ڏيندڙ جيئرو جا ڳندو رت. چئني طرفن کان، بي ڪفن مڙدن جو ناچ. هنبوڇيون ۽ آدم بوءِ آدم بوءِ جا آواز. ڇرڪي اک پٽيم ته سامهون نرس بيٺي هئي.
”مبارڪ هجيو، آپريشن ڪامياب ٿي آهي.“
ايتري ۾ زهريءَ کي آپريشن ٿيئٽر مان اسٽريچر تي ٻاهر ڪڍائي آيا. سندس اکيون مڙدن جيان اڌ پٽيل ۽ اڌ ٻوٽيل، ڪنڌ هڪ طرف لڙيل ۽ بدن بي‌ستو هو.

زهري پلنگ تي بيهوش پئي هئي ۽ مان سگريٽ جا سوٽا هڻي بيچينيءَ سان ڪمري ۾ هيڏانهن هوڏانهن گهمي رهيو هوس. زهريءَ جي آپريشن ڪامياب ٿي هئي. هن جو مئل ٻار ۽ ٻچي داني آپريشن ڪري ڪڍي ڇڏي هئائون. هاڻي

هوءَ ڪڏهن بہ ماءُ بڻجي نہ سگهندي. هاڻي جڏهن هوءَ اڪيون کوليندي ۽ پنهنجي ٻار جو پڇندي تڏهن مان ڪيئن کهڙو جواب ڏيندس. ڪيئن ڪيئن ٻڌائيندس تہ سندس ٻار جنهن لاءِ هن سجاڳيءَ جي سپنن جا هزارين جهان جوڙيا هئا جنم کان اڳ ئي مري ويو. ڪنهن مامتا ماريل ماءُ کي سندس ٻار جي موت جي خبر ٻڌائڻ ڪيتري نہ جگر ڏاريندڙ ڳالهہ آهي.

آخر اها گهڙي اچي وئي جنهن کان مان ڊڄي رهيو هوس. زهريءَ اکيون پٽيون ۽ خشڪ چپن تي زبان ڦيريندي چيائين.

”ٻالي.... ٻالي.“

مون هنکي گلوڪوس پياريو ۽ هو بلڪل هوش ۾ اچي وئي. گهوليندڙ نظرن سان هيڏانهن هوڏانهن نهاريندي پڇيائين،

”منهنجو ٻار ڪٿي آهي.“

”ٻار کي ڊاڪٽر کڻي ويو آهي.“

”ڇو کڻي ويو آهي. ڪيڏانهن کڻي ويو آهي.“

”ٻار ڏاڍو ڪمزور هو. ساهہ بہ کڻي نٿي سگهيو. هنکي آڪسيجن ڏيڻ لاءِ کڻي ويا آهن.“

”تون ڪوڙو آهين. ڪوڙ ٿو ڳالهين. تنهنجون اکيون ٻڌائن ٿيون تہ تون ڪوڙ ٿو ڳالهين. ٻڌاءِ منهنجو ٻار ڪٿي آهي. ڪيڏانهن ڪيو اٿو منهنجي ٻار کي. اڙي مان هنجي ماءُ آهيان. گهٽ ۾ گهٽ مونکي هنجي صورت تہ ڏيکاريو. آئيوس تہ هڪڙو دفعو پنهنجي ٿڃ تہ پياريانس. تون نٿو

آئيس تہ مان پاڻ تي وهان.''

هوءَ ٽپ ڏيئي اٿي ۽ دانهن ڪري هٿ ڪلهي پيٽ تي رکيائين. هنجا ڏا ڪُپا ٽٽي پيا ۽ رت وهڻ لڳو. نرس ڀوڙي ڀاڪٽر ڏانهن وئي ۽ مان حيران ۽ پريشان هنجي چهري ڏانهن ڏسندو رهيس. ڪمزوري مٿس غالب پوندي تي وئي. اکيون پوتبيون تي ويس ۽ چپن مان ٿتل پڳل آواز تي نڪتس، ''منهنجو پار رئندو... هوندو... هڪ...دفعو...تيج تہ....پيارِيانس.''

پہ ٽي سال گذري ويا آهن. هوٽل اڳي جيان هلي رهيو آهي. زندگي اڳ جيان روان دوان آهي. نوان نوان مسافر ايندا آهن ۽ پہ چار ڏينهن رهي هليا ويندا آهن. وچڻ ڪانپوءَ ڪير بہ ڪين ياد نہ ڪندو آهي. نہ ڪنهنکي ڪنهنجي اچڻ جي خوشي ۽ نہ وچڻ جو غم. هوٽل جا سپيئي رشتا ڪچا ڪوڙا ۽ وقتي آهن.

هاڻي بہ بيرن کي سڏڻ لاءِ گهنٽيءَ جا آواز گونجندا آهن ۽ بيرا بجليءَ تي هلندڙ بوتن جيان 'جي صاحب، آيو صاحب حاضر صاحب' چوندا ڀوڙندا، پچندا ڏاڪڻيون لهندا چڙهندا آهن ۽ رات جو ساڻا ٿي وچي کٽ تي ڪرندا آهن. صبح جو سوير اخبار واري ڇوڪري جو آواز گونجندو آهي ۽ شام جو تيل مالش واري ڇوڪري جو. وڏا وڏا ڪامورا، وڏيرا، انجنيئري کاتي جا ٺيڪيدارهينئر بہ ايندا آهن. ساري ساري رات شراب پيئندا آهن ۽ چئن ڪتن جيان عورتن جو

ساس پٽيندا آهن.

صحافي هوٽل ڇڏي پنهنجي بنگلي ۾ وڃي رهيو آهي، هنجي ڪمري ۾ هڪڙو سادو گهوڙانو اچي رهيو آهي. هر روز آرام ڪر-ي ۽ تي وڃي دور افق ڏانهن نهاريندڙ سلهه جو نوجوان مريض ڪڏهين جو هي ۽ دردن سان پيريل ڏرتي ڇڏي افق جي هن پار پهچي چڪو آهي. هڪ ڏينهن اوچتو هنجي حالت خراب ٿي وئي ۽ جڏهن ڪيس گهوٽ ڪاٽي تي ويا تڏهن رستي ۾ ئي دم نڪري ويس. هنجي ڪمري ۾ هڪڙو وڏو دولت مند نوجوان ڪاليجي شاگرد اچي رهيو آهي، جيڪو سارو ڏينهن هروپرو به پيو ٺهڪ ڏيندو آهي.

انهن پراڻن مسافرن کي هينئر ڪير بہ ياد نہ ڪندو آهي. ڪنهنجي بہ هانءُ ۾ هنن جي ڪمي جو ڪنهو نہ چيندو آهي، هرڪو پنهنجو پاڻ ۾ گم آهي. پنهنجي ئي مسرتن جي تلاش ۾ حيران ۽ سرگردان.

مان ۽ زهري ان ساڳئي ٦٦ نمبر ڪمري ۾ رهندا آهيون. زندگي اسان ڪان سپنا ۽ سک کسي، اسانکي لتاڙي، چيپالي، گهاٽي ۽ ڦٽي اڪيلي وڏي وئي آهي ۽ اسين ٻئي پنهنجي پنهنجي رت ۾ لڇي، ڦٽڪي ۽ تڙپي رهيا آهيون. زهري اڃان تائين ان حقيقت کي قبول نہ ڪيو آهي تہ سندس يار مري ويو آهي. شايد اهوئي سبب آهي جو سندس ساري سوچ ۽ جوين ڪومائجي ويو آهي. سندس گلاب جي گلن جهڙو رنگ ڪارانجي ويو آهي ۽ سندن وڏن، سياه، سهڻن اکڙين ۾ سندس اڻ پورن خوابن جهڙي ڏوڙ اڏامندي

آهي. اسين ٻئي هڪ ٻئي جي ويجهو هوندي بہ هڪ ٻئي کان دور آهيون. ٻئي اڪيلا، ويڳاڻا، ٿڪل ۽ گهايل!

هوءَ سارو ڏينهن پنهنجي ٻارڙي کي ياد ڪندي آهي. هر وقت ڪافور جي ڳڏي کي هنج ۾ ليٽائي لوريون ڏيندي آهي يا پينگهي ۾ سمهاري لوڏا ڏيندي آهي. هنکي اٿين ڪندو ڏسي مان روئي ويهندو آهيان. هنجي ويجهو وڃي سندس اٿين ۽ منجهيل وارن ۾ آڱريون ڦيري پيار ڪندو آهيان ۽ هوءَ پنهنجون اداس، ويران ۽ خالي خالي اکيون کڻي مونڏانهن اٿين نهاريندي آهي جڻ مونکي سڃاڻي ئي نہ. جڻ مان ڪو اجنبي، اوپرو ۽ پرائو آهيان. مان هنکي پاڻ ڏانهن اٿين اوپرن اکين سان نهاريندو ڏسي سوچيندو آهيان تہ ڇا هي اها ساڳي زهري آهي، جنهن جون اکيون وڏيون، سهڻيون، چيرويون ۽ کهنڊڙ ڪنارڀون هيون ۽ جن مونکي ڪٺو هو. جنهن سان گڏ مون خوابن جو جهان ۽ محبت جي ڪائنات جوڙي هئي. جنهن سان مان رات جي اونداهي ۾، ستارن جي روشني ۾ ويهي روح ريهاڻ ڪندو هوس ۽ اسانجو پيار الفظن جي صورت ۾ ٽيپو ٽيپو ٿي هڪ ٻئي جي هانءَ جي ٿانءَ ۾ لمندو هو. ڪيڏانهن ويا اهي ڏينهن، ڪيڏانهن وئي اها زهري ۽ ڪنهن اسانجي هانءَ جا ٿانوَ پچي پورا ڪيا.

ڪڏهين ڪڏهين هوءَ مونکي سڃاڻندي آهي. منهنجي هنج ۾ مٿو رکي پنهنجي ٻارڙي کي ياد ڪري، اوڇنگارون ڏيئي رئندي آهي. جڏهن روئي روئي ساڻي ٿي پوندي آهي

تڏهن دور اُفق ڏانهن نهاري ان گهڙيءَ جا خواب ڏسندي آهي، جڏهين هنکي وري پيٽ ٿيندو. هڪ وار وري ساري ڪائنات ويڙهجي سيڙهجي سندس ڪک ۾ اچي آرامي ٿيندي ۽ نئين سرتخليق ٿيڻ لاءِ آرس پيچندي. جڏهن زندگي جي ازلي تڪندي جي تڪميل ٿيندي ۽ اسانجا روح بدن جا بار لاهي، هلڪا ٿي عرش تي اڏامندا، جڏهين عرش جي ايوانن کي چراغان ڪيو ويندو ۽ حورون اسانجي ٻارڙي کي ستارن جڙيل هندوري ۾ لوڏا ڏيئي لوريون ڏينديون، مان هن جون ڳالهيون ٻڌي رڻ لڳندو آهيان. مان هنکي ڪيئن سمجهايان ته هنجو اهو خواب ڪڏهين به پورو نه ٿيندو. اها گهڙي ڪڏهين به سندس زندگيءَ ۾ نه ايندي ۽ هوءَ ڪڏهين به ماءُ بڻجي نه سگهندي.



# شڪست جو آواز

مان ۽ زيبو چپ چاپ هلي رهيا هئاسين. ساري دنيا کان بي خبر ۽ پنهنجي پنهنجي دنيا ۾ گم. اڄ اسان الاٽي ڪيترن سالن کانپوءِ مليا هئاسين. ان عرصي ۾ هوءَ ڪيتري نه بدلجي وئي هئي. هنجا ڪڪرن جهڙا ڪارا وار، جيڪي ساري وجود تي وچائجي ميگهه ملهار لاٽي ڏيندا هئا، اڏ کان وڏيڪ اڇا ٿي ويا هئا، ڪنول جهڙو چهرو ڪومائجي ويو هو، ۽ سندس چليل گهڙيل بدن بي ڍولو ٿي ويو هو. اسانکي هڪ ٻئي سان گهڻو ڪجهه ڪالهائڻو هو، ڏک سور سلڻا هئا، اندر اورڻو هو. پر اسين ماٺ هئاسين. وڇوڙي جي انهن سالن ۾ ڪيترن چهرن جا چنڊ ويسر ۾ اُلهي ويا هئا. ڪيترن يادن جسي ريڪائن کي وقت جي دز لڳي چڏيو هو. ڪيترا ڦٽ ڪڙيون ٻڌي ويا هئا ۽ ڪيترا نواز ڦٽ ڦٽي پيا هئا. اڄ ڪيترن سالن کانپوءِ مليا هئاسين ته چهرن جا ڪيئي چنڊ طلوع ٿي ويا هئا جنجي سوگوار سهائيءَ ۾ اسين ٻئي پنهنجي پنهنجي هينئڙي تسي چٽيل يادن جي هڪ هڪ ريکا کي چنڊي ڦوڪي، وقت جي دز کان صاف ڪري رهيا هئاسين. جيئن ڪو مسافر ڪيترن سالن جسي سفر کانپوءِ پنهنجي اڪيلي ۽ ويران گهر ۾ موٽي ايندو آهي ۽ هڪ هڪ شيءِ کي چنڊي ڦوڪي صاف ڪندو آهي.

مونکي چٽيءَ طرح ياد آهسي جڏهن مان زيبوءَ سان

ڀهريون دفعو مليو هوس تڏهن هوءَ پنجٽيهن چٽيهن ورهن جي پڪي عورت هئي. پر سندس سونهن ۽ جواني اهڙي ته ڀرپور هئي جو نين نڪورن ڇوڪرين جي جواني به سندس جوين آڏو ڪوماڻجي ويندي هئي. جهڙي حسين هئي تهڙو ئي مٺڙو آواز هيس ڳائيندي هئي ته ائين محسوس ٿيندو هو ڄڻ پيچ پني ۽ ويل هاڻ تي ماڪ وسي رهي آهي ۽ هينئڙو ڪنول گل جيان ٽڙي پيو آهي. سندس سونهن ۽ آواز جي منڊ مون جهڙن ڪيترن ئي ڪمنام نوجوانن، وڏن اميرن ۽ آفيسرن کي منڊي ڇڏيو هو. ڪنهن ثقافتي محفل ۾ ڳائڻ ويندي هئي ته سندس جهلڪ ڏسڻ لاءِ ماڻهن جا ڳاهٽ ٿي ويندا هئا. کيس سونهن، جواني دولت ۽ شهرت ايترو تہ مغرور بڻائي ڇڏيو هو جو ڪنهن سان سڌئين منهن ڳالهائيندي ئي ڪانہ هئي. باقي جيڪڏهين ڪنهن ۾ ڪو ڪم پوندو هوس تہ يڪدم دوست بڻجي ويندي هئي. پوءِ ڪم لٿو، ڪاڳر ڦاٽو. هنکي پنهنجي هڪڙي پرستار جي سياءَ ۽ پنهنجي هڪ هڪ مائي جيملهہ جي خبر هئي. کيس خبر هئي تہ سندس پيشاني ۾ پيل گهنج ڪهڙي پرستار جي هانءَ ۾ خنجر بڻجي کپندو ۽ سندس چپڙن تي مڙيل اڻ لکي مرڪ ڪهڙي پرستار جي هستيءَ تي وڄ بڻجي ڪرندي. ڪنهنکي بي رخيءَ ۽ ڪنهنکي مائي سان مارجي. لالچي بہ ڏاڍي هئي. ڪنهن ثقافتي محفل ۾ ڳائڻ لاءِ چئبو هوس تہ ڪڏهين چپڙن تي مرڪ آڻي، ڪڏهين پيشانيءَ ۾ گهنج وجهي، سپ هيلا هلائي، پئسن جي ڳهر ڪندي هئي. جيترا

پئسا ڪمائيندي هئي انهن ڪان مجال آهي جو ٽڪو به ڪڍڻ ونئي. هن پنهنجي شهرت مـان فائدو وٺڻ لاءِ انشورنس جو ڪم به شروع ڪيو هو ۽ پنهنجن پرستارن کـي مالن سان مات ڪري، ڪين انشور ڪندي هئي. هنجي هـر عمل ۾ ڪوڙ ۽ ڏيکاءُ هو ۽ سندس سيني ۾، محبت ۾ ٽڙڪندڙ ۽ ڏک ۾ تڙپندڙ دل جي بدران برف جي سر رکيل هئي جنهن کي همدردي رحم ۽ محبت جي گرمي ڪڏهين به پگهاري نتي سگهي. هنجي بـاري ۾ بيون بـه ڪيتريون ئي خراب ڳالهيون هليل هيون.

مان هنجي سونهن جو سودائي هوس ۽ سندس رنيءَ جي ريهاڻ لاءِ به ماندو رهندو هوس. پر مونکي هنجي خودغرض ۽ لالچي سڀاءَ کـان نفرت هئي. هنجي غير موجودگيءَ ۾ سندس لالچي سڀاءَ کي ياد ڪندو هوس تـه دل نفرت سان ڀرجي ويندي هير پر جڏهن سندس جهلڪ ڏسندو هوس تـه ساري نفرت ميڻ جيان پگهري ويندي هـئـي. ٻين پرستارن جي ڀيٽ ۾ هوءَ مون سان مٺڙيءَ ڇگو ورتاءُ ڪندي هئي. ۽ مون جهڙي معمولي ماڻهوءَ لاءِ اهائي وڏي ڳالهه هئي ته جنهن عورت سان بـه اکر ڳالهائڻ لاءِ وڏا وڏا ماڻهو مرندا هئا، سا منهنجي دوست هئي ۽ مون سان عـزت ڀريو ورتاءُ ڪندي هئي.

منهنجي ۽ زيبوءَ جي واقفيت تـه گهڻي وقت کان هئي پر اسانجي دوستي ٻوه ئي هئي. تن ڏينهن ۾ مان هڪڙي اخبار ۾ ڪم ڪندو هوس. الائي مونکي هنجي شهرت ۽ ڪاميابيءَ

سان ساڙ ٿيو هو يا الائي مون هنکي پنهنجي اهميت ڏيکارڻ ٿي
مڃائڻ چاهي جو مون اخبار ۾ هنجي خلاف مضمون لکڻ
شروع ڪري ڏنا. هڪ دفعي ته سندس آواز کي ڦاٽل دهل
سان به تشبيه ڏنم. سندس اچارن جي غلطين کي ظاهر ڪيم
۽ لکيم ته هيءَ ته اسانجي مٺڙي ٻوليءَ سان ظلم ڪري
رهي آهي. ٻه چار ڏينهن گذريا. هڪڙي ڏينهن اخبار جي
آفيس ۾ ويٺو هوس ته اوچتو زيبو اندر گهڙي آئي. اچڻ سان
چيائين، ”قلم تي هلندؤ.“
مان هنکي پنهنجي آفيس ۾ ڏسي حواس باخته ٿي ويو
هوس. يڪدم ڪٺي هاڪار ڪيم.
”نه پوءِ هلو.“
آفيس کان ٻاهر نڪتاسين ته ٽانگي ۾ سندس ٻه ساهيڙيون
به ويٺيون هيون. مان ٽانگي تي اڳيان ٿي ويٺس ۽ اسين
سئنيما هال ڏانهن روانا ٿياسين. سندس ساهيڙيون به چڱيون
سهڻيون هيون، پرسندن سونهن زيبوءَ جي سامهون ڪوماڻجي
وئي هئي. هن الائي ڇو منهنجو هنن سان تعارف نه ڪرايو.
اها اسانجي دوستيءَ ڏانهن پهرين وک هئي.
ٻئي ڏينهن هن مونکي چانهن جي دعوت ڏني. ان ڏينهن
مون هنکان انٽرويو به ورتو. انٽرويو وٺندي مون هنکان
سندس شاديءَ بابت پڇيو ته کلي ويٺي ۽ چيائين، ”مون ته
شادي ڪري ڇڏي.“
”ڪنهن سان؟“
”پنهنجي فن سان.“

مون هنجو انٽرويو ڏاڍي شان سان اخبار ۾ شايع ڪيو. ڪجهه ڏينهن اڳ ان ساڳي اخبار ۾ مون هنجي ڳالهه لکي هئي ۽ هيئر ان ساڳي اخبار ۾ مون سندس تعريف ۾ پورا ٻه صفحا ڀريا هئا. ان ڏينهن کانپوءِ هوءَ منهنجو ڏاڍو خيال ڪندي هئي ۽ پوءِ آهستہ آهستہ اسين ٻئي دوست ٿــي ويا هئاسين.

هڪ دفعي هوءَ مون وٽ آئــي هئي ۽ چيو هئائين، ”معذور ٻارن جي ڀلائيءَ لاءِ هڪ ادارو کليو آهي. مونکي انجو اعزازي سيڪريٽري چونڊيو اٿن. مان چاهيان ٿي تہ اهو ادارو وڌي ۽ معذور ٻارن کي زندگيءَ جون اهي سموريون نعمتون ڏي جنڪان هو محروم آهن. اهو تڏهن ٿــي سگهي ٿو جڏهين اداري وٽ پئسا هجن، ان لاءِ مون هڪ رٿ رٿي آهي تہ هڪڙو وڏو ثقافتي ميلو ڪرايان. ساري ملڪ جا مشهور فنڪار سڏايان. سيئي فنڪار گڏجي ٽڪيٽون وڪڻن ۽ مفت ۾ ڪم ڪن. ٽڪيٽن جي وڪري مان جيڪي بہ پئسا ٿين سي ان اداري کــي ڏنــا وڃن. تون ان سلسلي ۾ منهنجي مدد ڪندين نہ؟“

مونکي خبر هئي تہ اهو سڀ ڪجهہ هوءَ سستي شهرت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪري رهي هئي پر تہ بہ ٻئي ڏينهن اخبار ۾ هنجي باري ۾ مضمون لکيم تہ عظيم فنڪاره زيبو انسان پرستي جي عظيم جذبي ۾ ايتري تہ رچيل آهي جو....

زيبوءَ ساري ملڪ جا وڏا وڏا فنڪار گڏ ڪيا. سيني

ڏجي ٽڪيٽون وڪيون. شو جي ڏينهن تي هزارين ماڻهو
جي سهڙيا. شوشروع ٿيو. سيني فنڪارن پنهنجو فن ڏيکاريو.
بنڻر زيبوءَ جو وارو هو. هوءَ ساڙيءَ جا پلوَ سنڀاليندي،
بل جيان ٽلندي، اسٽيج تي اچي ويٺي. ۽ جيئن نه ڪو
تح، فتح جي گهمنڊ وچان، مفتوح لشڪر جو جائزو وٺندو
ي تيئن هوءَ بہ هال ۾ ويٺل ماڻهن جو جائزو وٺڻ لڳي.
تري ۾ سازن ساه کنيا. هن نڙي صاف ڪئي ۽ آلاپ
ائين، چڻ بڙڇي هوا ۾ لهرائي ۽ ڪائنات جي سيني ۾
جي ڪئي. هنجو راڳ ٻڌي ائين ٿي محسوس ٿيو چڻ سندس
ح راڳ جو ويراڳ وٺي، رڙندو رڙندو، صدين جا سور
يندو، عرش ڏانهن اڏامندو ٿي ويو. عرش تي اونايو،
ڪائنات تي ڪوڪاريو ۽ زيبوءَ تي ڳايو.
سي ٺي جوين ڏينهن جڏهين سچڻ سفر هليا.
ساري خدائي سندس راڳ جي منڊ ۾ منڊجي وئي هئي.
ال ۾ ويٺل ماڻهو جهڙا پنڊ پهڻ. هن راڳ ختم ڪيو.
هو تاڙيون وڄائي، رڙيون ڪري ڪيس وري ڳائڻ لاءِ
ڻ لڳا پر هوءَ ساڙيءَ جا پلوَ سنڀاليندي اسٽيج تان
ي آئي.
رات جو دير سان محفل ختم ٿي. جڏهن هوءَ ٽري
من چيائين. ”هل مونکي گهر ڇڏي اچ.“ سندس گهر وٽ
اسين تہ چيائين، ”جي جلدي گهر وڃڻو نہ هجيئي تہ ٻہ چار
ٽ ويهي ڳالهيون ڪريون.“
”نہ جلدي تہ گهر وڃڻو ڪونہ اٿم.“

ڪار نان لهي هن گهنٽي وڄائي، هڪڙي ڪرڙود عورت اچي در کوليو، هوءَ ڏيک ويک مان نوڪرياڻي ٿي لڳي. زيبوءَ پڇيس، ”بيبي سمهي پيئي آهي ڪن جاڳي ٿي.“

”اڇا ته جاڳي پئي. ڪاڏو پيئو به ڪجهه ڪونه اٿئين.“

اها بيبي ڪير هئي؟ منهنجي ذهن ۾ سوال ڪر ڪنيو ۽ ڪئين شڪ جاڳي پيا. اندر هلياسين ته مان ورانڊي ۾ هتڪي بهي رهيس. زيبوءَ چيو، ”اندر اچ ته پنهنجي بيبيءَ سان ملايانءِ.“

اندر ڪمري ۾ پريان پلنگ تي سورهن سترهن ورهن جي هڪڙي جماڻ ڇوڪري ليٽيل هئي. هوبهو زيبوءَ جهڙي، ساڳيا ڪڪرن جهڙا ڪارا وار. ڪاريون ڪجايون اکڙيون ۽ ٽڙيل ڪنول جهڙو مکڙو. زيبوءَ کي ڏسي هن اٿڻ جي ڪوشش ڪئي پر اٿي نه سگهي. (هنجي هڪڙي ڄنگهه ۽ ٻانهن اڌ رنگ جي ماريل هئي) هنجي ڪارن ڪجلن اکڙين ۾ ڪاوڙ ۽ ڪروڌ ڀريل هو. زيبو هنجي ويجهو وئي ته هن سٽ ڏيئي زيبوءَ جي وارن کان جهليو ۽ ڇچريل ٽٽل ۽ سمجهه ۾ نه ايندڙ لفظن ۾ ڪجهه چوڻ لڳي (هنجي زبان به اڌ رنگ جي ماريل هئي.) هن زيبوءَ کي وارن کان جهلي پاڻ ڏانهن ڇڪيو ۽ ڪلهي ۾ ڪئي چڪ وڌائينس زيبوءَ کان هلڪي چيٽ نڪري وئي. زيبوءَ جي چهري تي ڪاوڙ ۽ دهشت جي بدران ٻاجهه ٿي ٻه ٻه ڪئي. هو ڄڃ ۾ ٻڏل آواز ۾ چيو، ”بس توبهه ڪيم. اڳتي نه ويندس الا مارين ٿي.“

زيبوءَ ٻانهن ورائي هنکي ڳراٽڙي پاتي ۽ سندس پيشاني
تي چمي ڏنائين. زيبوءَ جــي پيار سان هوءَ جهري پئي ۽
چنگارون ڏيئي روئڻ لڳي. مان بي سٽو بيٺو رهيس. منهنجي
۽ هي سڀ ڪجهه چڻ ڪو پوائنٽو خواب هو. زيبوءَ نوڪريائيءَ
ڏي سڏ ڪيو ۽ چيائينس، ”مهمان کي ڊرائينگ روم ۾ وٺي
جي ويهار. چانهن ناهه ۽ بيبي جي ماني به ڪٺي آڻ.“
مان ڊرائنگ روم ۾ اچي ويٺس. سگريٽ مان سگريٽ
ي دکايم ۽ اکين اڳيان ٿوري دير اڳ وارو ڏيک ڦــي
ريو. چڱي دير گذري ته زيبو ڪمري ۾ داخل ٿي ۽ صوفي
ي ويهندي چيائين، ”منهنجي بيبي ڏٺئي. صفا مون جهڙي
هي ني. آهي تـه منهنجي پيٽ پـر مان ڪيس پنهنجي ڌيءَ
جهندي آهيان. هنجو به مون سان ڏاڍو پيار آهي. مونکان
واءِ نه کائيندي آهي نه پيئندي آهي. دير سان گهر ايندي
هيان تـه ڪاوڙبي آهــي ۽ ڪاوڙ ۾ وار پٽيندي ۽ چڪ
ائيندي آهي.“
نوڪريائي چانهه کڻي آئي ۽ هوءَ چانهه ٺاهڻ لڳي. مان
ات ڪري ويٺو رهيس. سمجهه ۾ نٿي آيم تـه هن سان ڇا
ڳالهايان. ڪيئن سندس بيبيءَ لاءِ همدردي ڏيکاريان. آخر
چيومانس، ”بيبي ڇائي ڇم کان ائين آهي يا پوءِ بيمار ٿي
ٿي هئي.“
منهنجو سوال ٻڌي هوءَ اداس ٿي وئي. ڏکويل آواز ۾
چيائين، ”ڇائي ته ڏاڍي سهڻي ۽ تندرست هئي پر پوءِ ڪيس
: رنگ ٿي پيو.“

هن چانهه جو ڪپ مونکي ڏنو. ڪمري ۾ سانت چانئجي وئي."

"مان ڪنهن معذور ٻار کي ڏسندي آهيان ته هن ۽ مونکي پنهنجا ۽ پنهنجي ٻيبي جا ڏک ڏولاوا ڏسڻ ۾ ايند آهن. ڪهڙي خبر ته ان معذور ٻار جي ٻه ڪا پيڻ هجي جنهن مون جيان پنهنجي ساري حياتي ان معذور ٻار لا قربان ڪري ڇڏي هجي."

هوءَ مان تي وئي ۽ اکيون ڇت ۾ کپائي ڇڏيائين.

"ٻيبيءَ جي اڌ رنگ منهنجي ساري حياتيءَ کي ا رنگ ڏيئي ڇڏيو. الائي ڇا ٿيندو ٿي چاهيم ۽ الائي ڇ ٿيجي پيس. مون زندگيءَ کان ڇا گهريو ۽ ڇا پلئه پاتم مون ڪڏهين سوچيو به نه هو ته مان ڪا پيشه ور گهاڻ ٿبس. منهنجي ذات ويڪاءُ مال ٿيندي. مان هزارين ماڻهو جون دليون وندرائيندي آهيان، سندن ڏک ڏولاوا گهٽائيندي آهيان. ماڻهو مونکي اکين ۾ جاءِ ڏيندا آهن. پر تون هن جون دليون قبولي ڏس. سندن دلين ۾ مون لاءِ ڪا عزت ڪانهي."

هوءَ وري مان تي وئي ۽ پوءِ پنهنجي روح جا سڀيئي روشن دان کولي ڇڏيائين، پنهنجي سموري زندگيءَ کي منهنجي آڏو وڇائي ڇڏيائين.

زيبوءَ جي زندگيءَ جي ڪهاڻيءَ جو آغاز تڏهين ٿ تو ٿئي جڏهن نثار سان هنجو منگو ٿيو هو. نثار هرويرو ڪ

خاص سهڻو ڪونہ هو پر سندس بيهڪ ۽ روش ڏاڍا وڻندڙ ۽ سيبانتا هئا. سندس خيال پڻ نوجوانن کان مڙيئي ڪجهہ نرالا هئا. عورت جي آزادي، ڏتڙيل انسانن سان همدردي، آرٽ ۽ فن تي ڏاڍا بحث ڪندو هو. شاعر بہ هو (زيبوءَ مونکي هنجا ٻہ چار شعر پڙهايا هئا. مونکي اهي شعر ڏاڍا رواجي، سستي جذبات پرستي ۽ اجائي نعره بازي سان ڀريل نظر آيا هئا) ڪڏهن سندس شعر جذبن کي ڪتڪتايون ڪندا هئا تہ ڪڏهين بغاوت جي باه سان لهسائي ڇڏيندا هئا. چوندو هو: اهي ڏينهن ضرور ايندا جڏهين دکايل ڌرتيءَ تي ماڻهوءَ پوڙ مينهن وسندا، نار ٽيندا، نفرت جا سلا سڙي ويندا ۽ ڪو ڪنهنکي ڪونہ ڌڪاريندو. زيبوءَ کي هو ڪنهن روماني ناول جو هيرو لڳندو هو، جيڪو ناول جي دنيا مان نڪري هن جيئري جاڳندي دنيا ۾ آيو هو ۽ هنجي سامهون ويهي ننڍا ڪڙيون ڳالهيون ڪري رهيو هو. زيبوءَ جي عمر تڏهين پندرهن سورهن سال هئي. ان عمر ۾ تہ هونئن ئي ماڻهوءَ کي روماني ناول وڻندا آهن ۽ نثار تہ ڪنهن روماني ناول جو جيئرو جاڳندو هيرو هو. نثار زيبوءَ جي ساهيڙيءَ جو ڀاءُ هو. زيبوءَ جڏهين مئترڪ پاس ڪئي هئي ۽ هڪڙي پرائمري اسڪول ۾ ماستربائيءَ تي هئي تڏهين سڪينہ سندس ساهيڙي ٿي هئي. سڪينہ هنکي ڏاڍو ڀائيندي هئي. هڪڙي ڏينهن اسڪول ۾ ڪوڏڻ ملهايو ويو هو. ان ڏڻ تي زيبوءَ هڪڙو گيت ڳاتو هو. واه واه تي وئي هئي. سڪينہ تہ ڪيس ڀاڪر پائي چيو هو، ”زيبو، جي مان مڙد

هجان ها تہ مري بہ توسان شادي ڪريان ها.“

سڪينہ سارو ڏينهن هن سان پنهنجي پاءُ جون تعريفون ڪندي هئي. ”هھڙو آهي، نثار جهڙو پاءُ تہ ورلي ڪنهن پيءُ کي ملندو.“

هنجي دل ۾ بہ نثار کي ڏسڻ جو شوق جاڳيو هو ۽ هڪڙي ڏينهن سڪينہ جي گھر ۾ هن نثار کي ڏٺو هو. نثار هنکي چڱو لڳو هو پر سندس ڳالهيون ڪيس ڏاڍيون وڻيون هيون. هوءَ بہ نثار کي ڏاڍي وڻي هئي. ان ڏينهن کانپوءِ نثار پيءُ کي تياري ڪئيون تہ ڪيئن بہ ڪري زيبوءَ سان شادي ڪراءِ. آخر سڪينہ زيبوءَ لاءِ متي ڪٽي آئـي. ٻئي هيٺاهين وچولي طبقي جا هئا، ٻنهي گھرائن جـو رتبو، اخلاقي قدر هڪ جهڙا هئا، چوڪرو پڙهيل ۽ سڌريل هـو. زيبوءَ جي پيءُ ماءُ يڪدم ڪٽي ها ڪئي ۽ اڪ چنـپ ۾ ٻنهي جـو مـڱڻو ٿي ويو. هاڻي زيبو سارو ڏينهن نثار جون ڳالهيون پئي ڳائيندي هئي ۽ انهن ڏينهن جا خـواب ڏسندي هئي جڏهن هنجي شادي ٿيندي، جڏهن ساري ڪائنات سندس سهاڳ جـي سڳنڌ ۾ رچي ويندي، جڏهين سندس ڪنوارپڻو شفق جي رنگن جيان ڦٽي، ٽڙي، ڪڙي بيهندو. پر اوچتو سندس خواب اڇي پٽ پيا. پئس کي گھٽي وقت کان دل جي بيماري هئـي سو هڪڙي ڏينهن وينـي ويـنـي ڪٽي اکيون ٻوٽيائين. پيءُ جي مرڻ جو هنکي يقين ئي نہ ٿي آيو. پر پوءِ جڏهين پئس جي پينشن بند ٿي وئي ۽ ساري گھر جو بوجهہ هنجي ڪلهن تي اچي ڪريو تڏهين هن اکيون پٽيون. پهرين پئس

جي پينشن ۽ سندس پگهار سان گهر ٻيو هلندو هو، هينئر
هنجي پگهار مان ئي ساري گهر جي پورت ٿيڻي هئي. هنکي
پنهنجي پوڙهي پيءُ، اڌ رنگ جي ماريل ڀيڻ ۽ ننڍڙي ڀاءُ
جو سهارو ٿيڻو هو. زيبوءَ کان وڏو ڀاءُ به هو پر نه هجڻ جي
برابر. ننڍپڻ ۾ بري سنگت ۾ ڦاسي اهڙو ته ڪري پيو هو
جو پلس ڪيس گهران ڪڍي ڇڏيو هو. ڪڏهين ڪڏهين پيءُ
جي غير موجودگيءَ ۾ گهر ۾ ايندو هو ۽ ماءُ کي منهن ڏيکاري،
ڪونه ڪو بهانو ٻڌائي، پئسا وٺي هليو ويندو هو. پيءُ جي
مرڻ کانپوءِ هو گهر ۾ موٽي آيو ۽ سيني کي سهارو ڏنائين.
ڪجهه ڏينهن گذريا، هڪڙي ڏينهن زيبو جن ننڊ مان اٿيا
ته هو غائب هو. هنن سمجهيو ننڊ مان اٿي ڪيڏانهن نڪري
ويو آهي ۽ چاڻ موٽي آيو. پر پوءِ زيبوءَ جي ماءُ جو پنهنجي
پيتي کولي ته دانهن نڪري ويس. جيڪا ٿوري گهڻي موڙا
چوندي هئي ۽ جيڪي ٿورا گهڻا زيبوءَ لاءِ زيور ٺهرايا
هئائون سي سڀ غائب هئا. ماڻس ٻئي هٿ سيني تي هڻي
پاراتا ڏيڻ لڳس.

”ابا شل نياڻن جي هچا پوئي. هٿ ڪڙيون لڳنئي،
جيل وڃين.“

الائي ماڻس جي پٽ جو اثر ٿيو يا، الائي اتفاق اهڙو ٿي
پيو جو ٻئي ڏينهن تي ٻڌئون ته هنکي پوليس جهلي ورتو آهي.
هو گهر مان پئسا ۽ زيور کڻي سڌو وڃي جوا تي ويٺو ۽ سڀ
ڪجهه هارائي ڇڏيائين ۽ هار جي باهه ۾ ڪنهن واري کي
چاقو وهائي ڪڍيائين. ماڻس جو پٽ جي جهلجڻ جو ٻڌو

ته ڇوٽاڪ ٿي اچي فرش تي ڪري. مغز ٿي ڏري پيس. ماءُ
کي بيهوش ڏسي ٻيبي ۽ بابو روئڻ لڳا. زيبوءَ واٺڙن جيان
ڪڏهن ٻيبي ۽ بابوءَ کي ٿي پرچايو ته ڪڏهن ماءُ کي ٿي
ڏونڌاڙيائين. ماڻس اهڙي ته ڪري جو وري نه اٿي. پٽ لاءِ
جهري جهري مري وئي. زيبوءَ جا ته هوش ٿي خطا ٿي ويا.
ڪن ته سمجهيو ته چري ٿي پوندي. پر انسان ڏاڍو نرڄو
آهي. آهستي آهستي ڏک سهسايائين. هوش جاءِ ٿيس ته هن
اکيون کڻي پنهنجي چوڌار نهاريو. نيڻ نهار تائين خال ٿي خال
ٿي نظر آيس. ماڻهن مٿن گهڻي همدردي ڏيکاري هيس، سڪينه
ته سڳيءَ ڀيڻ کان به وڌيڪ سندس ڏک ۾ شريڪ هئي. پر
ته به هنکي پنهنجي چوڌاري اونداهون خال ٿي ڏسڻ ۾ آيو،
جنهنجي اٿاه اونهاين ۾ هوءَ ٽٽل تاري جيان ڪرندي ٿي وئي.

آخر هن پنهنجو پاڻ سنڀاليو. پنهنجي ٽڙيل پکڙيل قوت
کي ميڙي گڏ ڪيائين ۽ پنهنجي زندگي ۽ زندگيءَ جسي
چوڌاري ڦهليل ڪوريئڙي واري ڄار، جنهن ۾ هوءَ اوچتو
اچي ڦاٿي هئي، جي باري ۾ سوچڻ لڳي. هينئر هنکي پنهنجي
اڌ رنگ جي ماريل ڀيڻ کي پالڻو هو ۽ سندس مفلوج زندگيءَ
جو سهارو ٿيڻو هو. پنهنجي معصوم ڀاءُ کي اهڙيءَ ريت
پالڻو هو جيئن وڏي ڀاءُ جو سندس زندگيءَ تي پاڇو به نه
پوي. هنجو نڌار سان مڱڻو ٿيل هو ۽ نيٺ سندن شادي
ٿيڻي هئي، جي هن شادي ڪري ڇڏي ته پوءِ سندس ڀيڻ
۽ ڀاءُ جو ڇا ٿيندو. ٿي سگهي ٿو ته شاديءَ کانپوءِ هنجو
پنهنجو اولاد ٿئي، ۽ هوءَ انهن معصومڙن کان منهن موڙي
ڇڏي. هوءَ معمولي ماستريائي هئي. هنجي پگهار مان ڪيئن

سندن گذارو ٿيندو. هوءَ اسڪول ويندي ته سندس ٻچيءَ جي پرگهور ڪير لهندو. هن هڪڙي هڪڙي ڳالهه تي سوچيو، ۽ زندگيءَ سان مقابلو ڪرڻ لاءِ تيار ٿي بيٺي.

هنجي اسڪول ۾ هڪڙي ماستريائي هئي. آواز سٺو هيس، راڳ جي سکيا ورتي هئائين ۽ هينئر ثقافتي محفلن ۽ ريڊيو تي ڳائي پئسا ڪمائيندي هئي. هن زيبوءَ کي به چيو هو "قدرت توکي ههڙو آواز ڏنو آهي، تون ان مان فائدو ڇو نه ٿي وٺين."

تڏهن هن پنهنجي ساهيڙيءَ جي ڳالهه کي ڪل ۾ ٽاري ڇڏيو هو. پر اڄ هوءَ اٿي ۽ سڌو وڃي ساهيڙيءَ سان ملي ۽ کيس ٻڌايائين ته هوءَ ڳائڻ سکڻ ٿي چاهي ۽ ڳائي پئسا ڪمائڻ ٿي چاهي. ان ڏينهن کانپوءِ هن باقاعده راڳ جي سکيا وٺڻ شروع ڪئي. پهرين ڏينهن ته هنکي طبلي جي تال، سرن جي هيٺاهين مٿاهين 'استادن' جي لباس ۽ سندن ڳالهين ٻولهين کان وحشت ٿيڻ لڳي. کيس ائين محسوس ٿيڻ لڳو ڄڻ هوءَ اسڪول ۾ ٻارڙن کي پڙهائڻ کانپوءِ، گهر موٽندي، واٽ ڀلجي ان هنڌ اچي نڪتي آهي جتي هينئر راڳ، شريف گهرن مان تڙجڻ کانپوءِ وڃي پناهه ورتي آهي.

ٻه چار ڏينهن گذريا ته هڪڙي ڏينهن سڪينه سائس ملڻ آئي. پهرين جيان ڏاڍي سڪ ۽ پيار سان ملي ۽ پوءِ ڳالهين مٿان ڳالهه ڪيدائين ته، "زيبو مان ۽ پاڻ نثار راڳ جي خلاف نه آهيون. پر اسانجي ملڪ ۾ راڳ کي رنڍين جو

مترڪ سمجهيو ويندو آهي. ان ڪري پاڻ نثار تي ڇيو ته توکي راڳ جي سکيا وٺڻ نه گهرجي. اهو شريف ڇوڪرين جو وڙ نه آهي ته راڳ ڳائينديون وتن."

سڪينه جي ڳالهه پڌي هوءَ ماٺ تي وٺي. نثار ته انهن ڳالهين کان متاثر هو. هن ته اهڙن اخلاقي قدرن کان بغاوت ڪئي هئي. هن لاءِ ته پيشه ور رنڊي به مان لائق هئي. ۽ هن ته فن کي دنيا جي هر سچائيءَ کان عظيم سچائي ٿي سمجهيو. پر اڄ جڏهين سندس مگينديءَ پنهنجي ذات کي جيئڻ جو وسيلو بڻايو هو، تڏهين سندس سڀ اوچا نظريا اڇي پٽ پيا هئا. هو ته عام ماڻهوءَ جي ڏک کي به پنهنجو ڏک سمجهندو هو هينئر هنجي ڏک کي ڇو نه ٿي پنهنجو سمجهيائين.

"مونکي خبر ڪانهي ته راڳ شريف ڇوڪرين جو وڙ آهي يا نه، مونکي صرف اها خبر آهي ته مان جيئڻ ٿي چاهيان. پنهنجي اڌ رنگ جي ماريل پيءُ ۽ پاڻ کي جيئرو رکڻ ٿي چاهيان."

"زيبو. نثار تنهنجو مگيندو آهي، توکي هنجي پسند ۽ نا پسند جو خيال ڪرڻ گهرجي."

"جي اها ڳالهه آهي ته پوءِ مونکي اهڙي مگينديءَ کان بس پلي آهي."

"زيبو. هي ڇا ٿي چوين. دماغ جاءِ تي اٿيئي ڪي نه."

"منهنجو دماغ جاءِ تي آهي ۽ مان پنهنجي هوش و حواس سان چوان ٿي ته مان ڳائڻي بڻجڻ ٿي چاهيان، ڳائي

پئسا ڪمائڻ تي چاهيان. نثار جي پسند ۽ ناپسند نہ منهنجي اڌ رنگ جي ماربل پيڻ جون گهوڙيون ٻنجي سگهي ٿي ۽ نہ ئي منهنجي پاءُ جو آئيندو.“

”زيبو ايتري جذباتي نہ ٿي. اصل ۾ توکي هڪ ٻئي پنيان اهڙا تہ ڪاپاري ڌڪ لڳا آهن جو تنهنجو هوش جاءِ تي نہ آهي. تون پيڻ ۽ پاءُ لاءِ ايتري ماندي ڇو ٿي ٿئين. پاڻ نثار جو وينو آهي.“

”نثار پاڻ کي ئي پورو پالي نہ ٿو سگهي سو هو منهنجي پيڻ ۽ پاءُ کي ڇا پاليندو.“

هنجي وات مان بي خياليءَ ۾ اهي ا کر نڪري ويا هئا. ۽ پوءِ يڪدم هن پڇتايو هو ۾ هينئر تيرڪمان مان نڪري چڪو هو ۽ هڪڙ ڪڙ ڪندو وڃي سڪينہ جي سيني ۾ کتو هو. زيبوءَ جي ڳالهہ ٻڌي سڪينہ ’سن ۾ پئجي وئي هئي. شل نہ غريب کي غريبيءَ جو طعنو ملي. پهرين تہ سڪينہ وائڙن جيان ا کيون ڦاڙي هنکي ڏسندي رهي، ۽ پوءِ مات ميٽ ۾ برقعو پائي هلڻ لڳي.

’سڪينہ‘ زيبوجي روح ريه ڪئي پر هن چپ پيڪوڙي پنهنجي روح جي ريه کي اندر ئي اندر کهٽي، پوساتي ڇڏيو. سڪينہ وئي تہ هنجو هانءُ ڦسي پيو، اوڇنگارون ڏيندي وڃي پيڻ ۽ پاءُ کي ڪراڙي پائي رني. هو معصومڙا هنجا سور نہ سمجهي، پنهنجي پيڻ کي روئندو ڏسي، دهلجي، روئڻ لڳا. ان ڏينهن هوءَ ايتري تہ رني جو وري ڪڏهين بہ سندس ا کيون آليون نہ ٿيون. ان ڏينهن هن پنهنجا سمورا لڙڪ

هاري چڙهيا هئا ۽ وٽس هڪڙي بوند به نه بچي هئي جو پيهر ڪڏهين هاري.

اهڙيءَ ريت هنجو مگڻو بـه ٽٽي ويو. هن راڳ جي سکيا وٺي محفلن ۾ ڳائڻ شروع ڪيو. پهريون دفعو جڏهين اسٽيج تي ويهي هن ڳاتو، تـه هنکي ائين محسوس ٿيو ڄڻ سندس آواز اڳهاڙو ٿي پيو آهي، ڄڻ تماشائن جون اکيون ـڇچن جيان سندس روح ۾ چنبا ڪوڙي چنبڙي پيون آهن. هوءَ پنهنجي ست ۽ لڄ جو مرثيو ڳائي رهي آهي. پر پوءِ آهستہ آهستہ اهو احساس بـہ ختم ٿيندو ويو ۽ هوءَ پنهنجي پيءُ ۽ پاءُ سان آرام جي زندگي گذاري رهي هئي تہ هڪڙي ڏينهن وڏو پاڻس اچي نازل ٿيو. سيني کي سيني سان لائي، ماءُ کي ياد ڪري ڏاڍو رنو ۽ هنن کي آٿت ڏيڻ لڳو. زبيوءَ چيس، "پاؤ، جي پئسن وٺڻ لاءِ هي ايڪٽنگ ڪري رهيو آهين، تـہ پوءِ اجايو پنهنجو وقت نـہ وڃائين، مان توکي هڪ پائي به نہ ڏيندس. پلائي انهيءَ ۾ اٿيئي تـہ هيئر جو هيئر هتان هليو وڃ ۽ اڄ کانپوءِ ڪڏهين بـہ هن گهر ۾ پير نہ پائجان، نہ تہ ٿر جي فرياد ڪري جيل ۾ وجهائيندي سانءِ."

زبيوءَ جي ڳالهہ ٻڌي هو باه ٿي ويو. مارڻ لاءِ الر پـ ڪيائونس. هوءَ به سينو تاڻي بيهي رهي. پوءِ تہ هو ڪهڙيون چالون چليو، پـر جڏهين ڏٺائين تہ ڪجهہ ڪونہ ٿو ٿئي، تڏهين هنکي گاريون ڏيندو هليو ويو ۽ وري گهر ۾ پير نہ پاتائين.

وقت گذرندو ويو. زيبو را ڳ ڳائي پئسا ڪمائيندي رهي. هينئر راڳ سندس جيئڻ جو وسيلو ئي نه، پر سندس زندگي بڻجي ويو. راڳ ۾ هوءَ پنهنجا سيئي ڏک، شڪستون ۽ محروميون ڳائيندي هئي، ۽ ماڻهو هنجي ڏکن مان پنهنجي ڏکن جا پڙلاءَ ٻڌي هنجي تعريف ڪندا هئا. هوءَ ساري ملڪ ۾ مشهور ٿي وئي. ۽ ان رات اها مشهور ڳائڻي زيبو، منهنجي سامهون ويٺي هئي ۽ پنهنجي زندگيءَ ڪسي ڪولي منهنجي آڏو وڇايو هئائين.

ان رات کانپوءِ منهنجي ۽ زيبوءَ جي وچ ۾ هڪڙو عجيب رشتو قائم ٿي ويو. اسان ٻئي هڪ ٻئي جي گهٽو ويجهو اچي وياسين. پر اسانجي ويجهڙائي دوستيءَ تائين ئي محدود هئي. جيتري مان هنجي خود غرض ۽ لالچي سياءَ کان نفرت ڪندو هوس، هينئر اوتري ئي سندس عزت ڪرڻ لڳس. هڪڙي ڏينهن هوءَ مون سان ملي. ڏاڍي خوش ٿي لڳي. چيائين، ”خبر اٿئي اڄ مان ايتري خوش ڇو آهيان. اڄ منهنجي بابوءَ فرسٽ ڪلاس ۾ بي-اي پاس ڪئي آهي. منهنجو خيال آهي ته هنکي وڌيڪ پڙهائڻ لاءِ انگلنڊ موڪليان. تنهنجو ڪهڙو خيال آهي.“

”ڏاڍي سٺي ڳالهه آهي.“

”لنڊن مان پڙهي ايندو ته سٺي نوڪري ملندس. عزت سان زندگي گذاريندو. ڪنهن چڱي گهر مان شادي ڪرائيندي مانس. جي اتان ئي شادي ڪري آيو ته به ڪا خراب ڳالهه ڪانهي. مان ته چاهيان ٿي ته هو خوش رهي

جواني ماڻي.“

ان ڏينهن کان ئي مان ۽ زيبو بابو جي ڪاغذ پٽ جي تياريءَ ۾ لڳي وياسين ۽ اک ڇنڀ ۾ سڀ تياريون مڪمل ٿي ويون. مون ڀرين بابو کي ڪونه ڏٺو هو. انهن ڏينهن ۾ مان هن سان مليس. هو به هوبهو زيبوءَ جهڙو هو. سنهڙو نازڪڙو ۽ شرميلو. سندس ڳالهائڻ ۽ شرمائڻ ۾ نسوانيت هئي. زيبوءَ جي حدڪان وڌيڪ عزت ٿي ڪيائين. الائي ڇو مون محسوس ڪيو ته زيبوءَ جي حدڪان وڌيڪ پيار هنجي شخصيت کي آسرڻ ۽ آسري ڦهلجڻ نه ڏنو هو. جنهن ڏينهن بابوءَ جو جهاز روانو ٿيڻو هو ان ڏينهن زيبو ڏاڍي خوش هئي. هروڀرو به ٿي مرڪي ۽ ٽهڪڙا ڏنائين. پر جڏهين بابو ڪانئس موڪلائڻ لڳو ته اداس ٿي وئي ۽ تيستائين جهاز ڏانهن نهاربندي رهي جيستائين جهاز آسمان جي نيري وسعتن ۾ گم ٿي ويو.

وقت گذرندو ويو. زيبو راڳ جي راڻي ٿي راڄ ڪندي رهي. (راڳ لاءِ هن نوڪري به ڇڏي ڏني هئي) اها ٿائين راڳ ۾ سندس مٽ ڪونه ساماڻو هو ۽ زيبو پنهنجي ڪماليت جي نشي ۾ سرشار هئي. پر هڪڙي ڏينهن هوءَ اوچتو ان نشي مان ڇرڪي جاڳي پئي ۽ پنهنجي ويريءَ کي دوبدو ڏٺائين.

هڪڙي ڏينهن هڪڙي فنڪشن ۾ ڪنهن گم نام ڇوڪريءَ راڳ ڳاتو. واه واه ٿي وئي. ماڻهن سڀئيون وڄائي، رڙيون ڪري هنکي وري ڳائڻ لاءِ ٿي چيو. هن

وري وري ٿي ڪاٽو ۽ هر دفعي ڀيريون ڪان وڌيڪ سڌو ٿي ڪاٽائين. هنجي آواز ۾ ايرنڌڙ سچ جي ڪرڻن واري هلڪي هلڪي گرمي، تازگي ۽ روشني هئي ۽ هن ڪانپوءِ جڏهين زيبو ڪاٽو ته مونکي محسوس ٿيو ته زيبوءَ جو آواز تڪل تڪل ۽ لهندڙ سج جي پوئين ترڪي جهڙو هو. زيبوءَ به ان ڳالهه کي محسوس ڪيو ۽ هوءَ ان نئين ڪاٽڻيءَ جسي آواز مان وڏون ڪيڻ ۽ هن تي چٽرون ڪرڻ لڳي. اها هنجي پهرين شڪست هئي.

انهن ٿي ڏينهن ۾ منهنجي حالتن اهڙو ته ڦيرو ڪاڌو جو اڳي ۽ لئي جون پريشانيون وڻ ويڙهيءَ جيان ويڙهي ويو. اخبار بند ٿي وئي ۽ پيچ بڪ ڪري هڪڙي معمولي نوڪري هٿ ڪيم. پر اهڙي هند رکيائون جو حيدرآباد جون هوائون ۽ زيبوءَ سان گهاريل واندڪائيءَ جون گهڙيون وري نصيب نه ٿيم. موڪل تي ايندو هوس ته به سڌو ڳوٺ هليو ويندو هوس. زيبوءَ سان پهرين ته خط و ڪتابت رهي پر پوءِ اها به ختم ٿي وئي. پنڌرهن سورهن سال گذري وياه ان وچ ۾ پڌم ته زيبوءَ ڳائڻ ڇڏي ڏنو آهي ۽ هينئر سندس پيڻ بيمار ٿي پيئي آهي ۽ هوءَ سندس علاج ۾ رڌل آهي ۽ ڪراچيءَ ۾ گوشه نشيني جي زندگي گذاري رهي آهي ڪڏهين ڪڏهين سندس ڪو پراڻو ريڪارڊ ٻڌندو هيس ته سندس صورت هانءَ تي تري ايندي هيم.

حالتن وري ڪجهه ڦيرو ڪاڌو ۽ مان وري حيدرآباد موٽي آيس. هڪڙي ڏينهن شهر ۾ ڪا معمولي نمائش لڳي

هئي. هڪڙو دوست نمائش ۾ گهلي وٺي ويو. چيائين، ”هل ته زندگيءَ جو عبرتناڪ منظر ڏيکاريانءِ“

نمائش ۾ هڪڙي معمولي ناٽڪ منڊلي لڳل هئي. تنهن جي ٻاهران ڇوڪرا ڇوڪرين وارو لباس پائي، پس منظر ۾ وڄندڙ ريڪارڊ جي ڌن تي چيلهه کي موڙا ڏيئي، هترادو ڇاتين کي لوڏي نچي رهيا هئا. اسان ٽڪيٽون وٺي اندر وڃي ويٺاسين. اندر ڪو ٿرڊ ڪلاس ماڻهو ويٺا هئا، جن کان نفرت ڪرڻ اسان ڪامورن جو ”وڙ“ آهي. مونکي انهن سان گڏ ڪرسين تي ويهندي ٻه لڄ ٿي آئي، ور ور ڪري ٿي هيڏانهن هوڏانهن نهاريم ته ڪٿي ڪو واقف نه ڏسي وٺي. ٿوري دير گذري ته اعلان ٿيو ته هينئر ڊرامو پيش ٿيندو. ڊرامو شروع ٿيو. ڊرامو ته نه هو، ڊرامي تي ٺٺولي هئي. ڊرامي جي هر هڪ ڏيک ڪانپوءِ ڪنهن نچڻيءَ ناچ سان يا ڪنهن ڳائڻيءَ راڳ سان ماڻهن جي دل تي وندرائي. نچڻيون پاڻ گهٽ ٿي نچيون ۽ ماڻهن کي وڌيڪ ٿي نچايائون. اکيون پٽي، ڇاتيون چلڪائي، چيلهه کي موڙا ڏيئي، تماشائن جي جنسي بک کي ٿي جاڳايائون، ۽ ماڻهن جي جنسي بک فحش جملن ۽ اشارن ۾ ٿي ظاهر ٿي. ٽين يا چوٿين ڏيک کانپوءِ هڪڙي ڪرڙودي عورت اسٽيج تي آئي. هنکي ڏسي مونکان دانهن نڪري وئي.

”زيبو.....!“

”سڃاڻينس ٿو ني.“ منهنجي دوست پڇيو.

”ها، مان هن زيبوءَ کي نٿو سڃاڻان. مان ته ان زيبوءَ

ڪـــي سجاڳا جنهنجي پيشانيءَ ۾ پيل گهنج، خنجر جيان
سندس پرستارن جي هانءَ ۾ کپندو هو ۽ هنجي ساري منهن
۾ گهنج پيل آهن. جنهنجا ڪڪرن جهڙا ڪارا وار، ساري
وجود تـــي وڇانجي ميگهه ملهار لائي ڏيندا هئا ۽ هنجا وار
اڌ کان وڌيڪ اڇا آهـــن. جنهنجون ڪاريـون ڪجليون
اکڙيون سندس مکڙي تي ائين لڳنديون هيون ڄڻ تـہ پنور
پنيلجي سندس چهري کـــي ڪنول گل سمجهي، واپس وڃڻ
لاءِ اڇي ويٺا آهن، ۽ هنجون اکيون ڪومائل ۽ اجهائل
آهن. جيڪا راڳ جي راڻي هئي ۽ ماڻهن جي دلين تـــي
راڄ ڪندي هئي ۽ هيءَ هن واهيات ناٽڪ منڊليءَ جي ٿرڊ
ڪلاس اسٽيج تي ويٺي آهي. راڳ شروع ٿيو. سندس آواز
۾ نـہ آلي وارو پڙڪو هو ۽ نـــہ پيچ پنيءَ وڌل ملڪ جي
وسڪار، جنهن ۾ هانءَ ڪنول گل جيان ٽڙي پوندو هو.
ينئر هنجو آواز گهگو، ڦاٽل ۽ ٽنڊل رڪارڊ جيان هـــو.
سندس راڳ ٻڌي اکين آڏو ٿيٽر پکڙجي نـــي ويا، جن ۾
اڳ تي زوزات ڪيا ۽ ڏوڙ ڏـــي اڏائي. سندس راڳ مـان
ڪنهن کي بہ مزو نہ ٿي آيو. سڀئي تماشائي بيزار ٿي مٿس
ٺوليون ۽ چٽرون ڪري رهيا هئا. پر هوءَ سڀني کان بي‌نياز
ي اکيون بوٽي ائين ڳائي رهي هئي. ڄڻ هنکي پنهنجي
واز کانسواءِ ٻيو ڪو آواز ٻڌڻ ۾ نہ ٿي آيو ۽ راڳ جي
ڪٿڙي کانسواءِ ڪنهن جي صورت نظر نٿي آئي.

هن راڳ پورو ڪيو، ۽ اسٽيج تان لهي هلي وئي. مان
پ ڏنئي اٿيس ۽ اسٽيج جي پٺيان وڃي پهتس، زبو بريان

ڪٽ تي پلٽي ماري ويٺي هئي. جيئن ناڏڪائون ويهنديون آهن. سان وچي هنجي پر ۾ ويٺس. هن اکيون کڻي مون ڏانهن نهاريو ۽ نهاريندي ئي رهي. اسين ٻئي ڄڻ هڪ ٻئي لاءِ اوپرا هئاسين. وقت اسانکي ڪيئن نه لتاڙي، چيپاڙي، پٽي ڦٽو ڪري اڇتي وڌي ويو هو ۽ اسان جي جواني، جوانيءَ جا امنگ، محبتون ۽ شڪستون، وقت جي ندي ۾ لڙهي ويون هيون.

”خوش آهين ني.“ ڄڻ ڪنڌرن ڳالهايو. مون هنکي ڪو جواب نه ڏنو. ٻانهن کان جهلي ٻاهر وٺي آيو مانس. اسين هينئر ناڙڪ منڊليءَ مان نڪتا هئاسين ۽ رستي تي چپ چاپ هلي رهيا هئاسين، اسانکي هڪ ٻئي سان ڪجهه ڪجهه ڳالهائڻو هو، ڏک سور سلڻا هئا، اندر اورڻو هو، پر اسين ماٺ هئاسين. ڪهڻين مان گهمندا هڪڙي جاءِ جي سامهون اچي بيٺاسين. هن در کوليو. در جا طاق پٽيا ته ڄڻ ڪنهن اونداهي غار جو منهن کلي ويو. ڏاڪڻ تي پير رکيوسين ته ڪانيءَ جي ڏاڪڻ جو هنڌ هنڌ ڏکي چنگهڻ لڳو. مٿي اڱڻ ۾ پهچي هن بتي ٻاري ۽ اڱڻ ۾ گهٽيل گهٽيل روشني پکڙجي وئي. مون هيڏانهن هوڏانهن نهاري ٻيبيءَ کي ڳوليو. پر ٻيبيءَ جو ڪو نشان ڪونه هو. هن مونکي لوهي ڪرسي ريڙهي ڏني ۽ پاڻ منهنجي پر ۾ ڪٽ تي ٿي ويٺي.

”ٻيبي ڪٿي آهي؟“ مون پڇيومانس.

”ٻيبي....!“. هنجي روح ڄڻ سڏڪو ڀريو. هن اکيون کڻي آسمان ڏانهن نهاريو. آسمان ۾ ستارا ڪڙهن لتل ڦٽن

جيان چمڪي رهيا هئا، ۽ من جون لڙڪن ۾ تر ٿيل اکيون انهن تي نظر آيون جن ۾ قلوٺا ڦاٽل وارا هجن. سون هٿ وڌائي سندس هٿ تي رکيو ته همدرديءَ جي ڇهاءَ سان سندس ڦوڪٽا ڦسي پيا ۽ هوءَ اوچنگارون ڏيئي روئڻ لڳي. جيئن ٿي آٿت ڏنومانس تيئن تيئن ٿي رني. پوءِ جڏهن سندس نيڻ وسي وسي ساٺا ٿي پيا تڏهين چيائين، ”ڪڏهين سوچيو به ڪونه هيم ته ڪو بيبي انهن وچڙي ويندم ۽ مان ڏک سور سهڻ لاءِ اڪيلي رهجي ويندس. بيبيءَ کي وفات ڪئي اڄ ست اٺ سال ٿي ويا آهن، پر مونکي ائين محسوس ٿيندو آهي، ڄڻ هينئر هنجي ميت کڄي آهي. مون سمجهيو هو ته مان ڏکن ۾ اهڙي ته پڪي ٿي وئي آهيان جو هينئر ڪنهن به ڏک تي ڳوڙها نه ڳاڙيندس. پر هينئر اهڙو حال ٿسي ديو اٿم جو بيبيءَ جي ڪا شيءِ ڏسندي آهيان، سندس نالو ٻڌندي آهيان ته لڙڪ جهل ٿي نه ڏيندا آهن.“ هوءَ ماٺ ٿي وئي ۽ اسانکي ڄڻ سڏڪندڙ سانت وڪوڙي وئي.

”الائي بيبيءَ قدرت کي ڪهڙو ڏکويو هو جو ڪيس اڌ رنگ ڏيئي ڪانپوءِ به قدرت جو هاڻ نه نريو، ۽ ڪيس ڪئنسر ڏئي ڇڏيائين. بيبي ننڍپڻ کان وٺي تماڪ ڪائيندي هئي. بابا ۽ پاڻو سگريٽن جا ٽوٽا اڇليندا هئا ته ريڙهيون پائي، ٽوٽا ميڙي، ڪاغذ سميت ڪائي وٺندي هئي. وڏي ٿي ته باقاعده تماڪ ڪائڻ ۽ ڇڪڻ شروع ڪيائين. آخر هنکي نڙيءَ ۾ ڪئنسر ٿي پيو. مان هنکي يڪدم ڪراچي ڪٺائي ويس ۽ سندس علاج شروع ڪرايم. هنجي بيماريءَ مونکي

دنيا جهان کان بي‌خبر ڪري ڇڏيو ۽ مونکان منهنجا راڳ به وسري ويا. مان دنيا جهان کان بي‌خبر ٿي هنجي علاج کي جنبي ويس. هوءَ ان بيماريءَ ۾ ڇڙندي رهي. مون پئسا پاڻيءَ جيان وهايا، پر ڪجهه ڪونه وريو ۽ هوءَ ڇڙي ڇڙي مري وئي. بيبيءَ جي بيماريءَ ۽ موت مونکي صفا اڌ مئو ڪري ڇڏيو. منهنجي زندگيءَ جون ناڪاميون ۽ ڪاميابيون سڀ هنجي ڪري ٿي هيون. هوءَ جو مري وئي ته ڄڻ منهنجي زندگي مونکان کسجي وئي. زنده ته هيس ڪانه، رڳا پساه ٿي کنيم. بيبيءَ جي بيماريءَ تي مون پئسا پاڻيءَ وانگر وهائي ڇڏيا. بابو اڃا لنڊن ۾ هو. هن ڏانهن به هر مهيني پئسا موڪليندي هيس. بابوءَ جو اتي خرچ وڏي ويو هو. پر مون ڪيس ڪڏهن به پئسن جي تنگي ڪانه ڏني. جيترن پئسن جي گهر ڪندو هو، اوترا موڪلي ڏيندي هئي مانس. هن بيرسٽري پاس ڪري ڇڏي هئي پر اڃا اتي رهيل هو. مون به ڪيس واپس ڪونه گهرايو. پر بيبيءَ جي وڇوڙي ڪانپوءِ مون هنکي واپس گهرائي ورتو. سوچيو هيم ته بيبيءَ جي وڇوڙي جيڪي ڏک ڏنا هئا سي بابوءَ جي اچڻ کانپوءِ ڪجهه مٽيئي گهٽجي ويندم. پر بابو آيو ته هو صفا بدليل هو. گهٽ ڳالهائو ته پهرين هو، هينئر وڌيڪ ماٺيڻو ٿي ويو هو. هن ۾ اها محبت ٿي ڪانه هئي جيڪا اسان جو مرڪ آهي. مون سمجهيو هو ته بيبيءَ جي مرڻ جو ڏک هو مونکي سيني سان لائي، بيبيءَ کي ياد ڪري رئندو، منهنجا لڙڪ اگهندو مونکي آٿت ڏيندو پر هنجي اکين مان لڙڪ به نه

ڪريو.

هتي اچي هن وڪالت شروع ڪرڻ جو ارادو ڪيو. مون وٽ جيڪي پئسا بچيا هئا سي مون هنکي ڏنا ۽ هن هڪڙي عاليشان آفيس کولي. هن ڏاڍي جوش ۽ اعتماد سان وڪالت شروع ڪئي، پر سندس وڪالت هلي نه سگهي. ۽ هو اهڙو ته دل شڪستو ٿي پيو جو وري وڪالت ڪرڻ کان توبهه ڪيائين، ۽ ٻن چئن ٻين ناڪام وڪيلن سان ملي هڪڙي ايڪسپورٽ. امپورٽ ۽ سرڪاري ٺيڪن وغيره کڻڻ جي ڪمپني کولڻ جو ارادو ڪيائين. مون وٽ پئسا ڪونه هئا، ڪار وڪڻي ڇڏي هيم، هيئنر بنگلو گروي رکي کيس پئسا ڏنم. هنکي يقين هو ته ٿورن ئي ڏينهن ۾ سندس ڪمپني ڪامياب ٿيندي ۽ وٽس پئسن جا ڍير لڳي ويندا. پر هو اها ڪمپني به هلائي نه سگهيو. پوءِ ته چڙچڙيو ٿي پيو. روئڻهارڪو ٿي چيائين، ”مونکي ڇڏ ته مان انگلنڊ وڃان. هتان جي ماڻهن کان مونکي وحشت ٿي ٿئي. ههڙا بي‌ايمان ماڻهو مون ڪٿي ڪونه ڏٺا.“

انگلينڊ ۾ ايترا سال رهي هو اتان جي ماحول ۾ ايترو ته رچجي ويو هو جو هو هتان جي ماحول لاءِ ۽ هتان جو ماحول هن لاءِ اوپرا هئا. مون هنجي تڪليف کي محسوس ڪيو ۽ جيڪي پئسا مون وٽ بچيا هئا سي مون هنکي ڏنا ۽ هو انگلينڊ موٽي ويو. مان مالي لحاظ کان صفا تباهه ٿي ويس. بئنڪن مان جيڪي قرض کنيا هيم تن جو وياج مور کان به وڌندو ٿي ويو. بنگلو گرويءَ مان ڇڏائي نه سگهيس.

آخر وڪڻي قرض لاٿم.

بيبي جي بيماري ۽ وڇوڙي ڪانپوءِ مون فنڪشنن ۾ ڳائڻ صفا ڇڏي ڏنو هو. مون راڳ ڪي ڇڏي ڏنو، پر راڳ مونکي نه ڇڏيو. اڪيلي هوندي هيس ته ائين محسوس ٿيندو هيم ڄڻ منهنجي بيبيءَ راڳ جي صورت اختيار ڪري ورتي آهي ۽ منهنجا وار پٽي، ڇڪ هڻي چئي رهي آهي "مونکي ڳاءِ..." ۽ مان اڪيلائي ۾ ڳائيندي هيس ته هانءُ ٿي هلڪو ٿي پوندو هيم.

مون محفلن ۾ ڳائڻ ڇڏي ڏنو هو، پر حالتن هٿان مجبور ٿي مون وري ڳائي پئسا ڪمائڻ جو ارادو ڪيو.

ستن اٺن سالن کانپوءِ مان راڳ جي دنيا ۾ موٽي آيس ته ساري ملڪ ۾ هل پئجي ويو. اخبارن ۾ خبرون ڇپيون، منهنجي زندگي، فن ۽ ان وقت جي حالتن بابت مضمون ڇپيا. هيترن سالن کانپوءِ جڏهن مان پهريون دفعو اسٽيج تي ويس ته ماڻهن تاڙيون وڄايون، گلن جي ورکا ڪري منهنجو آڌريا ڪيو. مون راڳ شروع ڪيو ۽ زندگيءَ جيڪي سور ڏنا هئا سي سڀ راڳ ۾ ڳاتم. مون اڄ تائين ڪڏهن به اهڙو سٺو نه ڳاتو هو. پر جڏهين مون راڳ ڳائي ختم ڪيو ته ماڻهو ماٺ ٿي ويا. سندن سارو جوش ختم ٿي ويو. تاڙيون وڄايائون پر ائين ڄڻ مجبوريءَ کان وڄائي رهيا هجن. هڪ ٻه ڀيرا ته مونکي ائين به ڀئي ڏنو ته منهنجو آواز گهگهو ٿي ويو آهي. مونکي ٻاهه وٺي وئي ۽ مون ڳائڻ جو ارادو ترڪ ڪري ڇڏيو. اصل ۾ ان عرصي ۾ زمانوئي

بدلجي ويو هو. راڳ جا پارکو الائي ڪيڏانهن هليا ويا هئا. ۽ ٻي وات ڳائڻهيون چوريون سامائيون هيون، جنهجي ٻلي ٻلي اڳي پئي هئي. مونکي ته هنن جي آواز مان ٻه ٿيڄ جي ڏپ ايندي هئي. جڏهين ته سچن فنڪارن جي جاءِ معمولي، وات ڳائڻها ۽ سيڪڙاٽ فنڪار ولارينڌا آهن، تڏهين هو سڀ کان وڏو ظلم اهو ڪندا آهن ته ماڻهن جي ذوق ۽ سچي فن جي پرک کي ختم ڪري ڇڏيندا آهن. ماڻهن جا ڪن هنن جي ڪچي ۽ ڦڪي فن سان ايترو ته هري ويندا آهن جو هنن ۾ سچي ۽ وڏي فنڪار کي سمجهڻ جي ساڃهه ئي ڪانه رهندي آهي. اهوئي سبب آهي جو جڏهن ڪو وڏو فنڪار پيدا ٿيندو آهي ته سندس دور جا ماڻهو کيس قبول نه ڪندا آهن. منهنجي غير موجودگيءَ ۾ وات ڳائڻهن چورن پنهنجي ڪچي، ڦڪي ۽ واهيات فن سان ماڻهن جي ذوق کي ايترو ته خراب ڪري ڇڏيو هو، جو هو منهنجي فن جي بلندين کي سمجهي ئي نه پيا سگهن. مون وقتي ڪاوڙ ۾ راڳ ڳائڻ جو ارادو ته ترڪ ڪري ڇڏيو پر حالتن هٿان ايتري ته مجبور ٿي پيس جو وري راڳ ڳائي پيٽ پالڻ کانسواءِ ڪو چارو ئي ڪونه هيم. مان محفلن ۾ راڳ ڳائيندي رهيس ۽ محفلن جي ڪارڪنن جو ذلت ڀريو ورتاءُ سهندي رهيس. هاڻي ته اها حالت اچي ٿي آهي جو ڪنهن فنڪشن جو ٻڌندي آهيان ته پاڻ وڃي اتي پهچندي آهيان، رحم پوندو اٿن ته ڳائڻ جو وارو ڏيندا آهن نه ته موٽي ايندي آهيان. ڪا نمائش وغيره لڳندي آهي تــه ناٽڪ منڊلين ۾

ڳائي منهنجو پيٽ پاليندي آهيان. مان پوڙهي ٿي وئي آهيان، پر منهنجو آواز، منهنجو راڳ ۽ منهنجي ذات ڪڏهن به پوڙهي نه ٿيندي. منهنجي آواز ۾ اجان ايترو جادو آهي جنهن ۾ جڪڙجي ٻڌندڙ تاڙيون وڄائيندا آهن. تو اڄ ڏٺو هوندو ته جڏهن مان ڳائي رهي هيس ته ڪيئن ماڻهن بي اختيار ٿي تاڙيون ٿي وڄايون ۽ تعريف ٿي ڪيائون....“

هن ڳالهه ختم ڪئي ۽ منهنجي اکين آڏو ٿوري دير اڳ وارو ڏيک ڦري ويو. جڏهين هوءَ ناٽڪ منڊلي ۾ ڳائي رهي هئي ۽ سندس کهکهي ۽ ڦاٽل آواز کان بيزار ٿي ماڻهو مٿس ٺٺوليون ڪري رهيا هئا، جڏهين هڪڙي دور جي فنڪار جو ٻئي دور جا تماشائي مذاق اڏاق رهيا هئا. ڪهاڻي اتي ختم ٿي ٿي. پر شايد هيءَ ڪهاڻي ڪڏهن به ختم نه ٿيندي ۽ هر دور ۾ دهرائي ويندي.



# پل پکيئڙا

جهاز آڏاڻو ته مَن پکيئڙي ٻه پَرڙا سانباهيا ۽ اک ڇنڀ ۾ افلاڪ اورانگهي الائي ڪٿان ڪان ڪٿي وڃي پهتو. اکين آڏو اڻ ڏٺل افق ۽ اجنبي آسمان جون وسعتون پکڙجڻ لڳيون. اسان سنڌي ته هڪ شهر مان ٻئي شهر ويندا آهيون ته جهڙا پرديسي. پر سنڌ جي نئين نسل جي هانوَ ۾ اوپرن آسمانن جي وسعتن تي ڇانئجڻ جو هي ڪهڙو جذبو جاڳي پيو آهي جو جندڙي ٿي جهومي!

جهاز لنڊن کان سڊني وڃي رهيو. ساري جهاز ۾ ’اڇا‘ مسافر ويٺا هئا ۽ مان ئي هڪڙو ’ڪارو‘ هوس. منهنجي ڀر ۾ هڪڙي ڏوتل پوتل، سينگاريل سنواريل، اڇي اُجري يورپي گڏي ويٺي هئي. سندس تن تجليون ڏيئي رهيو ۽ سنڌ سنڌ سرهاڻ. هن مون ڏانهن ڌيان ئي نٿي ڏنو، ڪڏهن ڪتاب ٿي پڙهيائين ته ڪڏهن جهاز جي ڇت ۾ نهاري، پنهنجو پاڻ سان رهاڻ ٿي ڪيائين. ٻي سيٽ تي هڪڙو پوڙهو انگريز، سيٽ تي مٿو ليڪي کونگهرا هڻي رهيو هو. مون دريءَ کان ٻاهر نهاريو. ٻاهر هر طرف روشن ۽ نيرو آسمان ۽ اڄ جي انسان جي روح ۾ ڦهليل خال جهڙو اٿا خال ڦهليل هو. هن هيڏي وڏي خال جي آڏو مان ڪيترو

نہ حقير ۽ هيچ آهيان. جي مان هينئر مٽري پوان، جي هي جهاز ڪري پوي تہ ذرتي ۽ آسمان جي وچ ۾ ڦهليل هن خال، وقت جي هن اٿاه ساگر ۾ ڪا لهر نہ اڀرندي. ڪو ڦولو اڀري نہ ڦاٽندو. اهو خال ائين ئي قائم رهندو. لازوال ۽ لامڪان! پر ڪير ٿو چوي تہ مان هيچ ۽ حقير آهيان. مان تہ ان خال جو سينو چيريندو، ڪائناتون لتاڙيندو، چنڊ تي چڙندو ٿو وڃان. منهنجي عظمتن جي آڏو سڀ عظمتون هيچ آهن.

”اوهان ڪي چاڪليٽ گهرجن.“ هوسٽيس جي مٺڙي آواز مونکي خيالن مان جاڳائي ڇڏيو.

”نہ مهرباني، چاڪليٽ کائڻ واري عمر گذاري آيو آهيان.“

”چاڪليٽ کائڻ واري عمر ڪڏهن بہ گذرندي نہ آهي. انسان جي اندر ۾ ويٺل ٻار هن عمر ۾ بہ چاڪليٽ گهرندو آهي.“ هوسٽيس چاڪليٽي مرڪ سان ورائيو.

”هينئر منهنجي اندر ۾ ويٺل ٻار تنهنجي مرڪ جا چاڪليٽ گهري رهيو آهي.“

هوسٽيس مرڪندي هلي وئي. پر ۾ ويٺل ڇوڪري بہ مرڪڻ لڳي، مون هن جي مرڪ کي ساڻس گفتگو ڪرڻ جو 'ويزا' سمجهيو ۽ يڪدم پڇيومانس.

”اوهان ڪيڏانهن وڃي رهيا آهيو.“

”سڊني وڃي رهي آهيان“

”مان بہ سڊني پيو وڃان.“

”ڏاڍو سٺو.“
”اوهان شايد لنڊن کان اچي رهيا آهيو.“
”جي ها.“
”سڊني ڪيئن وڃي رهيا آهيو.“
”سڊنيءَ ۾ منهنجو گهر آهي. لنڊن ۾ پڙهندي آهيان ۽ هينئر امتحان ڏيئي واپس وڃي رهي آهيان.“
”مون سمجهيو ته اڄڪلهه يورپ کان آسٽريليا ۾ مائٽن جو جيڪو ’رونبو‘ ٿي رهيو آهي، اوهين به ان سلسلي ۾ سڊني وڃي رهيا آهيو.“
هن ڪو جواب نه ڏنو.
”مان اي-بي-سي (آسٽريلين براڊ ڪاسٽنگ ڪميشن) ۾ ٽريننگ وٺڻ لاءِ آسٽريليا وڃي رهيو آهيان.“
”اي-بي-سي ۾“هن ائين اچرج وچان پڇيو، ڄڻ چئي رهي هجي ڪٿي منهن مريم جو ۽ ڪٿي الله يار!
”اي-بي-سي جو پڌي اوهان حيرت ۾ پئجي ويا؟“
”ان ڪري جو اي-بي-سي ۾ نوڪري ڪرڻ اسان وڏي فخر جي ڳالهه سمجهندا آهيون.“
(اسان وٽ ته ريڊيو کي ميراثن جو ڪاتو سمجهندا آهن.)
مون ۾ ٿورو اعتماد پئدا ٿي ويو.
”مان اوهان جو نالو پڇي سگهان ٿو.“
”منهنجو نالو ايلزبيٿ ڪنگ آهي پر سڀ مونکي ايلز سڏيندا آهن.“
مون پنهنجو تعارف ڪرايو مانس ته ايتري ۾ جهاز

ڪلڪتي جي هوائي اڏي تي اچي پهتو. هوائي اڏي جو ڪجهہ حصو زير تعمير هو ۽ مردن سان گڏ عورتون بہ مزدوري ڪري رهيون هيون. هنن جا پڪهر ۾ شم ٿيل ڪارا ڪارا بدن گهگهرن مان نظر اچي رهيا هئا. سپ يورپي حيرت وچان هنن ڪي ڏسڻ لڳا.

”پاڪستان ۾ بہ عورتون مزدوري ڪنديون آهن؟“ ايلز پڇيو.

”ها.“

”پر توهين تہ مسلمان آهيو ۽ مسلمان عورتون پڙدو ڪنديون آهن.“

”غريبن ڪي پڙدو ڏاڍو مهانگو پوندو آهي، انڪري غريب عورتون پڙدو نہ ڪنديون آهن. وچولي طبقي لاءِ پڙدو شرافت آهي ۽ مٿاهين طبقي لاءِ غير ضروري.“

هوائي اڏي ٽان هن ڪلڪتي جي مشهورجاين جا فوٽو ڪارڊ ورتا ۽ سيني مسافرن ڪان پري، اڪيلي ويهي خط لکڻ لڳي. جڏهن جهاز اڏامڻ جو وقت ٿيو تڏهن خط دبي ۾ وڌائين.

جهاز اڏاڻو تہ مانيءَ جو وقت ٿيو - مان هڪڙو سڌو سادو سنڌي ماڻهو مان ڇا ڄاڻان ڇرين ڪانٽن ۽ انگريزن جي ڦڪي ۽ اپريل ڪاڏي مان! اڪ ٽيٽ ڪري ايلز ڪي ڏٺم، جيئن هن ڪاڌو ۽ جو هن ڪاڌو سو ڪاڌم. مانيءَ مٿان ڪنهن آفريقي ڪنواريءَ جي جوين جهڙي ڪاري ۽ گرم ڪافي جو ڍڪ پري ايلز ڪان پڇيم.

”تو ڪڏهين هن ننڍڙي ڪند جو ادب پڙهيو آهي.“
”نه، بدقسمتيءَ سان ڪنهن به ايشيائي ملڪ جو ادب نه پڙهيو اٿم. اوهان جا ايشيائي اديب اڄڪلهه ڇا ٿا لکن؟“
”بک، بيروزگاري ۽ جهالت خلاف جنگ ٿا جوٽين ۽ انسانن جي محنت ۽ عظمت جا گيت ٿا لکن.“
”تو يورپي ادب پڙهيو آهي.“
”ٿورو گهڻو پڙهيو اٿم ۽ جيتريقدر پنهنجي وت آهر سمجهيو اٿم ته ان نتيجي تي پهتو آهيان تہ يورپي اديب جي آڏو ڪو آدرش ڪونهي، ڪا روشني ڪانهي ۽ هو اونده ۾ پيو هٿوراڙيون ڏي. ٻي مهاڀاري لڙائي، يورپي اديب آڏو انسان جي اندر ۾ ويٺل حيوان کي نانگو ڪري بيهاريو، ۽ انسان کي حيواني روپ ۾ ڏسي هو انسان جي آئيندي کان مايوس ٿي ويو ۽ سندس سڀئي آدرش اڃي پٽ پيا. وڏيءَ جو اشتراڪي ۽ سرمائيدار نظامن جي وچ ۾ سرد جنگ شروع ٿي، تنهن تہ هٿي هنکي گهڻي ۽ ٻوساٽي ڇڏيو. ان سرد جنگ جي پٺيان هو ٽئين مهاڀاري لڙائيءَ جي دئيت کي نچندو ڏسي رهيو آهي جنهن جي هڪ چنبي سان دنيا جي ساري سونهن، انسان ۽ انسان جا خواب ۽ اميدون هيرو ٿيما جيان رڻ جو ذرو ٿي ويندا. توهان جو موجوده ادب ان ڊپ، گهٽ ۽ هراس جي پيداوار آهي.“
”ان بہ ڪان ايشيا جو اديب نه بچي نٿو سگهي.“
”في الحال ونچارو ايشيائي اديب بک ۽ بيماريءَ ۾ جهونڊڙ ۽ غلاميءَ جي ، اسورن جي سور ۾ وٺ ڪائندڙ

ايشيا جي علاج ۾ رڌل آهي. پر ان جي معنيٰ اها نه آهي ته هو ايٽم جي تباهيءَ کان غافل آهي. هيروشيما جي رک هينئر به سندس اکين آڏو اڏامي رهي آهي ۽ ويٽنام ۾ جلندڙ جنگ جي آگ سندس چهرو چرڪائي رهي آهي ۽ هن کي خبر آهي ته ايشيا يورپ جي ايٽمي هٿيارن جو تجربيگاه آهي. پر تڏهن به هو ڏبل ۽ هراسيل ڪونهي. هو بک ۽ بيماري سان وڙهندي ان صبح جا خواب ڏسي رهيو آهي جڏهن ايشيا جو هيڏو ساروڪنڊ سجاڳ ٿيندو ۽ ڪنهن غير ايشيائي ملڪ کي ڪنهن به هيروشيما کي تباه ڪرڻ ۽ ڪنهن به ويٽنام کي باه ڏيڻ جي جرائت ڪانه ٿيندي."

ڳالهين ئي ڳالهين ۾ جهاز بئنڪاڪ جي هوائي اڏي تي اچي پهتو. ايلز وري وڃي هتان جي مشهور جاين جا فوٽو-ڪارڊ ورتا ۽ سڀ ڪان پري، اڪيلي ويهي خط لکڻ لڳي. پريان ٻڌ جا مٿي ڪوڙيل پڪشو-گيڙو چادرون ويڙهي، آرام ڪرسين تي ليٽي سگريٽ پي رهيا هئا ۽ چيني ڳڏيل جهڙيون نازڪ ۽ نفيس عورتون 'پنگ پانگ، هانگ ڪانگ، چچ مچ چنچلداس' جي آهنگ سان ملندڙ ٻولي ڳالهائينديون هرورو ٻرڪنديون، هيڏانهن هوڏانهن گهمي رهيون هيون. مان اڪيلو ويٺو هوس ته هڪڙو پوڙهو آمريڪي منهنجي پر ۾ اچي ويٺو ۽ ڪلهي تي هٿ رکندي چيائين.

"نوجوان، جي زندگيءَ جي هڪ هٿان مان واندڪائي ملي ٿي نه ڇوانيءَ جون به چار گهڙيون بئنڪاڪ ۾ ضرور

ڪهارجانه. هي شهرمرڪن جو شهر آهي. هتان جي عورت جي مرڪ ڪوتم جــي ڪيان جهڙي حسين ۽ سندس جسم ڪوتم جي نرواڻ جهڙو نرم ۽ پرسڪون آهي. عورتن جـو خاص ڌنڌو گل فروشي آهي، ۽ گل فروش عورت کي ڏسندين ته سمجهي نه سگهندين ته گل ڪير آهي ۽ گل فروش ڪير!“

مون هن پوڙهي امريڪي ڏانهن نهاريو سندس چهري تي شاه سائين جي شاعريءَ جهڙو سڪون ٿــي جهلڪيو. مون سوچيو. ههڙو ماڻهو ويتنامي ماڻهن تي ڪيئن گوليون هلائيندو هوندو.

ايلز خط ڏيئي ويو ۽ اسان جهاز ۾ اچي ويٺاسين. اندر ۾ اورا ڪورا هيم تــه هــن ڪنهن ڏانهن ٿــي ايڏا طويل خط لکيا.

”ڪنهن کي ٿي خط لکيءَ؟“

”آور کي ٿي لکيم. آور منهنجو مڱيندو آهي. هو بـه تو وانگر ايشيائي آهي. انڊونيشيا جو رهاڪو آهي مونسان گڏ پڙهندو هو. اسان جو پروگرام هو ته امتحان ڏيئي شادي ڪنداسين پر في الحال اسان کــي شادي ملتوي ڪرڻي پئي.“

”ڇو؟“

”ڊيڊي نٿو چاهي تــه مان آور سان شادي ڪريان. ڊيڊي ايشيا ۾ رهيو آهي ڇاڪاڻ ته ايشيائي ۽ يورپي ماڻهن ۾ صرف رنگ ۽ نسل جوئي فرق ڪونهي پر رهڻي ڪرڻي ۽ ريتن رسمن جو به فرق آهي، ۽ مان ايشيا ۾ رهي

نہ سگھندس. مون جڏهين زور پريو مانس تڏهن چيائين تہ چگو بيشڪ آور سان شادي ڪر. پر منهنجي هڪڙي ڳالهہ مڃ. تون پنهنجي محبت جي جذبي ڪي آزمائي ڏس تہ تنهنجي اها محبت جنهن جي اثر هيٺ تون هيڏو وڏو قدم کڻي رهي آهين، ڪٿي نوجواني جي جذبات جي وقتي اٿل تہ نہ آهي. تون ڪجهہ عرصو آور کان جدا رہ جي ان جدائيءَ ڪانپوءِ بہ تنهنجي محبت سلامت رهي تہ پوءِ بيشڪ آورسان شادي ڪري ڇڏجان. هينئر محبت جي ان امتحان مان پار پوڻ لاءِ سڀني وچي رهي آهيان."

هوءَ ٿوري دير لاءِ ماٺ ٿي وئي ۽ پوءِ چيائين.

"آور ڏاڍو پڙهيل ڪڙهيل آهي- پنهنجي ٻوليءَ جو شاعر بہ آهي. ڀورين لامذهب اشتراڪي هوندو هو پر پوءِ سون سڏيءَ راہ تي آندو.انس. تون ٿي ٻڌاءِ تہ ڇا شاعري صرف اشتراڪي فلسفي جي تشريح ۽ تبليغ آهي. معاشيات جو فارمولا آهي؟ شاعري تہ روح جو نغمو ۽ محبت ۽ آزاديءَ جو گيت آهي."

سينگاپور ۾ لٿاسون تہ هوائي اڏي تي مقامي ماڻهن کان وڌيڪ ڏاڍا ماڻهو هئاہ مونکي سنڌ ياد اچي وئي سينگاپور، شڪارپور، خيرپور ... پر سينگاپور ۾ سنڌ واري سينگاپوري ڇانهن ڪانہ هئي.

جهاز اڏائو. رات جي ماڻيءَ جو وقت ٿي ويو هو. ماني کائي ايلز تہ ڪٿي اکيون ٻوٽيون ۽ سيٽ تي مٿو رکي سمهي پئي ۽ مان دريءَ کان ٻاهر نهارڻ لڳس، آسمان ۾

ستارن جا فانوس روشن هئا. اڄ ستارن پنهنجي وٿ مٽي ڪري ڇڏي هئي ۽ هر طرف روشنين جي جهرمر لڳي پئي هئي. اڄ منهنجي امنگن به وٿ مٽي ڪري ڇڏي هئي ۽ جندڙيءَ ۾ جهرمر لڳي پئي هئي. اُماس جي رات هئي پر مهڙي چانڊاڻ.... منهن ورائي ايلز ڏانهن نهاريم چنڊ تہ پنهنجي چانڊاڻ جي چادر تاڻي ستو پيو هو. مونکي هن چنڊ جو تمنائي آور ياد اچي ويو، جيڪو هي چنڊ صرف انڪري ماڻي نہ سگهيو، جو هو ايشيائي هو. ايلز ۽ آور جي وچ مشرق ۽ مغرب جو فاصلو هو. ڪاري ۽ اڇي جو وچ هو. ويهين صديءَ جي ڪلن تہ سيئي فاصلا ختم ڪري ڇڏيا آهن، پر اها ڪل ڪڏهن ايجاد ٿيندي جيڪا ماڻهوءَ ماڻهوءَ جي وچ کي بہ ختم ڪندي.

صبح جو پنجين لڳين هوسٽس تنبو مان اٽري چانهہ جو ڪوپ اڳيان رکيو. ايلز جي اکڙين آرس ڀڳا ۽ مس تنڊا ڪڙا ڏيئي ڪٿي سوڏانهن نهاري 'صبح بخير' چيو ۽ منهنجي اندر ۾ ڪيئي صبحون طلوع ٿي ويون. چانهہ پي سگريٽ دکايم تہ اعلان ٿيو تہ سگريٽ وسائي ڇڏيو، جو هينئر اسين سبنيءَ پهچڻ وارا آهيون. سگريٽ وسائي هيٺ نهاريم، هت سبنيءَ جي هوائي اڏي جون بتيون ٻري رهيون هيون. صبح جي هلڪي سوجهري کان هراسيل ۽ شرمسار!

سبني اسان سنڌين جي دلين جهڙو ويڪرو ۽ ڪشادو شهر آهي. ماڻهن جا تن اسان جي من جهڙا اُجرا آهن.

موسم عورت جهڙي مزاجي آهي. ڪهڙيءَ ۾ تولو، ڪهڙيءَ ۾ ماسو، ڪهڙيءَ ۾ جهڙ ڦڙ، ڪهڙيءَ ۾ اُس! ماڻهو موجي آهن. دنيا اونڌي ٿي پوي پر هو آفيس مان نڪري بار ۾ ضرور ويندا ۽ وڏو ٽهڪ ڏيئي، سيٽي ڪڍيون، ڏک ۽ سور بيئر جي گلاس ۾ اوتي، کيت ڏيئي هـي ويندا. باقي جنهن ڏينهن سمهڪارنو ڪوگجنڊڙ بيان ڏيندو آهي ته ان ڏينهن سندن گلاس چپن تائين پهچڻ کان اڳ ڇُلڪي پوندا آهن. آسٽريليا جي ڪرڪيٽ جو ڏاڍو نالو هئو هتي. سمجهو ته سارو ڏينهن ماڻهو ڪرڪيٽ کيڏندا هوندا، ڪرڪيٽ جي باري ۾ گفتگو ڪندا هوندا يا ڪميٽري ٻڌندا هوندا. پر هتي اچي ڏاڍي مايوسي ٿي. ڪرڪيٽ ته ڪنهن کي ياد به ڪانهي، هر ڪو پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ رڌل آهي. يورپ جي ڪنڊ ڪڙڇ کان ماڻهو لڏي هتي اچي آباد ٿيا آهن ۽ ڪوبه آفريقي يا ايشيائي آباد ٿي نٿو سگهي. ڇاڪاڻ جو هو هن کنڊ کي 'اڇو کنڊ' رکڻ ٿا چاهين. پنهنجي ان 'اڇي کنڊ' واري نيتيءَ جي وضاحت ڪندي چوندا آهن ته اسين نسلي امتياز جا قائل نه آهيون پر اسين نٿا چاهيون ته هتي به ٻين ملڪن جيان نسلي فساد ٿين. جي ايشيائن کي آباد ٿيڻ جي اجازت ڏني به سي، ته به جپانين کي آباد ٿيڻ نه ڏيندا سين. ڇاڪاڻ جو ٻي مهاڀاري لڙائيءَ ۾ هـو اسان سان وڙهيا هئا پر جرمنن کي هينئر به آباد ٿيڻ جي اجازت آهي! هتي انگريزن کانپوءِ يوناني ۽ اطالوي تمام گهڻا آهن. هڪڙي ڏينهن، هڪڙي يوناني ڌوٻيءَ وٽ ڪپڙا ڌوئارڻ

لاءِ ويس. يونان سان ذهن ۾ هميشه سقراط ۽ بقراط جا تصور ايندا آهن هن يوناني ڏوبيءَ کي ڏسي سمجهيم ته اجهو تو ڪپڙا هڪ طرف اڇلائي ۽ زندگيءَ جي ڪنهن مسئلي تي تقرير شروع ڪري. پر هو ويچارو منهنجي شلوارجي مسئلي ۾ منجهي پيو ته ان کي استري ڪيئن ڪيان. سون شلوار دڪان جي فرش تي وڇائي ۽ کيس سمجهائڻ لڳس. حيران ٿي پڇيائين.

”هي آخر آهي ڇا؟“

”منهنجي ملڪ جي پتلون آهي.“

”پتلون آهي ته پوءِ پٽو ڪٿي ٻڌندا آهيو.“

مون شلوار ۾ اڪٽ وجهي کيس سمجهايو ته اسين هن پتلون کي هيٺ پٽو ٻڌندا آهيون ۽ اسان جي هن پتلون جي پائنچن کي پاسن کان استري ٿيندي آهي. اوڏي مهل ته سمجهي ويو پر جڏهين شلوار ڏوٻي ڏنائين ته شلوار جي پائنچن کي پتلون جيان اڳيان استري ٿيل هئي.

هڪڙي ڏينهن وري هڪڙي اطالوي حجام وٽ وار ڪوڙائڻ لاءِ ويس. سندس لباس ڏسي ائين محسوس ٿيم ڄڻ مان حجام آهيان ۽ هو منهنجي ملڪ جو ڪو وڏو آفيسر آهي. حجام سنڌ جو هجي يا اٽليءَ جو، پر ڳهٽو ڳالهائو ضرور هوندو. هن جو به ڳالهائڻ لاءِ اندرتي ڦاٿو، پر انگريزي ٻوري ٻني تي آيس، سو ابتي سبتي انگريزيءَ ۾ اونڌا سڌا سوال پڇڻ لڳو. مون سندس گفتگو مان اندازو لڳايو ته هو پڙهيل ڳڙهيل آهي ۽ هوندن به ڳهٽو ڪري ٻوراي

ماڻهن ۾ جهالت ته آهي ئي ڪانه. مون سندس ملڪ بابت ڳالهيون ڪندي ڪيس ٻڌايو.

”مون تنهنجا مشهور ليکڪ پرانديلو ۽ البرٽو موراويو پڙهيا آهن.“

منهنجي ڳالهه ٻڌي هو سوچ ۾ پئجي ويو، پنهنجي ساٿيءَ سان اطالويءَ ۾ ڳالهائڻ لڳو ۽ پوءِ چيائين.

”ها ها. پراند يلو ۽ موراويو ڪي سان چڱيءَ طرح سڃاڻان هو وينس جا مشهور حجم آهن.“

اسان سڀني ايشيائي آفريقي شاگردن کي هڪ ئي هوٽل ۾ رهايو ويو هو، جدا جدا ملڪن جا ماڻهو، ڪارا سانورا ۽ پيلا، هوٽل ته نه هو ڄڻ آفرو ايشيائي ملڪن جو يو-اين-او هو، گهانا مان هڪڙي نوجوان ڇوڪري آيل هئي، نالو هيس مس آما، پريل، وٽيل سٽيل، ڪاروڪارو بدن، ڪاريون ۽ وڏيون ا کيون جن ۾ اونداهي راتين جو خنڪ اونداهيون رچيل هيون. ڦڻي ڪيل لهرائيندڙ ڪاريهر جهڙي چال. سوئيڪارنو چيو هو ته ارڙهن سالن جي عمر ۾ عورت آفريڪا جهڙي ٿيندي آهي- چتي ۽ وحشي، سٺ سالن جي عمر ۾ آسٽريليا جهڙي ٿيندي آهي- ساري دنيا کان ڀاڙي! آما ارڙهن سالن جي به آهي ۽ آفريقا جي به!

مليشيا جو نمائندو مسلمان هو. مختار بن دائود، سوفي سيڪڙو مسلمان نالو. پر ڪيس اها به خبر ڪانه هئي ته حضرت عمر ۽ حضرت علي ڪير هئا.

فلپين جو نمائندو قوم پرست اديب هو. سندس ڳالهين

مان اشتراڪيت جي بوءِ ايندي هئي. صبح جو اٿي مان ڏاڙهي ڪوڙيندو هوس ته فلپين ۽ مليشيا جا ٻئي نمائندا ڏاڍي حسرت سان مون ڏانهن نهاريندا هئا. سندن منهن تي هڪ به وار ڪونه هو.

جيڪي ڏي لتاسين ته سيني کي انهيءَ فڪر اچي ورايو ته ڪانهَ ڪا ساهيڙي ٿاهجي نه ته هي جبل جيڏا ڏينهن ڪيئن گذرندا. وڏو شڪار ڪرڻ ڪان اڳ، پهرين پنهنجي گهر جا ڪڪڙماربا آهن، سو سيني هوٽل جي رسيپشنسٽ مس ـ ڪم ڊيوس تي قسمت آزمائي شروع ڪري ڏني. ڪم شڪل جي سهڻي ۽ سڀاجهي هئي، ڪنهن سان گهٽو نه ڳالهائيندي هئي. هر وقت مات ۾ ڪجهه سوچيندي رهندي هئي. سندس نيرن اکڙين ۾ اداسائي جا ڇاڇا لهرائيندا هئا. مرڪندي هئي ته ائين محسوس ٿيندو هو ڄڻ سندس مرڪ ڪوسسڪندڙ سر آهي. ڪنهن ماتمي گيت جو آلاپ آهي. الائي سندس شهر دل ۾ ڪهڙو ماتم متل هو، جو سندس مرڪ به ماتمي هئي. اسان سيني هن سان دوستي ڳنڍڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڪنهن کي به قسمت ساٿ نه ڏنو. سيئي مايوس ٿي وياسين. گهر جي ڪڪڙ نه مئي ته وڏو شڪار ڪيئن ٿيندو!

اسان کي هتي آئي پندرهن ڏينهن ٿي ويا هئا. هڪڙي ڏينهن پنهنجي ڪمري ۾ ويٺو هوس ته ٽيليفون جي گهنٽي وڳي. رسيور کنيم، هوٽل جي رسيپشنسٽ ڪم جو فون هو. چيائين ته ڪا محترمه هيٺ هال ۾ اوهانجو انتظار

ڪري رهي آهي، يڪدم ڪپڙا بدلائي هيٺ لٿس. سامهون ايلز ويٺي هئي. مونکي ڪي ڏسي سندس چهڙن تي مرڪ اچي وئي. حيران ٿي پڇيومانس ”توکي ڪيئن خبر پئي ته مان هتي رهيل آهيان؟“

”پرڏيهي معاملن واري آفيس مان تنهنجي ائڊريس هٿ ڪيم.“

اسين اچي هڪڙي هوٽل ۾ ويٺاسين.

”مون سمجهيو تون مون کي سڃاڻندين ئي ڪونه.“ ايلز چيو.

”ڪيئن نه سڃاڻندو سانءِ. رتيءَ جي رهاڻ جو ملهه اسان مشرقين کان پڇ.“

”بڌاءِ، هيترا ڏينهن ڪيئن گذاريءِ. ڇا ڇا ڏٺو اٿئي. اسان جي ملڪ ۾ ماڻهن بابت ڪهڙو رايو قائم ڪيو اٿئي؟“

”اهي سڀئي ڏينهن آسٽريليا جي تاريخ، ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي ۾ ريتن رسمن بابت ليڪچر ٻڌي ۾ شهر جا رستا ۾ گهٽيون رلي گذاريا اٿم. جنهن هنڌ پاڻ ويٺا آهيون تنهن کي ”ڪنگزڪراس“ سڏيو ويندو آهي. ڪنگزڪراس ۾ وڪ وڪ تي نائيٽ ڪلبون ۽ ”ڪال گرلز“ آهن. ڪال گرلز غير ملڪي ماڻهوءَ کي ڏسي پڇنديون آهن:

”عورت گهرجيئي؟ ڇهه پائونڊ وٺندي سانءِ. پنج پائونڊ منهنجا ۽ هڪ پائونڊ هوٽل جو.“ هرهڪ ڪال گرلز وٽ هڪ ڪار ۽ هڪ اطالوي داداگير هوندو آهي. رات جو

آڏيءَ تائين هوٽلن ۾ رستن تي شريف گهرائي جون بگڙيل
ڇوڪريون پاڻ سان بادفرنگ ۽ آتشڪ جهڙا بڇڙا ۽ خطرناڪ
مرض کڻي گهمنديون ۽ ورهائينديون وتنديون آهن. نوجوان
ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جا اهي خطرناڪ مرض اوهان جو
هڪ وڏو قومي مسئلو آهي، جيڪو ڏينهن و ڏينهن وڌي
ٿو منجهندو. رستن تي ڇوڪرا ڇوڪرين جو پيڇو ڪندا
آهن ۽ اسان وري ڀنهي جو پيڇو ڪندا آهيون ته ڪيئن
ٿي ڳالهه ٿئي. ڇوڪري ڦاسائڻ جو بهترين طريقو هي آهي
ته ويجهو وڃي چئجيس.

”هلو سهڻي شهزادي“

جي هوءَ به جواب ۾ ”هلو“ چوي ته سمجهه ڳالهه
ٿي وئي. جي ڪاوڙجي ته معنيٰ محنت گهڻي ڪرڻي پوندي
۽ جي ڪو جواب نه ڏي ته ان جي معنيٰ انڪار سمجهجي.
هڪڙي ڏينهن دل ٻڌي مون به هڪڙي سهڻي ڇوڪريءَ
کي چيو.

”هلو سهڻي شهزادي“

”هلو سهڻا شهزادا“ ته ڦه وراڻايائين. ڏکي ويس، ڊپ
وچان هيڏانهن هوڏانهن نهاريم ته ڪنهن ٻڌي ته نه ورتو ۽
پوءِ وٺي ڊوڙ ڀاڳم ۽ ڪمري ۾ اچي ساهه پٽيم. پاڪستان
هجي ها ته موچڙا کاوان ها.“

ايلز کلندي چيو:

”ڏاڍو ڏنگو آهين، ايترن ڏينهن ۾ سڌنيءَ جو اهڙو
روپ ڏٺو اٿئي جيڪو مان ساري عمر ڏسي نه سگهي آهيان.“

”اسان وٽ عورتون پڙدو ڪنديون آهن ۽ اوهان وٽ
وچ بازار ۾ مرد کي ياڪر پائي پيار ڪنديون آهن. مرد ۽
عورت ياڪر پائي پيار ۾ مصروف هوندا آهن ۽ رستي تي
اگھندڙ ماڻهو پنهنجي پنهنجي ڪم ۾.“

”پهريون دفعو هڪڙي جوڙي کي وچ رستي تي ياڪر
پائي پيار ڪندي ڏٺم ته شرمائجي ويس ۽ منهن ڦيري ڇڏيم.
آهستہ آهستہ اک ٽيٽ ڪري ٻيهر ڏٺو مان ۽ وري منهن
ڦيري ڇڏيم. پوءِ خيال آيم ته هي ته آسٽريليا آهي هتي اهو
عيب ڪونهي پوءِ ويجهو وڃي غور ۽ حيرت وچان ڏسڻ
لڳس. مونکي جو اٿين تارا ڦاڙي پاڻ ڏانهن نهاريندو ڏٺائون
ته يڪدم هڪٻئي کان الڳ ٿي ويا ۽ تکيون تکيون وکون
کڻي اڳتي وڌي ويا.“

”اوهان کي پنهنجي رنگ تي ڏاڍو نـاز آهي. پر مان
توکي توهان جي رنگ بابت هڪڙو لطيفو ٿو ٻڌايان. خدا
جڏهين پهريون انساني بوتو ٺاهي ڪوري ۾ پچايو، تہ اهو
ڪچو رهجي ويو. خدا ان ڪچي بوني کي ڌرتي تي اڇلايو
۽ هو يورپ ۾ وڃي ڪريـو ۽ ’اڇو‘ ماڻهو سڏجڻ لڳو.
خدا وري ٻيو بوتو ٺاهي ڪوري ۾ پچايو ته اهو سڙي ڪوئلا
ٿي ويو. خدا ان سڙيل بوتي کي ڌرتيءَ تي اڇلايو ۽ هو
آفريڪا ۾ وڃي ڪريو ۽ ’شيدي‘ سڏجڻ لڳو. هاڻي ٽيون
بوتو نـاهيو ۽ هن کي چڱيءَ طرح پچايائين. اهو مڪمل
انسان هو. خدا هن کي ايشيا ۾ اڇلايو ۽ اهو هينئر تنهنجي
سامهون ويٺو آهي.“

”ڏاڍو خود پرست آهين“ ايلز مرڪندي چيو.

”هاڻي توکي توهان جي انگريزي جي لهجي ۽ اچار بابت به ڪجهه ٻڌايان. الاڻي ڪهڙي انگريز ليکڪ چيو هو ته: انگريزن ۽ امريڪن جي ٻوليءَ ڪانسواءِ ٻي سڀ ڳالهه هڪ جهڙي آهي. اوهان آسٽريلمائن ۽ انگريزن جي انگريزيءَ جو به ساڳيو حال آهي، اوهين A کي I ڪري اچاريندا آهيو، يعني جي اوهان کي T.A.A چوڻو هوندو ته چوندوءَ T.I.I پهرين ڏينهن هتي لٿس ته هڪڙي آسٽريليائي پنهنجي مخصوص لهجي ۾ پڇيو،

"Have you come here to die"

(ڇا تون هتي مرڻ لاءِ آيو آهين)

مون ڪان چرڪ نڪري ويو. دانهن ڪري چيم.

”نه نه، مان مرڻ لاءِ نه پر جيئڻ لاءِ آيو آهيان.“

"Oh. no, I mean to die.. "

(نه نه، منهنجو مطلب آهي ته مرڻ آيو آهين)

”مان تنهنجو مطلب چڱيءَ طرح سمجهان ٿو. ڪير هٿ لاءِ ڏيکاري ته مزو چکايانس“

مون کي ڪاوڙجندو ڏسي هو ويچارو اچي ششدر ٿيو. آخر هجي ڪري سمجهايائين.

"Oh, I mean TODAY . "

(منهنجو مطلب آهي ٽي-او - ڊي - اي - واءِ. ٽ - ڊي يعني اڄ آيو آهين)

”اوهه! ٽ - ڊي“ جڏهين ڳالهه سمجهيم تڏهين وڃي

پيٽ ۾ ساھ پيو“

ايلز ٿهڪڙا ڏيڻ لڳي. سندس ٿهڪ ٻڌي پر واري ٽيبلن تي ويٺل ماڻهن ڪنڌ ورائي اسان ڏانهن نهاريو ۽ مرڪي وري پنهنجين ڳالهين ۾ لڳي ويا. ايلز جي ڪل بند ئي نہ ٿئي.

”توهين پاڻي پيو ڪونہ ۽ اسين پاڻيءَ ڪانسوءِ جي نہ سگهون. هڪڙي ڏينهن هوٽل ۾ ماني کائڻ لاءِ ويس، اڃ بہ ڏاڍي لڳي هيم وڃڻ سان ويٽريس کي چيم.

”واٽر پليز.“

هوءَ سمجهي ئي ڪانہ. آخر هجي ڪري ٻڌايومانس.

”ون گلاس آف ڊبليو - اي - ٽي - اي - آر.“

”اوه ووٽاٽر!“

”جي ووٽاٽر.“

ماني کائيندي وري پاڻي گهريومانس تہ اچرج ۾ پئجي وئي. ٽيون دفعو پاڻي گهريومانس تہ دانهن نڪري ويس.

”جي ايڏو پاڻي پيئندين تہ پوءِ پڪ آسٽريليا ۾ خشڪ سالي ٿيندي.“

ٻئي دفعي وري نيرن تي دير سان پهتس. کائڻ واري هال مان ماڻهو اٿي ويا هئا ۽ ڪو اڪيڙ ٻيڪڙ ماڻهو ويٺو هو. سان وڃي ويٺس تہ. هڪڙي سهڻي ويٽريس من موهڻي مرڪ سان پڇيو.

“You are right...”

(خوش آهين)

”ها، بلڪل خوش آهيان.“ مون خوش ٿيندي ورائيو،

”تون ڪيئن آهين؟“
”ٺيڪ آهيان.“
اڳمن ڇٺي ھوءَ هلي وئي ۽ مان سگريٽ دڪاني ناشتي جو انتظار ڪرڻ لڳس. ايتري ۾ ھڪڙي ٻي ويٽريس اچي اھو ساڳيو سوال پڇيو. هاڻ؟ ٿي ڏڙي پيم. سمجهيم ڪنهن رومان جي ابتدا ٿيڻ واري آهي، پر جڏهين ٽين ويٽريس به اچي اھو ساڳيو سوال پڇيو. تڏهين پڪ ٿيم ته رومان ھومان ته ڪونهي، مون ۾ ڪا گڙ ٻڙ آهي. يڪدم غسل خاني ڏانهن ڀڳس، آئيني ۾ ڏٺم. سڀ ڪجهه ٺيڪ ھو. ڏاڙهي به ڪوڙيل هئي. لباس به ٺيڪ ھو ۽ منهن مان بيمار به ڪونه ٿي لڳس، پوءِ هر ڪنهن ويٽريس ڇو ٿي پڇيو ته ٺيڪ آهين. مونٽي اچي وري ناشتي جو انتظار ڪرڻ لڳس ۽ ٽيئي ويٽرسيز منهنجي اڳ جو انتظار ڪرڻ لڳيون. جڏهن ڏٺم ته ناشتو ته پاڻ مرادو ڪونه ٿيون ڏين، تڏهين ھڪڙي ويٽريس کي سڏ ڪري ناشتي جو چيم، ھوءَ کلي ويئي ۽ کلندي چيائين.
”اسان ٽنئي توکان واري واري ٿي ناشتي جو پڇيو، پر تو ناشتي جي ڳهر ٿي ڪانه ڪئي.“
”اوهان ته حال ٿي پڇيا، ناشتي جو ڪنهن ڪونه پڇيو.“
”يو آر رائيٽ جي معنيٰ آهي ته توکي ڪجهه گهرجي ته ڪونه.“
ايلز کلندي رهي. ماٺهو منهن ورائي اسان ڏانهن نهاريندا

رهيا. آخر ڪلي ڪلي جڏهن تڪجي پئي تڏهين پڇيومانس.

”تنهنجي ايشيائي مگيندي جو ڪهڙو حال آهي؟“

”مون ڪانسواءِ ڏاڍو اداس ٿو رهي. ڏاڍا اُداس ۽ شاعرانا خط لکندو آهي.“

”شروع ۾ سيئي اهڙا خط لکندا آهن، پر پوءِ آهسته آهسته اداسائي ۽ شاعريءَ سان گڏ خط به ختم ٿي ويندا آهن.“

”ائين نه آهي. اسان جي محبت وقتي نه، پر هميشه رهندڙ آهي. ٻن ڏينهن کان اور جو خط نه مليو آهي ته اُداس ٿي پئي آهيان سوچيم، ڪيڏانهن وڃي دل وندرايان. تنهنجي يادگيري پيم ۽ تو وٽ هلي آيس. تو نه منهنجي دل جا سيئي غم ڏوئي ڇڏيا، سياڻي موڪل آهي تون نه واندو هوندين سياڻي هل ته ڏوڪي پنهنجو شهر گهمايان.“

تاريخي لحاظ کان آسٽريليا اڃا ٻانهڙا پائيندڙ ٻار آهي. هتي ڪا اهڙي جاءِ ڪانهي جنهن کي ڏسي سان وقت جون واڳون ورِي وڃن ۽ ماڻهو سال ۽ صديون اورانگهي ماضيءَ جي خوابستان ۾ پهچي وڃي. هر طرف دونهون اوڳاڇيندڙ، چيٽون دانهون ڪري ڊوڙندڙ، رنگ برنگي ويهين صدي آهي. ڪو سنڌو ڪونهي جنهن جي مستي ۽ موج جي تعريف ۾ رشين اسلوڪ چيا هجن، جنهن جي ڪپر تي عظيم تهذيبن جنم ورتو هجي ۽ جنهن جي پور ۾ پنجي رخ متايو هجي ته ڪيئي تهذيبون مٽيءَ جا دڙا بڻجي ويون هجن. ڪا سياڻي ڪانهي جنهن جي مٽيءَ مان وطن لاءِ وڙهندڙ سرويجن جي رت جي سڳند ايندي هجي. ريگستان

آهن پر مارو ۽ مارڻي ڪانهي. هر طرف ماڻهن جا جهنگ آهن، ويهين صديءَ جو ڪن ڦاڙ شور ۽ گوڙ آهي. ساوا، سوگوار ۽ خاموش ميدان آهن ۽ وڻن وڻن ڪاهين ۾ چيل ۽ يوڪلپٽس جا ٻيلا آهن. جن مان جڏهين واءُ زوزاٽ ڪري لڳهندو آهي تہ ائين محسوس ٿيندو آهي ڄڻ آسٽريليا جي اصلوڪن رهاڪن جا مظلوم، ڪارا ۽ جلاوطن روح اڃان جي ڏاڍ ۽ ڏهڪاءُ خلاف فرياد ڪري رهيا هجن.

ايلز چئي ٿي.

”هي ٻاٽني نار آهي. ڪپتان ڪڪ ڪاري پاڻيءَ جي سزا ڪاٽيل قيدين جا ٻيڙا ونئي هن نار وٽ اچي لنگر انداز ٿيو هو. اسين سڀئي انهن جلاوطن ڏوهارين جو اولاد آهيون. اسان جي وڏن جي اچڻ کان اڳ هتان جي مٽيءَ مان اناج جو ڪو سلو نہ اسريو هو. پاڻيءَ جي اٿاٽ هئي ۽ چوپايو مال ڪونہ هو. اسان جا وڏا هن وحشي کنڊ سان وڙهندا رهيا ۽ آخر فتح مند ٿيا. اڄ اسان هن کنڊ مان ڌرتي گهٽ ساري دنيا جي ملڪن ڏانهن، اناج، گوشت، کير ۽ اُن موڪليون ٿا. تاريخ قوم جو لاشعور ٿيندي آهي پر اسان جي قوم کي لاشعور ڪونهي. ٻن سو سالن جي تاريخ بس ڪا تاريخ آهي.“

اسان ٻاٽني نار کان موٽياسين ۽ فٽ پاٿ تي هلندي ايلز چيو.

”توهان وٽ ڏينهن ۽ ڏينهن وڌندڙ آدم شماري مسئلو آهي ۽ اسان وٽ وري ماڻهن جي اٿاٽ هڪ وڏو مسئلو

آهي. هن هيڏي ساري کنڊ ۾ اسين ڪل هڪ ڪروڙ ماڻهو آهيون. اسان ساري يورپ مان ماڻهو لڏائي آڻي هتي آباد ڪري رهيا آهيون، پر ته به ماڻهن جي اڻاٺ جو مسئلو حل نٿو ٿئي. جيڪي يورپي هتي آباد ٿيڻ لاءِ ايندا آهن تن کي اسان جي حڪومت هر قسم جي سهوليت ڏيندي آهي. مثال جي لنڊن مان ڪو ماڻهو لڏي هتي اچي آباد ٿيڻ چاهي ته حڪومت هن کان صرف سٺ روپيا وٺندي ۽ سندس ڀاڙي، رهائش جي انتظام ۽ نوڪري يا زمين وغيره جو بندوبست به ڪري ڏيندي. ماڻهن جو معيار زندگي ڏاڍو اوچو آهي ۽ مزدوري مهانگي آهي. محنت جو احترام ڪيو ٿو وڃي انڪري پنهنجي هٿ سان ڪم ڪرڻ کي ڪوبه عار نٿو سمجهي. اسان سڀ کان وڏو ڪارنامو اهو ڪيو آهي ته ملڪ مان جهالت ۽ غربت کي تڙي ڪڍيو اٿئون. ساري ملڪ ۾ ڪو اڻ پڙهيل ۽ غريب ڪونهي."

ڳالهيون ڪندي ڪندي اسان هڪڙي بار وٽان اچي لنگهياسين. بار جي در وٽ هڪڙو پوڙهو آسٽريليائي بيٺو هو، سندس ٽوپلي ۽ اوورڪوٽ جي ڪالر تي مير ۽ تيل جا تهه چميل هئا. سندس اکين جون پنبڻيون ڪٽل ۽ جسم جي ڪل پـرن ڪٽل ڪڪڙ جهڙي هئي. اسان کي ڏسي هو نشي ۾ ٿڙندو اڳتي وڌيو ۽ منهنجي آڏو هٿ ڦهلائي چيائين.

"بکيو آهيان، پئسا ڏي ته ماني کاوان."

"سان هتڪي بيهي رهيس. مون ايلز ڏانهن نهاريو. هن جو منهن ون ون ڪرڻ لڳو. مون پوڙهي جي بک

لاءِ ڦهليل هٿ ڏانهن نهاريو. هي هٿ نہ هميشہ مون کان منهنجي آزادي ڦرڻ، منهنجي هوشوءَ کي مارڻ ۽ مون کي امداد ڏيڻ خريد ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌيو آهي. اڄ اهو ساڳيو هٿ مونکان ڀيک گهري رهيو آهي. مون يڪدم ڪيسي ۾ هٿ وڌو ۽ جيترا ڪيسي ۾ پئسا پيا هئا سي سڀ ڪڍي مون هن پوڙهي جي هٿ تي رکيا. ايترا سارا پئسا ڏسي هن جو چهرو خوشيءَ ۾ جرڪڻ لڳو. هو ٿڙندو ٻـار ۾ هليو ويو ۽ منهنجو ڪنڌ غرور ۾ ڪجهي ويو. اڄ جڻ مون ڏهہ ڪروڙ مالهن جو قرض چڪايو هو ۽ قرض جي ندامت ۾ نميل ڏهہ ڪروڙ ڳاٽ غرور ۾ اوچا ٿي ويا هئا. مون ايلز جي ٻانهن ۾ ٻانهن وڌي ۽ چيو.

”ها سو توکي لهہ ٿي ڪٿي نہ آسٽريليا ۾ ڪو اڻ پڙهيل ۽ غريب ڪونهي.“

آسٽريليا انگريزن جي ثقافتي بينڪ آهي (جيئن پاڪستان کي ايـران ۽ عربستان جي ثقافتي بينڪ بڻايـو پيو وڃي) هتي بہ لنڊن جيان هائڊ پارڪ آهي. جتي ڪوبہ شهري حڪومت کي گاريون ڏيئي سگهي ٿـو. مان ۽ ايلز هائڊ پارڪ ۾ وياسين. هڪڙي هنڌ هڪڙو پـادري بيٺو هو ۽ آسماني جنت جي بشارت ڏيئي رهيو هو. هن جي بلڪل سامهون هڪڙو اشتراڪي منبر تي بيهي ڪلو ڦاڙي ڌرتيءَ جي جنت جي بشارت ڏيئي رهيو هو. پادريءَ کي ڪنهن ڪونہ ٿي ٻڌو. سڀ اشتراڪي مبلغ جي چوڌاري گوڙ ڪيو بيٺا هئا ۽ هـو ڪلو ڦاڙي آمريڪا ۽ سرمائيدارن ۽ آسٽريليا جـي

وزير اعظم سر رابرٽ مينزيز کي گاريون ڏيئي رهيو هو جنهن جي حڪومت ويٽ نام ۾ آسٽريليا جي فوج موڪلي هئي.
مجموعي مان هڪڙي ماڻهوءَ وڏي واڪي پڇيس.
”آمريڪا ۽ ويٽنام کي ڇڏ. اسان کي ٻڌاءِ تنهنجي اشتراڪيت آسٽريليا کي ڇا ڏيندي.“
”اسٽالن جون وٺيل مچون ۽ ظلم“ ٻئي ماڻهوءَ جواب ڏنو.
اسان ٿورو اڳتي وڌي وياسين. مون ايلز کي چيو.
”حيرت آهي ته اوهان جي حڪومت چين کي قبول نه ڪيو آهي پر پنهنجي ملڪ ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ کي قبول ڪيو آهي. اسان کي ڏس، اسان جا چين سان ياٽپيءَ وارا رشتا آهن پر ته به اسان وٽ ڪميونسٽ پارٽيءَ تي بندش آهي.“
”ڪميونسٽ چين ۽ ڪميونسٽ پارٽي ٻه جدا جدا شيون آهن. هڪ پرڏيهي معاملو آهي ۽ ٻيو گهرو. ڪميونسٽ پارٽيءَ کي اسان ان ڪري اجازت ڏني آهي جو ڪابه پارٽي قائم ڪرڻ يا ڪنهن به پارٽي ۾ شريڪ ٿيڻ هرهڪ فرد جو بنيادي حق آهي جيڪو حڪومت هن کان کسي نٿي سگهي ۽ ڪميونسٽ چين کي قبول ڪرڻ يا نه ڪرڻ ان سياسي پارٽيءَ جو حق آهي جنهن کي ملڪ جي عوام حڪومت جون واڳون سونپيون آهن.“
هتي ٻن قسمن جون نائٽ ڪلبون آهن. هڪڙي ڪلب ۾ اگهاڙو ناچ ٿيندو آهي. انهن ڪلبن ۾ هر قسم جا ماڻهو ايندا آهن. شريف، عياش، خلاصي ۽ سياح. اڄ

اگهاڙيون ويٽريس بلبن جيان ٻرنديون، ٻارينديون هيڏانهن
هوڏانهن گهمنديون وتنديون آهن. شو شروع ٿيڻ کان اڳ
ساري هال جون بتيون وسامي وينديون آهن ۽ اسٽيج
روشنين ۾ وهتل هوندو آهي. اوچتو ساز وڄڻ شروع ٿيندا
آهن ۽ ڪا جوان جماڻ عورت، سارو بدن ڪپڙن سان
ڍڪي اسٽيج تي ايندي آهي ۽ آهستہ آهستہ، هڪ هڪ
ڪري، سڀئي ڪپڙا لاهي، مادرزاد ننگي ٿي جوبن ڇلڪائي
نچندي آهي. هن جي ناچ کي عورتون ۽ مرد هڪ جهڙيءَ
دلچسپيءَ سان ڏسندا آهن. ڪنهن خلاصيءَ تي ڇلڪندڙ
شباب ۽ ڇلڪندڙ شراب جو نشو چڙهي ويندو آهي ۽ هو
رڙيون ڪري ڪنهن نہ ڪنهن اڌ اگهاڙي ويٽرس کي وڃي
چنبڙندو آهي. در وٽ بي جان بوتن جيان بيٺل دادا گير
کيس. ٽنگوٽالي ڪري ٻاهر اڇلائي ايندا آهن ۽ شو ائين
هلندو رهندو آهي ڄڻ ڪجهہ ٿيو ئي نہ آهي. شو شروع
ٿيڻ کان اڳ اعلان ڪيو ويو هو تہ اڄ آخري ناچ ڏاڍو
زبردست هوندو ۽ اسين سڀئي بي چينيءَ سان ان ناچ جو
انتظار ڪري رهيا هئاسين. مس مس انتظار ختم ٿيو. هڪڙي
نو عمر سهڻي ڇوڪري اسٽيج تي اچي نچڻ شروع ڪيو،
هڪ هڪ ڪري ڪپڙا لاهيندي وئي، باقي ڪڇو ۽ چولي
وڃي بچيس. چولي لاهڻ لڳي تہ ماڻهن کان رڙيون نڪري
ويون. هن چولي نہ لاٿي ۽ نچڻ شروع ڪيائين. نچندي
وري چولي لاهڻ لڳي تہ ماڻهو دانهون ڪرڻ لڳا. هن
دفعي بہ هن چولي نہ لاٿي. ٽيون دفعو نچندي نچندي،

يڪدم سٽ ڏيئي چولي لاٿائين. اڙي هي ڇا؟ هي ته ڇوڪرو آهي. سيٺي شرم پرچائڻ لاءِ سيٽيون وڄائڻ ۽ رڙيون ڪرڻ لڳا.

هي رات وري هي ڪلب ۾ وياسين. وڏي هال ۾ هلڪي هلڪي روشني ۽ هلڪي هلڪي اونده ڇانيل هئي. سامهون اسٽيج تي هلڪن سرن ۾ ساز وڄي رهيا هئا ۽ ماڻهو ويٺا شراب جون سرڪيون پري رهيا هئا. هال جي وچ ۾ ٿوري جاءِ ڇڏيل هئي جتي جوڙا نچي رهيا هئا. مان ۽ ايلز اسٽيج جي پر ۾ اچي ويٺاسين ۽ جوڙن کي نچندو ڏسڻ لڳاسين. اوچتو منهنجي نظر پنهنجي هوٽل جي رسيپشنسٽ ڪم ڊيوس تي پيئي. هوءَ سڀ کان پري هڪڙي ڪنڊ ۾ اڪيلي ويٺي هئي. هن جي سامهون ٻه گلاس پيا هئا پر سندس سامهون واري ڪرسي خالي هئي. مون اڄ تائين ڪم کي ڪنهن به مرد سان نه ڏٺو هو. اڄ شايد اسان ايفرو ايشيائي شاگردن مان ڪو شاگرد ساڻس دوستي ڳنڍڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو هو ۽ ڪيس هن ڪلب ۾ وٺي آيو هو. مون ڏسڻ ٿي چاهيو ته ڪهڙي شاگرد جي اڄ قسمت کلي هئي، پر ڪم جي سامهون واري ڪرسي خالي هئي، شايد سندس ساٿي ٿوريءَ دير لاءِ ڪيڏانهن ٻاهر هليو ويو هو. مون هر گهڙي ڪنڌ ورائي تي ڪم ڏانهن ڏٺو پر هوءَ اڃا اڪيلي ويٺي هئي. گهڻي دير گذري وئي. مان ۽ ايلز ڳالهين ۾ لڳي وياسين. مون وري ڪنڌ ورائي ڪم ڏانهن نهاريو. هوءَ پنهنجي ڪرسيءَ تي ڪانه هئي. مون سامهون نهاريو. ڪم

اڪيلي نچي رهي هئي. سندس انگ انگ شراب جي نشي ۾ چور هو ۽ سندس شرابي ۽ مدهوش قدم تڙي ٽاهڙي رهيا هئا. نچندي نچندي هوءَ ڪلڻ لڳي، وڏا وڏا ٽهڪ ڏيڻ لڳي ۽ پوءِ يڪدم وٺي چيٽ ڪيائين.

”بند ڪيو. ساز بند ڪيو. بندوقون ۽ بم بند ڪيو. منهنجو جان ڪٿي آهــي. منهنجو.... جان!“ هن اوچنگار ڏني ۽ ڪلٽي ڪاٽي فرش تي ڪري پئي. مان ٽپ ڏيئي اٿيس ۽ ڊوڙي وچي هن کي اٿارڻ جي ڪوشش ڪيم. بيري هن جي منهن تي پاڻيءَ جو ڦوهارو هنيون ۽ هوءَ ڪجهه هوش ۾ اچي وئي. مون هن کي سهارو ڏنو ۽ ايلز جي ڪار ۾ آڻي ويهاريومانس. ڪار جي سيٽ تي هوءَ پٽار جي سمهي پئي. جهڙو لاش! ايلز ۽ مان منجهي پياسين ته هن کي ڪيڏانهن وٺي وڃون. ڇونڪي اها ته خبر هئي ته هوءَ اسان جي هوٽل ۾ رسيپشنسٽ هئي پــر اها خبر ڪانه هيم تــه هوءَ ڪٿي رهندي هئي. سندس گهر ڪٿي هو. ايلز هن جو ٿئون کوليو. ٿئونءَ ۾ سندس گهر جي چابي ۽ هڪڙو خط پيو هو جنهن تــي سندس گهر جي ايڊريس لکيل هئي. اسين سندس گهر ڏانهن روانا ٿياسين ۽ پڇا ڳاڇا ڪري آخر سندس گهر کولي لڌوسين. ايلز هن جي گهر جو در کوليو ۽ مون هن کي ٻانهن تي کڻي آڻي سندس پلنگ تي ليٽايو. هن جي پلنگ سان گڏ هڪ پيو پلنگ به پيو هو جنهن جي چادر تــي گهنج پيل هئا ڄڻ هينئر ڪو ان پلنگ تان اٿــي ويو آهي. پلنگ جي پر ۾ مڙداٺا سليپر پيا هئا ۽ پلنگــ جــي ٻانهيءَ تــي مڙداٺو

سليپنگ سوٽ ۽ گاؤن ۾ پر واري ٽيبل تي پائيپ ۽ تماڪ جو دٻو پيو هو. ڪمري ۾ اسان ڪان سواءِ ٻيو بس ڪير ڪونه هو. پر تہ بہ ائين ٿي محسوس ٿيو ڇڻ اسان ڪانسواءِ ٻيو بہ ڪو موجود آهي. مون ڇڻي لڪي ٽيبل ليمپ جسي هيٺان رکي ۽ اسين موڙي آياسين.

پلنگ تسي ليٽيس تہ عجيب سوال دماغ ۾ ايرڻ لڳا. ڪم بيحد شريف ۽ ڪنواري هئي پوءِ اهي سليپر، گاؤن، سليپنگ سوٽ، پائيپ ۽ تماڪ جو دٻو ڪنهن جا هئا. اهو مرد ڪير هو جيڪو ڪيس هوٽل ۾ اڪيلو ڇڏي هليو ويو هو، ۽ ڪم جي تصور ۾ کهڙيون بندوقون تسي هليون ۽ بم ٿي ڦاٽا. جان ڪير هو؟

ٻيو ڏينهن بہ ٻين ڏينهن جيان طلوع ٿيو ۽ مصروفيت ۾ الهي ويو. آفيس مان موٽي پلنگ تسي ليٽي سگريٽ ٻي رهيو هوس تہ دروازو کڙڪيو. اٿي در کوليم. سامهون ڪم بيٺي هئي. ساڳي ماٺيٽي، سپاجهي صورت ۽ ساڳي سسڪندڙ سر ۾ ماتمي گيت جي آلاپ جهڙي مرڪ.

”هلو ڪم. ڪيئن آهين.“

”نيڪ آهيان.“ هن پشيمان مرڪ سان وراڻيو ۽ اچي آرام ڪرسيءَ تي ويٺي.

”چا پيئندينءَ؟“

”ڪجهہ نہ.“

”ائين ڪيئن ٿي سگهيٿو.“

”ٿورو بيئر ملي سگهندو.“

مون بيئر جو گلاس پري هن جي سامهون رکيو ۽ هوءَ

ماڻ ڪري ڏڪ پرڻ لڳي.

”ماڻ تنهنجو ٿورو مجھ آئي آهيان جو تو تڪليف ڪري مونکي گهر پهچايو.“

”توري مجھ جي ان ۾ ڪهڙي ڳالهه آهي. اهو تہ منهنجو فرض هو.“ اسين ماڻ تي وياسين.

”ڪالهه اڪيلي هئينءَ يا ٻيو بہ ڪو ساڻ هئيءَ.“

”اڪيلي هيس.“

”پر تنهنجي ٽيبل تي ٻہ گلاس پيا هئا.“

هن منهنجي سوال جو جواب نہ ڏنو ۽ دريءَ کان ٻاهر آسمان ڏانهن نهارڻ لڳي. آسمان تي ڪارا ڪڪر مڙيا بيٺا هئا پر مينهن نٿي پيو.

”ماڻ اڪيلي هيس ۽ ٻيو گلاس ان لاءِ پري رکيو هيم جو سون پنهنجو پاڻ کي فريب ڏيڻ ٿي چاهيو تہ ماڻ اڪيلي نہ آهيان پر منهنجو جان بہ مون سان گڏ آهي. ڪالهہ منهنجو جنم ڏينهن هو ۽ گذريل سال اهو ڏينهن مون ۽ جان ان ساڳي ڪلب ۾، ان ساڳي ٽيبل تي گڏجي ملهايو هو. پر هن سال جڏهن منهنجي جنم جو ڏينهن آيو تہ ماڻ اڪيلي هيس ۽ جان... “

”جان ڪٿي آهي؟“

”جان ويٽنام جي جهنگن ۾“ ايترو چئي هوءَ ماڻ تي وٺي ۽ پوءِ ٿڌو ساهہ کڻي چيائين جان مليٽري ۾ سپاهي آهي ۽ ڇهہ مهينا کن ٿيا آهن جو هن کي ويٽنام ۾ موڪليو ويو آهي ۽ ماڻ هتي اڪيلي آهيان. جنگ تي وڃڻ کان اڳ

اسان ٻنهي مڱڻو ڪيو هو ۽ ٻئي گڏ رهندا هئاسين. هينئر هو موٽندو ته اسان شادي ڪنداسين. مونکي پڪ آهي تہ هو ان جنگ مان صحيح سلامت موٽندو. هو ايترو تہ معصوم، ايترو تہ خوبصورت ۽ ڀرپور جوان آهي جو مونکي پڪ آهي تہ موت کي بہ مٿس رحم ايندو. پر.... پر موت تہ انڌو ۽ بي رحم ٿيندو آهي. لوھ جي گولين ۽ بمن ۾ رحم ڪٿان آيو! نہ .. نہ منهنجو جان موٽندو ۽ اسان شادي ڪنداسين. تون ڇا ٿو سمجهين تہ منهنجو جان موٽندو يا نہ؟"

"ضرور موٽندو."

"پوءِ اچ تہ جان جي حياتي ۽ صحت لاءِ جام خالي ڪريون."

اسان گلاس هوا ۾ لهرائي چپن تي چاڙهيا.

"منهنجي سالگره جي ڏينهن کان ڪجهہ ڏينهن اڳ جان مونکي ڏاڍو جذباتي خط لکيو هو. لکيو هئائين تہ هتي وک وک تي موت سندس انتظار ڪري رهيو آهي پر هو نہ مرندو. هو منهنجي لاءِ جيئندو ۽ منهنجي سالگره جي ڏينهن ضرور ايندو. مون هن جو سليپنگ سوٽ ۽ گاؤن ٻاهر رکيا هئا. هن لاءِ نئون پائيپ ۽ تماڪ جو دٻو بہ وٺي آئي هيس. سندس سليپر بہ چنبڙي ٿاهي سندس پلنگ جي ويجهو رکيا هيم ۽ سندس پلنگ جي چادر ۾ ائين گهنج وجهي ڇڏيا هيم جڻ منهنجو جان هينئر پلنگ تان اٿي غسل خاني ڏانهن ويو آهي. انسان ڪي سندس تمنائون

ڪهڙا ڪهڙا فريب تيون ڏين. مان سارو ڏينهن سندس انتظار ڪندي رهيس. پر هو نه آيو ۽ نه خط لکيائين. الائي ڇو نه ايو. گهٽ ۾ گهٽ خط ته لکي ها.“

هن هٿ وڌائي ٽيبل تان گلاس کنيو ۽ ٽڪرا ٽڪرا ڪري پرڻ لڳي.

”منهنجي سالگره انهن تمنائن جي فريب ۾ گذري وئي. پر رڳ سان به ڪڏهين اَڄ لٿي آهي. گذريل سال هن مونکي منهنجي سالگره جي موقعي تي لاڪيٽ سوکڙيءَ طور ڏنو. ڏس ته، هي لاڪيٽ ڪهڙو نه سهڻو آهي، مان ان کي ساه سان سانديندي آهيان. اسان آڌي رات تائين ان ڪلب ۾ ٻهڪندا نچندا ۽ ٽهڪڙا ڏيندا رهياسين. پوءِ سمنڊ جي ڪپر تي وڃي ويٺاسين. مون هن جي هنج ۾ مٿو رکي ڪيس گيت ٻڌايو. اهو گيت هن کي ڏاڍو وڻندو آهي. جڏهين به هو خوش هوندو هو مونکي ان گيت ٻڌائڻ لاء چوندو هو. تون اهو گيت ٻڌندين! چڱو ٻڌايانءِ ٿي.“

تــــون منهنجــــي روشنـــــي آهين
تون ئي ته منهنجي روشني آهين،
جڏهين آسمان روشن هوندو آهـــي
تون مونکي ڪيتريون نه خوشيون ڏيندو آهين.

هن جو آواز ڏڪڻ لڳو ۽ اکين مان اوڪ لڙي آيس. سندس لڙڪ ڪماه سائين جي سرڪيڏارو جيان منهنجو هانو ۾ لهي ويا. دل پرجي آيم ۽ مان پنهنجا لڙڪ لڪائڻ لاء دريءَ کان ٻاهر نهارڻ لڳس.

جڏهين آسمان روشن هوندو آهي.... پر آسمان ڪٿي روشن آهي. آسمان تي تہ هر طرف اونده انڌوڪار ڇانيل آهي ۽ جهازن جا ڪٽڪ ڪجهہ جيان لامارا ڏيندا، بم برسائي رهيا آهن. هيٺ ڌرتيءَ تي هونگڙيون ڏيندڙ ٻار ۽ اوليون ڏيندڙ هنج تي، اتر واءَ ۾ لڏندڙ لمندڙ ڪڪڪ جي پڪل سنگن ۽ ڪنوار جي ماڪ ڀنل مانگڙيءَ تي، هرطرف ڇيٿون دانهون ۽ ڪيڪون آهن، ڪني ۽ ڳريل ماس جي ڌپ آهي. آسمان ڪٿي روشن آهي.

”مان ۽ جان تہ ڏاڍا ننڍڙا، معمولي ۽ غير اهم ماڻهو آهيون. اسان جو ويٽنام جي اشتراڪيت سان ڪهڙو واسطو. اسين تہ محنت ڪري زندگي جون ہ چار خوش گهڙيون گهارڻ ٿا چاهيون. اسين تہ ڪلب ۾ نچڻ ۽ ٽهڪڙا ڏيڻ ٿا چاهيون، سمنڊ جي ڪپر تي گيت ڳائڻ ٿا چاهيون. اسان ڪان اسان جا ٽهڪڙا ۽گيت ڇو ٿا کسيا وڃن. اسان تہ زندگيءَ ڪان خوشين جي ٻن ڇڻن گهڙين ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ نٿا گهرون. پر اسان جي خوشين تي بم برسايا ٿا وڃن. ٻڌاءِ منهنجو جان موٽندو يا نہ!“

”ضرور موٽندو. آسمان ضرور روشن ٿيندو ۽ اوهين انڌلٺ جي ٻينگهہ ۾ لوڏا کائي گيت ڳائيندا.“

”اڄ تہ جان جي صحت ۽ حياتي لاءِ جام خالي ڪيون.“

اسان ٻنهي گلاس هوا ۾ لهرايا. مون گلاس ڇپن تائين آندو تہ مون کي بير مان بارود جي بوءِ اچڻ لڳي.

اُها پوءِ ڪيترا ڏينهن منهنجي حواسن ۽ روح تي ڇانيل رهي. پنهنجو پاڻ مان ڪني ۽ ڪريل ماس جي ڌپ اچڻ لڳم. ڪر ڪي ڏسندو هوس ته سندس ويران ۽ منتظر اکڙين ۾ سندس جان جهڙين جوان تمنائن کي ڏسي ڏکي ويندو هوس پر هن جي اکڙين ۾ اميد جو هلڪو ڪرڻو پيو نمڪندو هو. مون هن سان ملڻ ۽ ڳالهائڻ صفا ڇڏي ڏنو. مون کي ڊپ لڳندو هو ته ڪٿي سندس اکڙين ۾ ٽمڪندڙ اميد جو ڪرڻو وسامي نه وڃي ۽ ڪنهن ڏينهن هوءَ مونکي اها خبر نه ٻڌائي ته سندس جان مري ويو.

اسان جا ليڪچر ختم ٿي ويا هئا ۽ عملي ٽريننگ شروع ٿي وئي هئي. اسان مان هرهڪ کي ڪنهن نه ڪنهن موضوع تي پروگرام تيار ڪري ريڊيو تان پيش ڪرڻو هو. مون آسٽريليا جي اصلوڪن باشندن تي پروگرام ڪرڻ جو ارادو ڪيو ۽ ”آبر جنيز ويلفيئر سوسائٽي“ جي سيڪريٽري کي فون ڪيم ۽ شام جو ٽيپ رڪارڊر ساڻ کڻي ساڻس ملڻ لاءِ روانو ٿيس.

هتان جي اصلوڪن رهاڪن کي Aborginies سڏيو ويندو آهي. سندن نڪ ويڪرا، چپ ٿلها، وار گهنڊيدار ۽ رنگ ڪارو ٿيندو آهي. پر جنهن ڇوڪريءَ سان مان وڃي مليس تنهن جو رنگ ڳاڙهاڻ- ڳاڙهو سانورو هو . ۽ نڪ به سڌو سنئون هوس. باقي وار، چپ ۽ اکيون سو پنهنجي قبيلي جهڙيون هيس. هن جو نالو ڪيٽ واڪر هو. ساڻ ۽ ڪيٽ هڪڙي ڪافي هائوس ۾ اچي ويٺاسين ۽ مون

ڪاٺس سندس قبيلي بابت پڇو. هن چيو:

”اسان پتر جي اوائلي دور جا ماڻهو آهيون. اسان زمين کيڙي ۽ چوپايو مال ڏاري ڪونه چاڙندا هئاسين انڪري لڏ پلاڻ جي زندگي گذاريندا هئاسين. قدرت جي جنهن شيءِ کي سمجهندا هئاسين تنهن کي استعمال ڪندا هئاسين ۽ جنهن کي نه سمجهي سگهندا هئاسين تنهنکي خدا ڪري پوڄيندا هئاسين. شاعر انهن خدائن جي حمد ۾ گيت چوندا هئا ۽ مصور انهن کي خوش ڪرڻ لاءِ تصويرون ٺاهيندا هئا. اسان وٽ ملڪيت جو تصور ڪونه هو. ان ڪري هڪڙو ماڻهو شڪار ڪندو هو ته سڀني ۾ ونڊي ورهائي کائيندو هو. نه غريبي هئي ۽ نه اميري، ۽ نه ئي طبقاتي ڇڪتاڻ هئي. سڀ هڪ جهڙي زندگي گذاريندا هئا.“

بيري ڪافيءَ جا ڪوپ آڻي اسان جي اڳيان رکيا ۾ مون ڪافي جو ڍڪ پريندي هن کي چيو:

”مون اوهان جي مصورن جون تصويرون ڏٺيون آهن. انهن تصويرن ۾ سڀ کان وڌيڪ مونکي رنگن متاثر ڪيو. انهن رنگن کي ڏسڻ سان ائين ٿو محسوس ٿئي ڄڻ اهي رنگ نه آهن پر موسيقيءَ جا هلڪڙا هلڪڙا، نرم نرم سُر آهن، جيڪي روح کي ٿا ڇهن. مون اوهان جي موسيقي به ٻڌي آهي. هڪڙي ڳالهه مونکي ڏاڍو عجب ۾ وڌو. اوهان جيڪا ڍولڪ وڄائي موسيقي پيدا ڪندا آهيو سا ساڳي موسيقي اسان وٽ به آهي. سنڌ جا هندو ڍولڪن راند ڪندا هئا جيڪا بلڪل اوهان جي ڍولڪن واري موسيقيءَ جهڙي

هئي. ان جو سبب شايد اهو آهي تہ ڪنهن زماني ۾ آسٽريليا خشڪيءَ رستي سنڌ سان مليل هئي ۽ اسان جي هڪڙي تاريخ نويس لکيو آهي تہ اوهان جي قبيلي جا ڪجھہ ماڻهو خشڪيءَ رستي سنڌ ۾ اچي آباد ٿيا هئا. شايد ڏوڪلن راند اوهان جي قبيلي جو رهيل يادگار آهي."

"هينئر بہ انهن مان ڪي قبيلا آهن."

"نہ منهنجي خيال ۾ سڀ فنا ٿي ويا."

"فنا ٿيڻ اسان جي قوم جي تقدير آهي. اوهان وٽ فنا ٿي وئي آهي ۽ هتي فنا ٿي رهي آهي."

هوءَ ماٺ ٿي وئي ۽ ڪافيءَ جا ڍڪ پيڻ لڳي. ٿوري دير ڪانپوءِ چيائين:

"جنهن هنڌ پاڻ ويٺا آهيون، ڪهڙي خبر تہ ڪنهن زماني ۾ ان ساڳي هنڌ منهنجن ابن ڏاڏن جا گهر هجن. سامهون واري سڙڪ، هو وڏيون وڏيون عمارتون، اسانجي ناچ، کيچ ۽ راند روند جا ميدان هجن، ان ساڳي هنڌ اڄ مان هيسيل ۽ ڊنل اجنبيءَ جيان ويٺي آهيان."

"هينئر تہ زمانو بدلجي ويو آهي. اڄ اوهان کي شهرين وارا حق ڏنا آهن. هينئر تہ اوهان کان ڪوبہ نفرت نہ ڪندو هوندو."

"اسان تہ پيدا ٿي ان لاءِ ٿيا آهيون تہ اسان کان نفرت ڪئي وڃي ۽ جيئن نہ ڪوڙھ جو مريض پنهنجي ڪوڙھ ۽ ماڻهن جي نفرت سان هري ويندو آهي، تيئن اسين بہ پنهنجي ڪاري ڪوڙھ ۽ اڇن جي نفرت سان هري ويا

آهيون. پر اسان جي ٻارن لاءِ اها نفرت نئين ڳالهه هوندي آهي اسان جي معصومڙن کان جڏهن اسڪول ۾ اڇا ٻار نفرت ڪندا آهن تڏهن هو اکين ۾ لڙڪ ڀري، هيسيل ۽ ڦٽيل حيرت سان اسان کان پڇندا آهن ته هي اڇا ماڻهو اسان کان نفرت ڇو ٿا ڪن. ان وقت اسان جا صدين جا سور جاڳي پوندا آهن. اڇن جي ظلم جا ڦٽ چڙي پوندا آهن ۽ اسان جي ساري جسم ۾ رت جي بدران نفرت جو وهڪ ڊوڙڻ لڳندو آهي. آخر ڪيستائين اسان جي ٻارڙن کي نفرت جا نانگ ڏنگيندا رهندا، ڪيستائين اسان پنهنجي رنگ جي گناه جو بوجهه کڻي گهمندا رهنداسين. ڇا هن هيڏي ساري ڌرتيءَ تي ڪا اهڙي ڪنڊ ڪانهي جتي اسان پنهنجو هي ڪارو چهرو لڪائي سگهون، جتي اسان جي رنگ ۽ نسل جي گناه کي معاف ڪيو وڃي ۽ اسان کي به پنهنجو سمجهي سهڻي سان لاتو وڃي.“

هوءَ چپ ٿي وئي. سندس اکيون رنڍهار ڪيون ٿي وڃون.

”منهنجي هڪڙي مائٽياڻي آهي. هتي سڊني ۾ رهندي آهي. هن پنهنجي ٻار کي اسڪول ۾ داخل ڪرايو. ٻه ٽي ڏينهن گذريا ته سندس ٻار اڇن ٻارن جي نفرت جون شڪايتون شروع ڪري ڏنيون ۽ جڏهين ڏنائين ته شڪايتن جو ڪو تدارڪ نٿو ٿئي تڏهين ڇا ڪيائين جو بليڊ وٺي آيو ۽ ڪمري ۾ ويهي پنهنجي کل ڪپڻ لڳو. ماڻس ڊوڙي وڃي بليڊ کسيس ته دانهون ڪرڻ لڳو ته ڇڏ اماں ته مان پنهنجي هميءَ ڪاري ۽ ڪني کل لاهيان ۽ ٻين ٻارن وانگر اڇو

ٻڌجي وڃان....“

”اسان به اوهان وانگر اڇن جي ڏاڍ جا ڏنگل آهيون. ١٨٥٧ع ۾ مياڻيءَ جي جنگ ۽ هشوءَ جو رت اسان کان ڪڏهين نه وسرندو.“

”هن به اڻين ٿي چيو هو. هن ساڳي ڪافي هائوس ۾ هن سامهون واري ڪرسيءَ تي ويهي هن چيو هو ته اسان ايشيائي به اوهان وانگر مظلوم آهيون ۽ مظلوم هميشه مظلوم جو ياءُ ٿيندو آهي. پر هو ڪوڙو هو، دوکيباز هو.“

”ڪنهن جي ڳالهه ڪرين؟“

”پنهنجي هڪڙي ايشيائي دوست جي ڳالهه ڪريان. هو مليشيا کان هت ٽريننگ وٺڻ آيو هو ۽ اسان جي قوم تي ڪتاب لکي رهيو هو. ان ڪتاب جي سلسلي ۾ هو مونسان اچي مليو هو. هن جو نالو احمد بن جبار هو. هن ساڳي ڪافي هائوس ۾ اسين پهريون دفعو مليا هئاسين. مون هن کي پنهنجي قوم تي ٿيل ظلمن جون ڳالهيون ٻڌايون هيون ۽ سندس اکڙين ۾ لڙڪ تري آيا هئا. اسان ته هميشه ماڻهن جي اکين ۾ نفرت ڏٺي آهي، ان ڏينهن پهريون دفعو مون ڪن اوپرين اکڙين ۾ همدرديءَ جا لڙڪ ڏٺا هئا. منهنجي دل چيو ته هن جي سيني تي مٿو رکي روئان. ايترو روئان، ايترو روئان جو ساڻي ٿي پوان. اسين هر روز ملڻ لڳاسين. ڪڏهن ڪنهن نائيٽ ڪلب ۾ ۽ ڪڏهن سمنڊ جي ڪپر تي. مون محسوس ڪيو ته مونکي احمد سان محبت آهي. پر مان پنهنجي ڪاري ڪوجهي

محبت هن کي اچي نٿي سگهيس. هڪڙي ڏينهن هن پاڻ محبت جو اظهار ڪيو. شاديءَ جو واعدو ڪيائين ۽ مڱڻي جي منڊي پارايائين.“

”توکي شايد خبر نه آهي ته انگريز جڏهن هتي اچي آباد ٿيا تڏهين هنن اسان جي قوم جي مائهن کي گولي گولي ماريو. اسان جا ڪيئي قبيلا ڪسجي ويا. عورتون غلام بڻجي ويون ۽ گهڻو ڪري اسان جو سارو موجوده نسل انگريزن جو حرامي نسل آهي. منهنجو رنگ ۽ روش انگريزن سان ملن ٿا نه- مان به هڪڙي انگريز جي حرامي ڌيءَ آهيان. مان جڏهن جوان ٿيس ته منهنجي جوانيءَ تي مردن جي نظرن جون ڪجهون لامارا ڏيڻ لڳيون پر مون دل ۾ پڪو په ڪيو ته مان ڪنهن به انگريز جي حرامي ٻار جي ماءُ نه ٿيندس ۽ پنهنجي ست جي حفاظت ڪندي رهندس.

”هڪڙي ڏينهن احمد کي مان پنهنجي قبيلي ۾ وٺي ويس ۽ رات جو جڏهن چوڏهينءَ جو چنڊ ڪڙي بيٺو تڏهن باه جا مچ ٻاري، پنهنجي بت تي گاڙها پيلا ليڪا ڪڍي، باه جي آلن جي عڪس ۾ هن جي سامهون پنهنجي قبيلي جو ناچ نچڻ لڳس ۽ جڏهن نچي نچي ٿڪجي پيس تڏهن هن کي ٻانهن کان گهلي جهوپڙيءَ ۾ وٺي آيس ۽ هن کي پنهنجو جسم، جواني ۽ ست سونپي ڇڏيم.“

”مان ڏاڍي خوش هيس. منهنجي زندگي هڪڙو نئون پاسو ورايو هو. مون هڪڙو نئون صبح پسيو هو ۽ منهنجي سنڌ سنڌ ۾ هڪڙي نئين سرهاڻ سرايت ڪري وئي هئي.

الا، مان ڪيڏي نه خوش هيس هڪ هڪ پل، هڪ هڪ گهڙي مون لاءِ ڪيڏي نه اهم هئي. گهڙيون ۽ پل ڪسڪندا، گذرندا ويا ۽ هڪڙي ڏينهن مون احمد کي هڪڙي اڇي ڇوڪريءَ سان ڏٺو. مان آفيس مان ٿڪجي، گهر موٽي رهي هيس ته مون احمد کي هڪڙي اڇي ڇوڪريءَ جي ٻانهن ۾ ٻانهن وجهي فٽ پاٿ تي لنگهندو ڏٺو. مان اتي ئي ويهي رهيس. ڄڻ ڄنگهن مان ست ئي نڪري ويو هو. احمد مونکي ڏٺو ۽ پوءِ يڪدم ڪنڌ ڦيري ڇڏيائين، ڇا هي اهوئي احمد هو جنهن منهنجي قوم تي ٿيل ظلمن لاءِ لڙڪ هاريا هئا، جنهن مونکي هيترو پيار ڏنو هو ۽ جنهن کي مون پنهنجو سانديل ست سونپيو هو. احمد ۽ اها ڇوڪري ٻئي منهنجي اکين کان اوجهل ٿي ويا ۽ مان اتيئي ويٺي رهيس. منهنجو ڪارو رنگ ڪاريهر جيان منهنجي ساري بدن کي ڏنگڻ لڳو ۽ مان وهم ۾ وٺ ڪائيندي رهيس."

"پوءِ؟—" مون يڪدم هن کان پڇيو.

"پوءِ احمد ان ڇوڪريءَ سان شادي ڪري ڇڏي ۽ هتي ئي رهڻ لڳو. هونئن ته ڪوبه ايشيائي هتي آباد ٿي نٿو سگهي پرجي ڪو ايشيائي هتان جي ڪنهن ڇوڪريءَ سان شادي ڪري ته پوءِ آباد ٿي سگهي ٿو. احمد ان ڇوڪريءَ سان شادي ڪئي ۽ هتي آباد ٿي ويو. منهنجي ۽ هن جي محبت ٻار جي صورت ۾ منهنجي پيٽ ۾ پلجڻ لڳي. هينئر مان هن جي ٻار جي ماءُ آهيان. احمد هتي رهندو آهي ۽ منهنجي ٻار کي خبر ڪانهي ته سندس پيءُ ڪير

آهي ۽ ڪٿي آهي.“

هوءَ ماٺ ٿي وئي ۽ مان بہ ماٺ ڪري ويٺو رهيس. پوءِ ان گهڙي ڏني ۽ چيائين:

”او ڏاڍي دير ٿي وئي. منهنجو پٽ منهنجو انتظار ڪندو هوندو. سڀاڻي اچجانءِ تہ انٽرويو ڏيندي سانءِ.“

رات جا ٻارهن ٿيا هئا. مان پنهنجي هوٽل جي ڪمري ۾ ويٺو ڪتاب پڙهي رهيو هوس تہ اوچتو دروازو کڙڪيو. اٿي دروازو کوليم. سامهون ايلز بيٺي هئي.

”ڪپڙا مٽاءِ تہ ٻاهر هلون.“

ٻاهر مشرقي عورت جي ست جهڙي بي داغ چانڊوڪي پکڙيل هئي. اڄ ايلز خاموش ۽ اداس هئي. ٿڌي هوا جو جهوٽو لڳو ۽ هن جي بت مان سيءَ جو ميسراٽ نڪري ويو. چيائين:

”مونکي سهارو ڏي.“

مون ٻانهن وڌائي سندس چيلهہ جي چوڌاري ورائي ۽ هوءَ منهنجي ٻانهن جي سهاري تي هلڻ لڳي. اسين سمنڊ جي ڪپر تي اچي ويٺاسين. سمنڊ ولجاريءَ جي اڻتڪ انتظار جهڙو لڳي رهيو هو. لهرن جون ليلاؤن چنڊ جي چنبڙ سان چاڪ ڪري رهيون هيون. ڪا چوءِ پري چولي، گهوڙيل جيان آچانگ ڏيئي، واسينگ وانگر وري، ڪارپهر وانگر ڪرڪٽي، ڪپر ڏانهن وڌي ٿي آئي ۽ پوءِ زندگيءَ جي خوابن جان ولڙي ٿي وئي. چانڊاڻ ۾ واريءَ تي پيرن جا نشان چمڪي رهيا هئا. جتي مان ۽ ايلز ويٺا

آهيون ان سا ڳي هنڌ پهرين به ڪي ماڻهو اچي ويندا هوندا.
پيار ۽ محبت جــون منڙيون ڳالهيون ڪيون هونديون،
هنن اهي سڀ ڪتي آهن. مان ۽ ايلز سياڻي ڪتي هونداسين.
ڇا انسان جو سـورو اڏنبر ۽ تڪساٽ وقت جــي واريءَ
تي پير جي نشانن کان وڌيڪ ڪجهه نه آهي.

”ايلز تون اڄ اداس ڇو آهين؟“

هن پنهنجا اداس نيرا ڪلي مونڊانهن نهاريو ۽ پوءِ سمنڊ ڏانهن ڏسڻ لڳي.

”تون ڪهاڻيون لکندو آهين ني؟“

”ها....“

”ڪيئن لکندو آهين.“

”ڪيئن لکندو آهيان!— الائي ڪيئن لکندو آهيان!...
ڪڏهين ڪڏهن ڪا ڳالهه هانوَ ۾ ڪپي ويندي آهي ۽ پوءِ
اندر ئي اندر پئي جلندي، جلائيندي، تهندي ۽ ڊهندي آهي
۽ پوءِ جيئن نه برندڙ جبل جي هانوَ مان جوالا ڦاٽ ڪاڙي
نڪري ايندي آهي، ائين منهنجي اندر مان به ڪهاڻي ڦاٽ
ڪاڙي نڪري ايندي آهي. مان آهسته آهسته پنهنجو هانءُ
ڪوري ڪردار جوڙيندو آهيان ۽ پوءِ جڏهين انهن ڪردارن
جي صورت ڏسندو آهيان ته سندن صورت ۾ پنهنجي ئي شبيه
نظر ايندي اٿم. سان هنن سان گڏ کلندو ۽ رئندو آهيان،
جيئندو ۽ مرندو آهيان ۽ پوءِ سيني ڪردارن کي ڪاغذ جي
ڪفن ۾ ويڙهي وقت جي دبر ۾ لوڙهي ڇڏيندو آهيان.“

”ڇا تو کي ڪڏهن ائين محسوس ٿيو آهي ته تون ماڻهن

حي ميڙ ۾ پرايو، اجنبي ۽ اڪيلو آهين."

"اڪيلائي اسان جــي نسل جو ســڀ کان وڏو عذاب آهي. هي نائيٽ ڪلبون، بيٽلز بنجڻ جا رجحان ۽ تورڙي وقت ۾ گهڻي ۾ گهڻي مسرت ماڻڻ جي تمنا، ان اڪيلائي ۽ کان فرار جون اجايون ڪوششون آهن. اسان سڀئي هڪٻئي کان ڇڇي ڏار ٿي ويا آهيون ۽ پنهنجي وجود جي پيٽ ۾ اڪيلا وينا آهيون ۽ ڇوڏاري اڪيلائي جو سمنڊ ڇوليوز هڻي رهيو آهي. مون کي تــہ ائين محسوس ٿيندو آهي ڇڙ ماں پنهنجن مٽن مائٽن، دوستن ۽ پيارن مان نــہ آهيان. پر ڪنهن ٻئي ديس جو رهاڪو آهيان. ڄڻ زندگيءَ جي ويٽنگ روم ۾ وينو آهيان ۽ ريل جــو انتظار ڪري رهيــو آهيان جــڪا مون کي منهنجي وطن ونــي ويندي ۽ مان پنهنجن پيارن سان وچي ملندس. پر ريل ليٽ ٿي وئي آهي يا شايد ٻئي تان ئي لهي وئي آهي."

"مون کي بہ ائين محسوس ٿيندو آهي تہ مان ڪنهن ٻئي ديس جي رهواسي آهيان ۽ پنهنجي پريںءَ کان وڇڙي رستو ڀلجي هتي اچي نڪتي آهيان ۽ هينئر پنهنجي پريز کي ڳوليندي ٿي وتــان. اڄ مان تــو وٽ هڪڙو اعتراف ڪرڻ آئي آهيان. مان توکي اهو ٻڌائڻ آئي آهيان تہ مو کي ـــ تہ مون کي آور سان پيار ڪونهي."

مون ڇرڪي هــن ڏانهن نهاريــو. سندس چهري تــ مايوسيءَ جا ڪڪر مڙيا بيٺا هئا.

"ها. مان اعتراف ٿي ڪريان تہ مونکي آور سان محبـ

ڪانهي. آور سان ملڻ ڪان اڳ مان ڪڏهن ڪنهن مصور سان ملي هيس. هن کي ڏسي مون ائين سمجهيو هو تہ اهو ئي منهنجو پرين آهي جنهن کي مان ڳوليندي ٿڪجي ويو آهيان. هو ڪلاڪن جا ڪلاڪ مون کي سامهون ويهاري منهنجون تصويرون ٺاهيندو هو. آهستہ آهستہ مون محسوس ڪيو تہ هن کي مون ڪان وڌيڪ پنهنجي فن سان پيار هو ۽ جنهن فن جي ڪري مون هن سان پيار ڪيو هو ان ساڳي فن سان مون کي ساڙ ٿيڻ لڳو ۽ جلد ئي مون محسوس ڪيو تہ مون پنهنجو پاڻ ڪان فريب کاڌو آهي ۽ هي منهنجو پرين نہ آهي، مون هن کي ڇڏي ڏنو، پر جذباتي لحاظ کان صفا بي سهارا ٿي پيس ۽ پوءِ مان پڙهڻ لاءِ انگلنڊ ويس. انگلنڊ ۾ منهنجي ملاقات آور سان ٿي ۽ وري مون پنهنجو پاڻ کان فريب کاڌو ۽ آور کي پنهنجو وڇڙيل پرين سمجهي ويٺس پر هتي اچڻ کانپوءِ آهستہ آهستہ مون محسوس ڪيو تہ آور بہ منهنجو پرين نہ آهي. هاڻ منهنجو پرين ڪٿي آهي، ڪهڙو آهي ۽ مان هن کي ڪڏهن ڳولي لهندس."

هوءِ ماٺ ٿي وئي ۽ وري يڪدم چيائين.

"سگريٽ اٿئي.؟"

مون هن کي سگريٽ ڏنو ۽ هوءِ سگريٽ دکائي سوٽا هڻڻ لڳي. مون پهريون پيرو هن کي سگريٽ پيئندي ڏٺو هو. "منهنجي زندگيءَ جو ڪو مقصد ڪونهي. اجايو ۽ هرويرو پئي جيئان. مون پنهنجي شخصيت جي اظهار لاءِ تصويرون ٺاهڻ شروع ڪيون پر جلد ئي خبر پئجي ويم

ته مون ۾ تصويرون ڏاهڻ جي ڏات ڪانهي. شاعري شروع ڪيم. ڪچا ڦڪا شعر لکي ڦاڙي ڇڏيم. وري ڪهاڻيون لکڻ لڳس ته اهي به بي جان بي چسيون ۽ ڦڪيون. مون ۾ ڪا ڏات ڪانهي. مان هڪڙي معمولي، اجائي ۽ عام زندگي ٿي گهاريان.“

”چڱو ٿيو جو توکي جلد ئي خبر پئجي وئي ته تو ۾ ڏات ڪانهي. مون کي تـه هينئر خبر پئي آهـي جڏهـن وقـت گهڻو گذري چڪو آهي. مون ڏات جـي ڪوڙي ڏيک تي پنهنجي پنهنجو سارو رت ۽ ست ان کـي پياري ڇڏيو ۽ پاڻ ايترو تـه نستو ۽ ساڻو ٿي پيس جو زندگي ۾ وقت سان وکـ وڌائي نـه سگهيس. هينئر تـه ڇيلهه ۾ رسا ٻڌل آهن ۽ گهڙين جون گهوڙيون گهليندين، لتاڙيندين، ڇيهاٽيندين سڀن سان ساڻو ڪنديون ڊوڙنديون ٿيون وڃن. آخر مان ڇو ٿــو لکان. ڪنهن لاءِ ٿــو لکان. مون کـي ـپڙهڻ وارو ڪير آهـي. هـرڪو پنهنجي لئي ۽ اٽي جـي چڪر ۾ ڦاٿو پيو آهـي ۽ ڪنهن کي فـرصت ڪانهي جو مون سان گڏ اهي عذاب سهي جيڪي مان ڪهاڻيون لکڻ کان اڳ ۽ ڪهاڻيون لـکـڻ مهل سهندو آهيان. جڏهـن مون ۾ ڏات به ڪانهي مون کي ڪو پڙهڻ وارو به ڪونهي ته پوءِ مان ڇو ٿو لکان. بليڪ مارڪيٽنگ ڇو نٿو ڪيان. گهڻا ليکڪ پنهنجو پاڻ کي اهو فريب ڏيندا آهن تـه هو سماج سان برابر کي ٽڙڻ لاءِ لکي رهيا آهن. مون کي تـه ان فريب حو بـ سهارو ڪونهي. مان ڪڏهن بـ سماجي

سڌارڪ جيان ور ڪنجي، قلم جو ڀالو هٿ ۾ ڪٽي سماجي براين سان وڙهڻ لاءِ نه نڪتو آهيان مون ته هميشه قلم جي ڀالي کي پنهنجي هانءَ ۾ هنيو آهي ۽ پنهنجي ئي رت ڦڙن سان ڪهاڻيون لکيون اٿم.“

هوءَ مون ڏانهن يڪ ٽڪ نهاري رهي هئي ۽ پوءِ منهنجي سيني تي مٿو رکندي چيائين.

”تنهنجو درد ڪيترو نه فنڪارانه درد آهي. اسين ٻئي زندگيءَ جي ويٽنگ روم ۾ ويٺل مسافر آهيون، اڪيلا اوپرا ۽ اداس، اچ ته ٻئي هڪ ٻئي کي سهارو ڏيون.“

مون هن کي سيني سان لاتو. چنڊ آسمان سان لهي اچي منهنجي سيني تي مٿو رکيو ۽ چولين جون چوريون ڇال ڏيڻ لڳيون.

پل - پکيڙا پرزا ڦرڪائي اڏامندا تا وڃن، وقت ڪسڪندو، ترڪندو، وهندو تو وڃي. جڏهن ريل ۾ ويٺو آهيان ۽ سيءَ وڻ ٽڻ، سهڻيون صورتون، من موهيندڙ نظارا پٺتي ڊوڙندا تا وڃن ۽ ريل رڙندي، گجندي، ٻاڦ اوڳاڇيندي، سيني نظارن کي لتاڙيندي، چيڀاٽيندي، ڊوڙندي تي وڃي. فوٽ پاٿ تي بيهي ٽيڪسيءَ جو انتظار ڪري رهيو آهيان. اوچتو سامهون بورڊ تي نظر تي پئيم. لکيل آهي No Standing (بيهڻ جي منع آهي) اڳتي وڌي ٻي فوٽ پاٿ تي تو بيهان. هتي به ساڳيو بورڊ! وري اڳتي وڃي فوٽ پاٿ تي تو بيهان. هتي به بيهڻ جي منع آهي. هر هنڌ بيهڻ جي منع آهي ته پوءِ ڪٿي بيهي بس جو انتظار ڪريان. هيڏي

وڏي شهر ۾ بيهڻ جي جاءِ نٿي ملي۽ پنڌ ٿي پنڌ، سهڪندو هوٽل ۾ ٿو پهچان. خبر پيم ته No Standing جي معنيٰ آهي No Parking (موٽرن بيهارڻ جي منع آهي.)

ايلز هوٽل ۾ چانهه تي سڏايو آهي. رات جي ماني تکي کاڌي، خوب پيٽ پري، وچان ٿو پر هن سان ڊنر کاڌي ٿي پوي شرم کان چئي نٿو سگهان ته ماني کائي آيو آهيان. صبح جو پيٽ خراب. ايلز چوي ٿي:

”مون ته توکي دعوت ٿي مانيءَ جي ڏني هئي.“

”تو ته چيو هو ته ’لي‘ مون سان پيجانءِ.“

”اوه“ هوءَ کلي ٿي. ”رات جي مانيءَ کي اسين ’لي‘ چوندا آهيون.“

هي ”نيرا پهاڙ“ (پر هنن جو رنگ نه نيرو ڪونهي!) پهرين پهرين جڏهن انگريز هن ڪنڌ ۾ اچي لٿا نه کين خبر ڪانه هئي ته هن پهاڙن جي هن پار ڇا آهي. ڪيتري عرصي تائين انهن پهاڙن کي عبور ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا. آخر ڪامياب ٿيا. پهاڙ جي هن طرف درياهه هئا ۽ انسان جي آباد ٿيڻ جا امڪان هئا. جنهن ٽوليءَ هن پهاڙ کي عبور ڪيو تنهن ڇيل جو هڪ وڻ ڪپي ان جو ٿڙ هتي کوڙي ڇڏيو جيڪو هينئر به ان حالت ۾ بيٺو آهي. پهاڙ جي چوٽي اٽڪل چار هزار فوٽ بلند آهي ۽ چوٽيءَ تي پورو شهر آباد آهي. چوٽيءَ جي پکيڙ جتي ختم ٿي ٿئي اتي چار هزار فوٽ اونهي کاهي آهي کاهيءَ جي مٿان جبلن جون ٽي سنهيون چوٽيون اهڙيءَ طرح گهڙيل آهن

چڙهي ٿي عورتون بيٺيون آهن. انهن کي ٿي پينر سڏيو ويندو آهي. قدرت جي هٿن سان گهڙيل ٿن پينرن جون اهي مورتيون ڪنڌ ڪٿي ڪاهيءَ جي هن پار واري پهاڙ ڏانهن ڏسي رهيون آهن جتي ڪارا ڪڪر وسي وسي ٿڪجي، ساٿا ٿي ليٽي پيا آهن. ساڄي هٿ تي هڪڙي سهي چوٽي ڪر ڪنيون بيٺي آهي. مٿس اڇو جهڙ ائين ٿو لڳي ڄڻ ڪو سنڌي سورهه اڇي پڳ پائي بيٺو آهي. ايلز ۽ مان هيٺ ڪاهيءَ ۾ نهاريون ٿا ته پستي ۽ بلندي جو فرق ڏسي سارو وجود ڏڪي ٿو وڃي .... مون کي ائين پيو ٿو محسوس ٿئي ته مان پهرين ڀيرو هتي آيو آهيان. هي بلنديون ۽ پستيون، پهاڙ جي چوٽيءَ تي سنتل نندا ڪڙا ڪڪر. قدرت جي هٿن سان گهڙيل هي ٽي پينر ۽ ايلز پهرين ڀيرو مون ڏٺيون آهن، شايد مان ۽ ايلز هتان جي اصلوڪن رهاڪن جي ڪنهن قبيلي ۾ پيدا ٿيا هئاسين ۽ ناڻگن ٻتن تي آسماني ديوتائن جون گهاڙهيون پيليون شبيهون چٽي، هٿن ۾ پٿر جا ڀالا کڻي، جبل جي هن پيلن ۾، ڪينگرو جو شڪار ڪندا هئاسين. هنن ٽن پينرن جي پير ۾ ويهي مون ايلز جي سونهن جي حمد ۾ گيت چيا هئا ۽ منهنجي قبيلي جي ماڻهن انهن گيتن کي آسماني اشلوڪ سمجهي چانڊوڪي راتين ۾ ٻاله جا مچ ٻاري، نچي نچي ڳايو هو. پوءِ اچن اچي مون کي، ايلز کي ۽ منهنجي گيتن کي ڪنو. مان ۽ منهنجا گيت هر هنڌ ڪنا آهيون. مهن جي دڙي ۾، مباڻيءَ جي ميدان تي ۽ هنن ٽن پينرن جي پير ۾!

پهاڙ جي پٺي چيڙي تي هوٽل آهي جنهن ۾ اسان رهيل آهيون. هوٽل جي دريءَ کان هيٺ ساڳي کاهي، پيلا ۽ هلڪو ڏنـڌ. والز شروع ٿئي ٿو. ايلز چوي ٿي.

”اٿ ته نچون.“

”مان نچي نه ڄاڻان.“

”تون اٿ ته سهي.“

والز جا سر ڪيترا نه ڪومل آهن. بدن جا بار لهي ويا آهن. اسان جا روح سُرن جي پرن تي نچندا، جهومندا، اڏامندا ٿا وڃن. هر طرف خنڪيءَ ۾ رچيل ڏنـڌ آهي ۽ وري اوچتو چنڊ نڪري ٿو اچي چانڊاڻ روح ۾ رچندي ٿي وڃي.... سڀ نظارا پٺتي ڊوڙندا ٿا وڃن ۽ ريل رڙندي، گجندي، ٻاهه اوڳاڇيندي، سڀني نظارن کي لتاڙيندي چيڀاٽيندي ڊوڙندي ٿي وڃي ۽ اڳيان آئيندو وڇايو پيو آهي، اڻ ڏٺل، اڻ ڄاتل ۽ پراسرار!

اسان جي ٽريننگ ختم ٿي وئي آهي ۽ اچوڪو ڏينهن اسان جو هتي آخري ڏينهن آهي. اڄ اسان کي اي. بي. سي طرفان الوداعي پارٽي ملي هئي. هال ۾ اي - بي - سي جي اسٽاف جا مرد، عورتون ۽ اسين ايفرو ايشيائي ڪارا، سانورا ۽ پيلا شاگرد ويٺا هئاسين. سيئي شاگرد پنهنجو پنهنجو ملڪي لباس پائي آيا هئا. مان به سنڌي شلوار، شڪارپور جو پرت تي پريل پاسي تي ڪڇيءَ وارو ململ جو چولو پائي آيو هوس. سڀ حيرت وچان اسان کي ڏسي رهيا هئا.

اسان جي ٽريننگ، جي ڊائريڪٽر مسٽر ٿامسن گلو صاف ڪيو ۽ عينڪ کي اکين تي ٺيڪ ڪندي چيائين. "منهنجا پيارا پرديسيو! اڄ کان ڇهه مهينا اڳ، هن ساڳي هنڌ، مون مرڪندڙ هانوَ سان اوهان جو آڌرڀاءُ ڪيو هو ۽ اڄ ڇهن مهنن کان پوءِ ان ساڳي هنڌ مان روئندڙ دل سان اوهان جي اڳيان وڇوڙي جي تقرير ڪري رهيو آهيان. پنهنجي دل کي روئندو ڏسي، پنهنجو پاڻ کان پڇان ٿو ته آخر مون ۾ ۽ هنن آفريقي ۽ ايشيائن ۾ ڪهڙو رشتو آهي جو هنن کان جدا ٿيڻ وقت دل روئي رهي آهي. اوهين ڪير ۽ مان ڪير، اوهان جي ۽ منهنجي وچ ۾ رنگ، نسل ۽ جاگرافي جا ويڇا ۽ فاصلا آهن، پوءِ آخر اسان جي وچ ۾ اهو ڪهڙو رشتو آهي، جيڪو غم بنجي منهنجي هانءَ ۾ چڀي رهيو آهي. جنهن انهن سڀني ويڇن ۽ فاصلن کي ريٽي ۽ ميٽي ڇڏيو آهي. شايد اهي سڀيئي ويڇا هٽرادو آهن ۽ اسان نه يورپي آهيون، نه ايشيائي ۽ نه آفريقي، اسان صرف هن ڌرتيءَ جا ٻچڙا آهيون، اسان ڌرتي ماءُ جي ٽڃ پيتي آهي ۽ اسان جو پاڻ ۾ رشتو عظيم ۽ اٽوٽ آهي. اچو ته اسان پاڻپيءَ جي ان لازوال رشتي لاءِ جام خالي ڪريون."

سڀني گلاس ڇپن تائين آندا. مسٽر ٿامسن جي تقرير جو جواب اسان مان ڪنهن کي ڏيڻو هو. اسان سڀني مليشيا جي گهڻ ـ ڳالهائو نمائندي ڏانهن نهاريو. هو فلپين جي نمائندي ڏانهن نهارڻ لڳو، فلپين جي نمائندي مون ڏانهن ڏٺو ۽ مان مس اما ڏانهن ڏسڻ لڳس. مس اما اڳتي وڌي

گلو صاف ڪيو ۽ چوڻ لڳي:
مسٽر ٿامسن ۽ منهنجا پرديسي ساٿيو! اڄ رات اسان هميشه لاءِ وڇڙڻ لاءِ گڏ ٿيا آهيون .... ايترو مس چيائين ته هانءُ ڀرجي آيس، آواز ڏڪڻ لڳس ۽ وڏي اوڇنگار ڏنائين. سڀ اداس ۽ خاموش ٿي ويا ۽ ساري ماحول تي اداسائي تلوار جيان تاڻجي وئي.
پارٽي شروع ٿي. پروگرام مطابق سڀني کي پنهنجو پنهنجو ملڪي گيت ڳائڻو ۽ ناچ ڏيکارڻو هو. زيمبيا جي نمائيندي ۽ مس. اما گيت ۽ ناچ شروع ڪيو. هلڪي هلڪي موسيقي ايري ۽ اکين آڏو آفريقا جا جهنگ پکڙجي ويا. زال ۽ مڙس خوشيءَ ۾ ٽڙندا، ڏهڪڙا ڏيندا جهنگ مان لنگهن ٿا ۽ اوچتو ڇرڪي بيهي ٿا رهن. اکيان موت سندن انتظار ڪري رهيو آهي. ٻئي هراسيل اکين سان هنداڻهن هوڏانهن نهارن ٿا. هڪڙو ماڻهو جهنگ مان نڪري مرد تي حملو ڪري ٿو. عورت چيٽ ڪري پري بيهي ٿي رهي. هو ٻئي وڙهندا ٿا رهن ۽ عورت جي چهري تي ڪيئي جذبا جرڪڻ ٿا لڳن. هراس، مايوسي، ۽ پوءِ اميد جو هلڪو هلڪو سوجهرو مرڪ جي صورت ۾ سندس چپڙن تي چمڪي ٿو. ۽ هوءَ خوشيءَ وچان پنهنجي ڦتيل، ڦٽيل، سهڪندڙ ساٿي تيل مڙس اکيان نچي ٿي. خوشي ۽ فتح جو وحشي ناچ!
هينئر منهنجو وارو هو مان ”هو جمالو....“ جي ٽيپ چاڙهي، اڇي ايلز جي پر ۾ بيهي رهيس. سڀ ماٺ ٿي ويا

۽ مانڊ جو سينو چيري سنڌي ساز ۽ آواز جي لهر اڀري
”هو.... جما.... لو“ ڄڻ تہ سانتيڪي درياہ ۾ هلڪڙي
لهر ڪرڪنيو ۽ آهستہ آهستہ ڪپر ڏانهن وڌڻ لڳي ۽ پوءِ
ڪيئي لهرون اڀريون، جهڙيون مشرقي ڪنواريءَ جي
دل ۾ ڀهرين محبت جون امنگون، ۽ پوءِ تاڙين جي ليءِ،
ڄڻ وڏ ڦڙي جو وسڪارو. سيئي پنهنجا گلاس رکي ”هو
جمالو“ جي آهنگ سان ملندڙ آواز جون ورائيون ڏيڻ ۽
تاڙيون وڄائڻ لڳا. مس آما ٻوڙي اچي مون کي ٻانهن کان
جهليو ۽ گهلي آئي وچ ۾ بيهاريائين.
”اچ تہ نچون.“
مون ساڄي پاسي جهڪي تاڙي وڄائي ”هو جمالو“
چيو ۽ ڦيري پائي، هٿ هوا ۾ لهرائي چپٽيون وڄايم. آما
بہ ائين ئي ڪيو. هينئر مون کاٻي پاسي جهڪي، چپٽيون
وڄائي ڦيري پاتي ۽ هٿ هوا ۾ لهرائي تاڙي وڄائي
”هو جمالو“ چيم. هن بہ ائين ئي ڪيو. اسين ٻئي هڪٻئي
جي ايترا ويجها اچي وياسين جو مان هن جي جسم جي
ٿڙڪندڙ ڇهاءُ ۽ سندس بدن جي بوءِ کي بہ محسوس ڪرڻ
لڳس. جمالي جي ڌن تيز ٿي عروج تي پهچي وئي ۽ آما
وچ وانگر وراڪا ڏيڻ لڳي....
ٽيپ ختم ٿي. سيئي تاڙيون وڄائڻ لڳا. آما مون کي
ٻانهن کان جهلي ٻاهر وٺي آئي. ٻاهر آسمان ۾ چنڊ ڪڙيل
هو. هر طرف گل ڦل ٽڙيل هئا. آما جي گلن تي پگهر جا
ڦڙا چمڪي رهيا هئا، جهڙا ڪارن گلابن تي ماڪ ڦڙا.

سندس وڏين اکين ۾ اونداهين راتين جون خنڪ اونداهيون رچيل هيون.

”مان پاڪستاني ناچ سنو ڪري سگهان ٿي ني.“

”ڏاڍو سنو ڪري سگهين ٿي.“

”مون کي تو وانگر تنهنجي ملڪ جو گيت ۽ ناچ به پسند آهي. مان توکي هميشه ياد رکنديس. پر تو مون کي رنجايو آهي جنهن لاءِ مان توکي ڪڏهين معاف نه ڪنديس.“

”مون توکي رنجايو آهي!“

”ها، تو مونکي رنجايو آهي. تو ڪڏهين به مون سان به چار اڪيليون گهڙيون نه گهاريون. ڪڏهين به مون کي بيچ تي يا ڪنهن نائيٽ ڪلب ۾ نه وٺي وئين. هڪ به دفعو چيومانءِ ته نتائي چڏيءِ. ان ڪري نه جو مان ڪاري آهيان، شيدياڻي آهيان.“

”نه نه، اها ڳالهه نه آهي.“

”نه ته ڪهڙي ڳالهه آهي. آخر ايلز ۾ ڇا آهي جيڪو مون ۾ نه آهي. مون ڏانهن نهار. ڇا مان ايلز جهڙي جوان نه آهيان. منهنجو بدن ايلز جي بدن کان گهٽ حسين ۽ جوان آهي. پوءِ آخر ڪهڙي ڳالهه آهي جو تون ايلز جي ڪڍ لڳور لڳور ڪندو ٿو وتين ۽ مون کي ليکين ئي نٿو. ان ڪري ني جو مان ڪاري آهيان، شيدياڻي آهيان اوهان ايشيائي ته رنگ جي مت پيد کان متاوان ٿيندا آهيو ۽ ايشيا ۽ آفريقا جي ڀائپيءَ جا نعرا هڻندا آهيو. پر اوهين

ڪوڙا آهيو. سامراجين وانگر چالباز آهيو. اوهين صرف يورپ سان مقابلو ڪرڻ لاءِ آفريڪا کي ايشيا سان ڳنڍڻ ٿا چاهيو. هونئن نه ته اوهان کي به اسان جي ڪاري رنگ کان نفرت آهي. اسان کي به توهان کان نفرت آهي. توهان جي سهڻي رنگ ۽ روشن کان نفرت آهي، بدين تو خود پرست ايشيائي، مون کي توکان نفرت آهي."

هن اوچنگار ڏني ۽ بنهي هٿن ۾ منهن لڪائي ٻوڙندي اندر هلي وئي. مان اتي ئي بيٺو رهيس، بي حس ۽ بي ستو! گهٽي ديرڪانپوءِ اندر ويس ته آما هڪڙي شيدي ڇوڪري سان ٽوئسٽ ناچ نچي ۽ ٽهڪڙا ڏيئي رهي هئي.

آخر ۾ سيني گڏجي الوداعي گيت ڳاتو ۽ لڙڪ ڳاڙ مرڪ سان هڪ ٻئي کان موڪلايون.

مان ۽ ايلز هينٽر پارٽيءَ تان موٽيا آهيون ۽ سمنڊ جي ڪپر تي اچي ويٺا آهيون. رات جا ٻه لڳي رهيا آهن. مون کي صبح جو پنجين لڳي هوائي اڏي تي پهچڻو آهي. باقي چند گهڙيون وچي بچيون آهن. اج به آسمان ۾ چنڊ ڪڙيو بيٺو آهي ۽ لهرن جون ليلائون چنڊ جي چنيسر سان چاڪ ڪري رهيون آهن. ڪا لهر گهوڙيل وانگر اچانک ڏيئي، واسينگ وانگر وري، ڪاريهر وانگر ڪرڪي ڪپر ڏانهن ٻوڙندي ٿي اچي ۽ پوءِ زندگيءَ جي خوابن جيان ونڃي ٿي وڃي. چاندڻ ۾ واريءَ تي ماڻهن جي پيرن جا نشان چمڪي رهيا آهن. چند گهڙين کانپوءِ اهي سيئي نشان مٽجي ويندا. مان هليو ويندس ۽ حمد اٿس بيو چمڪندو

سمنڊ اڃان ٻيو لڇندو، ڇولين جون ڇوريون اڃان ٿي پيون
ڇاڙ ڏينديون ۽ هن واريءَ تي نت نــون ماڻهن جي پيرن
جا نوان نشان پيا چمڪندا. ايلز چوي ٿي:
”مان توکي هميشه ياد رکندس. مون توسان زندگيءَ
جون ڏاڍيون پياريون ۽ مٺڙيون گهڙيــون گهاريون آهن.
اهي گهڙيون مون کان ڪڏهين نـه وسرنديون. اسان ٻئي
زنـدگيءَ جـي واٽ تي ٻــن همدرد دوستن جيان ملياسين،
ٿوري دير گڏ سفر ڪيوسين. هڪٻئي جو ڏک سور ونڊيوسين
۽ هينئر وڇوڙي جي ٻــه ـ واٽي تي اچي بيٺا آهيون. هــيءَ
واٽ منهنجي آهي ۽ هوءَ تنهنجي. اسان جــي دوستيءَ جو
ناتو سچو ناتــو هو. اهو نـاتو هميشه قائم رهندو. اسان ٻئي
زندگيءَ جي ويٽنگ روم ۾ ويٺل مسافر آهيون اداس، اوپرا
۽ اجنبي ۽ ريل جــو انتظار ڪري رهيا آهيون اها ريــل
ضرور ايندي ۽ اسان کي ان ديس ۾ وٺي هلندي جتان اسان
کي جلاوطن ڪيو ويــو آهــي، جتي مان پنهنجي وڇڙيل
پرينءَ سان ملندس ۽ جتي ايشيا جي بک، بيماريءَ ۽ غلاميءَ
جا ناسور ڇٽي ويندا، ماڻهو خوشحال هوندا ۽ تنهنجي ڏات
کي سڃاڻندا ۽ سمجهندا.“
اسين ڳالهائيندا ٿا رهون. سمنڊ رئندو ٿو رهي، چنڊ جو
چهرو بي نور ٿيندو وڃي.
مان جهاز ۾ ويٺو آهيان ۽ پريان پنهنجن پيارن کــي
الوداع چوڻ لاءِ آيل ماڻهن سان گڏ ايلز بيٺي آهي ۽ هٿ
۾ رومال لوڏي مونکي وڇوڙي جو پيغام ڏيئي رهي آهي.

وقت کسڪندو ترڪندو، وهندو ٿــو وڃي، سڀني سهڻيون صورتون، من موهيندڙ نظارا، پٺتي رهندا ٿا وڃن.... روڪيو روڪيو. جهاز کي روڪيو، ريل کي روڪيو، نظارن کي روڪيو، پــر جهاز زوزات ڪندو اڏامندو ٿــو وڃي. ريل رڙندي،گجندي، ٻاه اوڳاڇيندي، سڀني نظارن کي لتاڙيندي، چيپاٽيندي ڊوڙندي ٿــي وڃي ۽ اڳيان آئيندو وڇايــو پيو آهي. ڏئل وائنل ۽ اونداهون!



# درد جا رشتا

**٠د پئسفڪ هوٽل،**
سڊني.

ادا، ٽيون ڏينهن ميل بورن کان سڊني پهتو آهيان.
ٽريننگ جا باقي ٻه مهينا وڃي بچيا آهن. اهي ٻه مهينا ريڊيو
آسٽريليا سان وابسته رهندي گذاريندس. جنهن هوٽل ۾ رهيل
آهيان سو پئسفڪ سمنڊ جي ڪپرني هڪڙي متاهين ٽڪريءَ
تي آهي. سامهون ٽڪريءَ جي لاهيءَ تي سا[illegible] گاهه جي
چادر وڇايل آهي ۽ پائين Pine جا [illegible]ري ۾ سڪل وڻ
ايشيائي گداگرن جيان هٿ ٽهلائي [illegible] آهن. نيٺ نهار تائين
سمنڊ ڦهليل آهي، اٿاهه ۽ پراسرار سمنڊ، جهڙي انسان جي
دل! سمنڊ جي ڪناري وٽ سهٽيون، جوان ۽ جرڪندڙ
عورتون پاڻيءَ ۾ ترڪندي رهيون آهن جهڙيون جل پريون،
جهڙيون ڪهاڻي نويس جي دل ۾ اڻ لکيل ڪهاڻيون. هنن
کي پاڻيءَ ۾ ترڪندو ڏسي بت مان سيءَ جا سيسراٽ نڪري
ٿا وڃن. جون جو مهينو ۽ ههڙو سيءُ! حيدرآباد ۾ ته هن
وقت سج باهه جا ٻالا هڻندو هوندو. پر هاڻ ته حيدرآباد جون
هوائون، منگهه، سانورا، سهڻا، سباجهڙا ماڻهو، جيجل ماءُ
جي ٽج جهڙي مٺڙي ٻولي! هتي ته غلط انگريزي ڳالهائي
ڳالهائي ڳيا ٽڙين ۾ ٿي سور پئجي ويو آهي.

ادا سڊنيءَ بابت ڪنهن ٻئي دفعي لکندو ساڻس. اڄ سڊنيءَ جي هڪ سون ورني سوڍيءَ جي ٿو ڳالهه ٻڌايانءِ. ڇوڪري ته نه آهي الائي ڇا آهي. آپو قد، آسمان جهڙيون نيريون ۽ وشال اکيون، چانڊاڻ جهڙا سنهري وار، ڳاڙهو ڳاڙهو ٻرندڙ جرڪندڙ جسم، جهڙو باه جو آلو. هن سان ڪالهه ملاقات ٿي آهي، پر ان ٿوري عرصي ۾ اسان هڪ ٻئي جي ايترو نه ويجهو اچي ويا آهيون جو هينئر به سندس بدن جي باه جي جهر ٿي جرڪائيم. ڪالهه گهمندو گهمندو ريڊيو جي لئبريريءَ ۾ ويس ۽ ڪتابن جي الماريءَ ۾ ڪتاب جاچي رهيو هوس جو هوءَ پر ۾ اچي بيٺي ۽ پڇيائين،

”مان اوهان جي ڪا خدمت ڪري سگهان ٿي؟“

”مون کي ايلئيٽ جي نظمن جو ڪتاب گهرجي.“

”اوهان مشرقي ايلئيٽ پڙهي ڇا ڪندا، اوهان جي رنگا رنگ تهذيب تہ عمر خيام جهڙا شاعر پيدا ڪيا.“

”جنهن مشرقي تهذيب عمرخيام جهڙا شاعر پيدا ڪيا سا هينئر مغرب جي سرڀت تي ويٺي آهي ۽ ايلئيٽ جي انڌي تقليد ۾ پيدا ٿيندڙ شاعر ان سرڀت جو ناجائز اولاد آهن.“

”ڪهڙي ملڪ مان آيو آهين؟“

”پاڪستاني آهيان.“

”مون کي پاڪستان ڏسڻ جو ڏاڍو شوق آهي. مون سنڌ ماترجي پراڻي تهذيب بابت پڙهيو آهي. دل ٿي چوي ته ان پراڻي تهذيب جا کنڊر ڏسان.

”مان سندو ماتر جو رهاڪو آهيان.“ مون غرور سان چيو.

”مسلمان آهين؟“

”ها.“

”اوهان تقدير کي مڃيندا آهيو؟“

”اسان تقدير کي ايترو تہ مڃيندا آهيون جو ڏاڍن سان وڙهي پنهنجو پيٽ پالڻ ۽ انگ ڍڪڻ جي بجاءِ پنهنجي مفلسي ۽ بک کي بہ تقدير سمجهندا آهيون.“

”مان ڪنهن مشرقي مسلمان کي ڏسندي آهيان تہ الف ليليٰ ياد ايندي اٿم. اوهان جي تهذيب ڪيتري نہ رنگا رنگ آهي توکي اسان ماده پرست مغربين جي بي رنگ تهذيب جي يڪسانيت اجان بيزار نہ ڪيو آهي.“

”جي مان بہ تو وانگر ان تهذيب ۾ پيدا ٿيان ها تہ پوءِ شايد ان جي يڪسانيت کان بيزار ٿيان ها، ڇاڪاڻ تہ هر ذهين ماڻهو پنهنجي پسگردائي ۽ پنهنجو پاڻ کان غير مطمئن هوندو آهي.“

”تنهنجون ڳالهيون ڏاڍيون وڻندڙ آهن، شام ڪو خاص پروگرام تہ ڪونهي؟“

”خاص تہ ڇڏيو منهنجو تہ ڪو عام پروگرام بہ ڪونهي.“

”پوءِ اڄ شام اچ تہ گڏجي ماني کائون. تون موڙ کي پاڪستان جي باري ۾ ڳالهيون ٻڌاءِ.“

”مونکي تہ خوشي ٿيندي جو شام توسان گذاريندس؟“

”چڱو پوءِ پاڻ شام جو ملنداسين. ريڪس هوٽل ڏٺو اٿئي نہ؟“

”ها ڏٺو اٿم. مان پاڻيهي اچي پهچي ويندس.“

مون هن کان ڪتاب ورتو ۽ پنهنجي آفيس ۾ موٽي آيس.

شام جو آسمان تي ڪڪر مڙيا بيٺا هئا ۽ ڦڙ ڦڙ ٿي پيئي. ٿڌيون هوائون. جسم جي آرپار ٿي هليون ويون. مان مقرر وقت کان ٿورو اڳ ۾ هوٽل جي سامهون بيهي هن جو انتظار ڪرڻ لڳس. ٿوري دير گذري تہ هوءَ ٽيڪسيءَ مان لٿي. ڪيس وڏو ڳاڙهو ڪوٽ پيو هو. مون کي ڏسي لڙي پيئي. مون اڳتي وڌي سندس هٿ هٿ ۾ جهليو.

”هائي، ڪيڏو نہ سيءُ آهي! تنهنجي ملڪ ۾ بہ هيڏو سيءُ پوندو آهي؟“

”ها، اسان وٽ بہ ايترو ئي سيءُ پوندو آهي. پر جون ۾ نہ، ڊسمبر ۾ پوندو آهي.“

”مان بہ ڪيتري نہ بدتميز آهيان جو هن مهل تائين نہ پنهنجو نالو ٻڌايو اٿمان ۽ نہ تنهنجو نالو پڇيو اٿم. منهنجو نالو سوسن آهي. پر سڀيئي مونکي سوزي چوندا آهن.“

”منهنجو نالو ڏاڍو ڏکو ۽ ڏکيو آهي، ان ڪري تون مونکي احمد سڏي سگهين ٿي.“

اسان هوٽل ۾ اچي ويٺاسين. ٻنهي وسڪي گهرائي ۽ پيئڻ لڳاسين.

”سوزي ڳالهہ ٻڌ. مان مشرقي آهيان ۽ پنهنجي مشرقي تهذيب ۾ تنهن کان وڌيڪ چوڻ تائين رچيل آهيان. ان

ڪري جي اوهان جي مغربي آداب جي خلاف ڪجھ ڪري وجهان تہ مون کي ٻڌائجانءِ.“

”مان تہ پاڻ خوش ٿيندس جي تون هتي بہ پنهنجي مشرقي نموني ۾ هلندين.“

”جي هتي مشرقي نموني ۾ هلان تہ پوءِ سڀ ڪان پهرين هن سامهون ويٺل ماڻهوءَ کي سڌو ڪريان جيڪو توڏانهن نهاري رهيو آهي.“

هوءَ کلي ويئي ۽ چيائين:

”اوهان مشرقي عورت جي معاملي ۾ ڏاڍا ساڙيل ٿيندا آهيو.“

”اسان ان ساڙ کي غيرت سڏيندا آهيون. اصل ۾ اسان مشرقي مڙد عورت جي حفاظت کي پنهنجي زندگيءَ جو مقصد سمجهندا آهيون.“

”اسان مغربي عورتون بہ چاهينديون آهيون تہ اسان جي حفاظت ڪئي وڃي. پر مغربي مڙد ان ڳالھ مان ڇا چاڻين. اسان جي گهريلو ناچاڪي، طلاقون، حدکان وڌيڪ آزادي ۽ جنسي بي‌راه روي جو وڏو سبب اهو آهي جو اسين پنهنجو پاڻ کي غير محفوظ سمجهنديون آهيون. حد کان وڌيڪ آزاديءَ اسان جي شخصيتن ۾ ڇڪتاڻ پيدا ڪري ڇڏي آهي. اسان پنهنجي حفاظت بہ چاهيون ٿيون ۽ آزادي بہ ڇڏڻ نٿيون چاهيون.“ هن وسڪيءَ جو ڍڪ پري ۽ چيائين.

”هاڻي مون کي پاڪستان جي رهڻيءَ ڪرڻي بابت ٻڌاءِ.“

”اسان جو ملڪ سڪيو ۽ ماڻهو سڪر آهن.“ اها ايترو مس چيم تہ پنهنجو ڪلارڪ ياد پيم جنهن کي سو رپيا پگهار ملندو هو، جنهن کي ڇهہ ٻار هئا ۽ جنهن جي زال کي سلهہ هئي. زال کي سينيٽوريم ۾ داخل ڪرائڻ لاءِ درخواست موڪلايائين تہ ڪيس زال مرڻ کان پوءِ اجازت نامو مليو. حدِ نظر تائين ڦهليل جهريل جهوپڙيون، جهول جهلي وانهڙن کان جيئڻ جوحق پنندڙ بکارن جا هشام، ڇنگهندڙ، جهرندڙ، محنت ۾ ڪمائيل، رت اوڳاڇيندڙ، پيلا، بي نور، مرٿينگ ماڻهو. هي پاڪستان آهي، هي ايشيا آهي— صدين کان غلام ايشيا، ڪاري، ڪوجهي، بيمار ۽ بکي ايشيا! مون يڪدم وسڪيءَ جو گلاس کنيو ۽ ڍڪ ڏيئي پي ويس.

”مون ٻڌو آهي تہ اوهين عورت جي عزت نہ ڪندا آهيو.“

”اسان نہ عورت جو احترام ڪندا آهيون. منهنجي ٻوليءَ ۾ چوڻي آهي تہ نياڻي ستت قرآن آهي. سڙد جڏهن نياڻيءَ جو قسم کڻندا آهن تہ مري بہ اها ڳالهہ پوري ڪندا آهن.“

(۽ جڏهن ان نياڻيءَ جي شادي ٿي ويندي آهي تڏهن سندس کهڙو حشر ٿيندو آهي.)

مون يڪدم بيري کي سڏي ٻيو پيگ گهرايو.

”پلا اوهان جون عورتون پردو ڪنديون آهن؟“

”ها.“

”تون پردي جو قائل آهين؟“
”عقلي طرح نہ آهيان پر جبلتي طرح قائل آهيان.“
”مائٽن جي مرضيءَ سان شادي ڪندا آهيو يا پنهنجي مرضيءَ سان؟“
”مائٽن جي مرضيءَ سان.“
”شاديءَ کان اڳ پنهنجي ٿيڻ واري وني‌ءَ کي ڏسندا آهيو تہ سهڻي آهي يا نہ؟“
”سونهن جي معاملي ۾ اسان کي پنهنجي پيئرن ۽ مائرن جي ذوق تي اعتبار ۽ اعتماد ڪرڻو پوندو آهي.“
”جنهن کي ماءُ يا پيءُ نہ هجي تہ پوءِ؟“
”پوءِ ڀاڄائي.“
”جي ڀاڄائي ڏير کان ناراض هوندي پوءِ تہ ڪا ٻچڙي زال چنبڙائيندي هوندس.“
مان کلي ويس. سوزي مون کان ڳالهيون پڇندي رهي—اسان جي ريتن رسمن، رهڻيءَ ڪهڻيءَ، ادب ۽ آرٽ جون ڳالهيون. ۽ مان ڪجهہ ڪوڙا ۽ ڪجهہ سچا جواب ڏيندو رهيس.
”تون سنڌو ماٿرجي پراڻي تهذيب جا کنڊر ڏٺا آهن؟“
”مان تہ جڏهن بہ اداس ٿيندو آهيان تڏهن انهن کنڊرن تي ويندو آهيان.“
”جڏهن انهن کنڊرن تي ويندو آهين تہ ڇا محسوس ڪندو آهين؟“
”موهن‌جي دڙي کي ڏسي وقت جي دئيت کان دل دهلجي

ويندي آهي سوچيندو آهيان تہ هتي بہ اسان جهڙا انسان رهندا هوندا. هنن بہ اسان جيان محبتون ۽ نفرتون ڪيون هونديون. ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ جي جانبه هنن کي بہ اسان جيان پيٺو هوندو. ڪي ارڏا اڙٻنگ انياءَ سان اٽڪيا هوندا ۽ ڪنهن شاعر انسان جي ڀلائي جا خواب ڏٺا هوندا. اهي سڀ انسان ڪيڏانهن ويا. ڇا انسان جي سموري ڇڪتاڻ، هن ـ هٿان ۽ شاعرن جي سمورن خوابن جو انجام هي کنڊر آهن."

"شاعر آهين؟"

"نہ."

"ليکڪ آهين؟"

"ہ چار ڪچيون ڦڪيون آ ڪاڻيون لکيون اٿر."

"پوءِ تہ وڏو ماڻهو آهين."

هن جي ڳالهہ ٻڌي کـل اچـي ويـر. پنهنجي ملڪ جا اهي سپيئي شاعر ۽ ليکڪ ياد پيـر جوڪي قلم جا ڀالا هانءَ ۾ ٽنبي، پنهنجن رت ڦڙن سـان گـل گونچ اپائيندا آهـن ۽ انسان جـي عظمت ۽ ڀلائـيءَ جـا گيت ۽ ڪهاڻيون لکندا آهن.

"ڪهڙي قسر جون ڪهاڻيون لکندو آهين؟"

"تو جهڙن حسين ڇهرن جون ڪهاڻيون لکندو آهيان. ۽ اهـڙن مجبور ۽ محروم انسانن جـون ڪهاڻيون لکندو آهيان جن جا خواب تو جهڙا حسين ۽ جواڻ هوندا آهن پر اهي خواب جوانيءَ ۾ ئي مري ويندا آهن."

"ڪميونسٽ آهين؟"

”اپر چونسٽ آهيان.“
هوءَ کلڻ لڳي.
”پلا توکي اسانجي آسٽريليا پسند آئي؟“
”سٺو ملڪ آهي، باقي شهر سڀ هڪ ٻئي جو نقل ٿا لڳن.“
”ان جو سبب اهو آهي جو اسان جا شهر تاريخ جي سيني مان نہ اسريا آهن، انڪري اسان جي ڪنهن بہ شهر جي ڪا الڳ شخصيت ناهي، ڪنهن بہ شهر جي تصور سان ڪو داستان، ڪو رومان ذهن ۾ نٿو اچي. ان ڪميءَ کي دور ڪرڻ لاءِ اسان شهرن جا نالا آسٽريلياجي اصلوڪن رهاڪن جي ٻوليءَ جا رکيا آهن. پر صرف نالن سان تہ شخصيت ڪانہ ٺهي آهي. اوهان جا شهر تاريخ ۽ فطرت جي سيني مان اڀرين اسريا آهن جيئن جهنگ اسرندو آهي. انڪري اوهانجي ملڪ ۽ شهرن کي پنهنجي پنهنجي شخصيت آهي.“
”شهرن ڪانسواءِ مونکي تہ هتان جا ماڻهو بہ هڪٻئي جو نقل ٿا لڳن.“
”ماڻهو تہ واقعي هڪ ٻئي جو نقل آهن. ساڳيو لباس، ساڳيو رنگ، ساڳي ٻولي. تڏهين تہ پڇيو هيومانءِ تہ اسان جي بي رنگ تهذيب جي يڪسانيت کان اهان بيزارڪونہ ٿيو آهين. هاڻي ٻي ڳالهہ ٻڌ. اڄ منهنجي هڪ ساهيڙيءَ پنهنجن دوستن کي پارٽي ڏني آهي. مونکي بہ سڏيو اٿس. مون تنهنجي ڳالهہ ڪئيمانس تہ چيائين تہ توکي ضرور وٺي

اچان. سو جي هلين ته اتي هلي ماني کائون.“

”چونه هلندس.“

”چڱو پلا ويهه ته مان هن کي فون ڪري اچان.“

هوءَ فون ڪري آئي ۽ ٽائيم ڏسندي چيائين.

”هينئر ساڍا اٺ ٿيا آهن. پاڻ نائين لڳي هتان هلنداسين. مون جڏهن پنهنجي ساهڙيءَ کي ٻڌايو ته تون به هلڻ لاءِ راضي ٿيو آهين ته هوءَ ڏاڍي خوش ٿي. اسان آسٽريلياڻي ٻين سان ملڻ لاءِ سڪندا آهيون. اسان جو ملڪ هڪ طرف آهي، سو ڏورانهين ملڪن جا ماڻهو مڙيئي گهٽ ايندا آهن. اتي هلي ڏسجانءِ ته تنهنجي ڪيتري نه عزت ٿي ڪئي وڃي. منهنجي ساهيڙي تــو جهڙي ڪا مشهور ۽ دولتمند عورت نه آهي پر مون جهڙي هڪڙي گمنام ۽ عام ڇوڪري آهي. تو جهڙي وڏي ماڻهوءَ سان ملندي ته خوش ٿيندي.“

مِن هر گهڙيءَ مونکي وڏو ماڻهو ٿــي سڏيو، ڇاڪاڻ جو مون ڪيس ٻڌايو هو ته مان ليکڪ آهيان. ڇا ليکڪ به وڏا ماڻهو ٿيندا آهن! ڏنڊيل، ڏڪاريل، پنهنجن خوابن جي ميتن تي روئيندڙ ليکڪ ڪيئن وڏا ماڻهو ٿي سگهن ٿا.

اوچتو هال جون بتيون وسامي ويون ۽ سامهون اسٽيج تي تيز روشني وارا بلب ٻرڻ لڳا ۽ ٻه چار عورتون ۽ مرد ساز وڄائڻ ۽ نچڻ لڳا. مون سوزيءَ کي ڪن ۾ چيو.

”هوٽل وارن کي ڇوڪرين کي اندر اچڻ جي اجازت نه ڏيڻ گهرجي.“

”ڇو؟“

”انڪري جو سندن ٻتين وسائڻ جو مقصد فوت ٿي وڃي ٿو.“

”ڪيئن؟“

”ڏس ني هنن ٻتيون وسائي ڇڏيون آهن ته جيئن هال ۾ اونده ٿي وڃي پر تنهنجي چهري جي نور ۾ سارو هال پيو جرڪي.“

هوءَ کلي ويئي ۽ چيائين.

”توکي عورت سان، گفتگو ڪرڻ جو ڍنگ اچي ٿو جي هن پارٽيءَ ۾ ڇوڪرين کي اهڙيون ڳالهيون ٻڌائيءَ ته پيڇائي ويندءِ.“

هينئر اسٽيج تي ساز تيز ٿي ويا ۽ ٻه چار عورتون ۽ مرد سازن جي تيز لئي تي نچڻ لڳا. هال ۾ ويٺل ماڻهو بي اختيار ٿي تاڙيون وڄائڻ لڳا.

”ڪيئن اسانجو مغربي ناچ پسند اچيئي ٿو؟“

”مونکي ته ائين ٿو محسوس ٿئي ڄڻ سيني کي ماليخوليا ٿي پيئي آهي يا ڪين ڏينهو پيا ڏنگ هڻن.“

ٿوري دير تائين اسان اهو ماليخوليا وارو ناچ ڏسندا رهياسين ۽ پوءِ جڏهن نو وڳا ته اٿياسين.

سوزيءَ جي ساهيڙيءَ جي گهر ۾ گهڙياسين ته هن ڏاڍي سِڪ سان اسانجو آڌريا ڪيو. سوزي اسانجو تعارف ڪرايو ۽ مونکي خبر پئي ته هن جو نالو ايليس آهي. ايليس چڱي سهڻي ڇوڪري آهي، پر سوزيءَ جي سامهون سندس سونهن مونکي متاثر نه ڪيو.

”ايليس. احمد پنهنجي ٻوليءَ ۾ جوليڪ ٻه اٿيئي، پنهنجي ملڪ موٽندو ته آسٽريليا جي پس منظر ۾ ڪهاڻيون لکندو، سو هن کان مڙني ٻُڌي ڪجهه نه ڪيتي پاڪستاني پڙهندڙن ۾ بدنام نه ڪريئي.“

”ٻوءِ ته احمد خطرناڪ ماڻهو ٿيو. هاڻي هلو، پنهنجا پنهنجا گلاس کڻو ته احمد جو مهمانن سان تعارف ڪرايان. مون سيني مهمانن کي ٻڌائي ڇڏيو آهي ته اڄ اسانجو هڪڙو پاڪستاني دوست به اچڻو آهي، سو سيئي احمد جا منظر آهن.“

اسان پنهنجا پنهنجا گلاس کنيا ۽ ايليس اسان کي هڪڙي وڏي هال ۾ وٺي آئي. هال ۾ هلڪي هلڪي اونده ڇانيل هئي، مدم سرن ۾ سازن جا ريڪارڊ وڄي رهيا هئا ۽ عورتون ۽ مرد ننڍن ننڍن ٽولن ۾ بيٺا ڳالهيون ڪري رهيا هئا. سوزيءَ ته چيو هو ته ايليس عام ۽ غريب عورت آهي. پر هن وٽ ڪهڙي شيءِ جي کمي هئي. ڪار، ٽيليفون، ٽيليويزن، پيانو، فرنيچر، قالين. سندس گهر اهڙو ته سينگاريل هو جو اسانجي ملڪ ۾ ڪنهن رشوتي سي-ايس-پي آفيسر جو گهر به اهڙو سينگاريل نه هوندو. اڇي ۽ ڪاري غربت ۾ به ڪيترو نه فرق آهي!

”خواتين و حضرات،“ ايليس اعلان ڪندي چيو، ”مان ڏاڍي فخر سان پنهنجي غير ملڪي مهمان احمد جو اوهان سان تعارف ڪرايان ٿي. اچو ته اسان پنهنجي پاڪستاني دوست جي صحت جو جام پيون.“ سيني مهمانن

پنهنجا پنهنجا گلاس هوا ۾ لهرايا ۽ چپن تسي چاڙهي پيئڻ لڳا.“

مان هڪڙو گمنام ۽ بي‌نشان ليکڪ اڄ ڪٿي اچي نڪتو هوس. ڇا اهو مان ئي هوس، جنهن جي هڪ پاسي سوزي بيٺي هئي ۽ ٻئي پاسي ايليس ۽ جنهن لاءِ هيڏا سارا اچا مهذب ماڻهو، امانجا اڳوڻا حاڪم، هاڻي جا رزاق، ڪارن لاءِ ڪوريا ۽ ويٽ‌نام ۾ وڙهندڙ اچا مهذب ماڻهو، جام خالي ڪري رهيا هئا.

”مهربان،“ ايليس جو آواز گونجيو، ”مان اوهان کي خبردار ڪريان ٿي ته احمد ليکڪ آهي سو هن سان خيال سان هلجو ته ڪٿي سندس قلم جو شڪار نه ٿي وڃو.“

ٿورڙي دير ۾ مان مهمانن جي گهيري ۾ هئس، هر ڪنهن پنهنجو تعارف ٿي ڪرايو. پوءِ ته سوالن جا سلسلا شروع ٿي ويا.

”پاڪستان ڪٿي آهي؟“

(دنيا جي نقشي تي)

”هينئر به اتي راجا مهاراجا آهن؟“

(سڀ ڪجهه سا ڳيو آهي رڳا نالا بدلجي ويا آهن.)

”پاڪستان جي آدم شماري ڪيتري آهي؟“

(اسانجو سفارت خانو ڇا ٿو ڪري!)

”پڪو آهي آمريڪا اوهان کي ڏاڍي مالي مدد ڏيندي آهسي ؟“

(ها. هينئر اسان ۽ آمريڪا کي ايسٽ انڊيا ڪمپني کولڻ

جي اجازت ڏني آهي).
اوهان جا چين سان تعلقات ڇو آهن؟“
(ڇو نہ هجن)
هڪڙي عورت، جوڪا هند و پاڪ جي تاريخ سان واقف ٿي لڳي، ٿنهن پڇيو.
”هندستانين ۽ پاڪستانين ۾ ڪهڙو فرق آهي؟“
”محترمہ، هونءَ تہ اسان ۾ ۽ هندستانين ۾ ڪجھ ٿي فرق آهي، پر مان اوهان کي هڪڙو معمولي فرق ٿو ٻڌايان. هندستان ۾ شيوا جي نالي هڪڙو تاريخي شخص ٿي گذريو آهي. هندستاني هن کي پنهنجو قومي هيرو سمجهندا آهن پر اسين کيس ڦورو ۽ باغي.“
هن منهنجي ڳالهہ نہ سمجهي سو وري پڇيائين.
”ڀلا اوهان جدا ملڪ جي گهر ڇو ڪئي؟“
”اوهان اسپين جي تاريخ پڙهي آهي. اسپين ۾ ڪئي صديون مسلمان حڪومت ڪندا رهيا پر اڄ اتي هڪ بہ مسلمان ڪونهي. اسان تاريخ کان ٿي ڏناسين تہ ڪٿي تاريخ هندستان ۾ بہ پنهنجو پاڻ کي نہ دهرائي. ان ڪري اسان هڪ جدا ملڪ جي گهر ڪئي.“
”اوهان هڪ يا ڏيڍ صديءَ تائين انگريزن جا غلام رهيا آهيو ڇا انگريزن اوهان کي مهذب بڻايو؟“ ان ساڳي عورت سوال ڪيو. سندس سوال تير وانگر منهنجي هانءَ ۾ وڃي ڪتو.
”جي تهذيب ريل گاڏي، ٽيليفون ۽ ريڊيو جهڙي

شين جي ايجاد جو نالو آهي تہ پوءِ مان اعتراف ڪندس تہ انگريزن اسان کي واقعي مهذب بڻايو. پر جي تهذيب ڪنهن قوم جي روحاني، جذباتي ۽ جمالياتي تجربن جي گڏيل اظهار جو نالو آهي تہ پوءِ مان چوندس تہ اسان هنن کي مهذب بڻايو. محترم، اسان ڪارڻ ڪان اوهان رڳو هڪ ڳالهہ ۾ اڳتي آهيو تہ اوهان اسان کان اڳ تباهہ ڪندڙ هٿيار ايجاد ڪيا، نہ تہ، نہ هندو ۽ پاڪ ڪنڊ غلام ٿئي ها، نہ هيروشيما تباهہ ٿئي ها ۽ نہ اوهان آسٽريليا جي اصلوڪن رهاڪن کي سندن ئي وطن ۾ جلاوطن ڪري هتي اچي آباد ٿيو ها.“

منهنجو جواب ٻڌي سڀ خاموش ٿي ويا. ماحول تي تلخ خاموشي ڇانئجي وئي. آخر هڪڙي نوجوان خاموشي کي ٽوڙيندي چيو.

”اوهان سچ ٿا چئو تہ يورپي ماڻهن سڀ کان اول تباهہ ڪندڙ هٿيار ايجاد ڪيا ۽ اهڙيءَ ريت هنن ايشيا کي غلام بڻايو. پر جي اوهان ايشيائي اسان کان اڳ اهڙا هٿيار ايجاد ڪيو ها، تہ ڇا اوهان اسان کي غلام نہ بڻايو ها؟ اها سڀ تاريخ جي اڪ پوت راند آهي، نہ تہ بنيادي طرح سان ڪير ڪنهن کان برتر ڪونهي. ويهين صدي تہ بين الاقواميت جي صدي آهي. ڪارڻ ۽ اڄن جي عالمي برادريءَ جي صدي آهي. اوهان هتي اچي ڏسو هوندو تہ اسان آسٽريليائي رنگ جي مت ڀيد کان متاوان آهيون.“

واقعي ويهين صدي اڄن ۽ ڪارن جي عالمي برادريءَ

جي صدي آهي، تڏهن ته آسٽريليا ۽ آمريڪا جا اڇا سپاهي پنهنجو گهر ٻار ڇڏي ويٽ نام جي جهنگن ۾ ڪارن سان ڪلهو ڪلهي سان ملائي وڙهي رهيا آهن. هن نئي صديءَ ۾ مون آسٽريليا جي اصلوڪن ڪارن کي پنهنجي رنگ کان شرمسار، ڪنڌ جهڪائي، سڊنيءَ جي سڙڪن تي گهمندو ڏٺو آهي. مون سندن نباتين جهڙن نمائن نيڻن ۾ صدين جا سور ۽ اڻ پورين آرزوئن جا ناسور ڏٺا آهن. ڏاڍ ۽ ڌڪاءَ سان چپياٽيل روحن جون ريهون ٻڌيون آهن. اڄ به هنن کي مٿي لڪائڻ لاءِ اجهو ۽ انگ ڍڪڻ لاءِ لٽو ڪونهي. ها مون ڏٺو آهي ته آسٽريليائي رنگ جي مت پيد کان متاوان آهن تڏهن ته مون ڪاري جي صحت لاءِ جام خالي ڪيا پيا وڃن ۽ مون کي هيڏي عزت ۽ سڪ ڏني پئي وڃي. پر ايڏي عزت ۽ سڪ جي باوجود مان هتان جو شهري ٿـي نٿو سگهان ڇاڪاڻ جـو مان ڪارو آهيان ۽ آسٽريليا جـو هيڏو سارو کنڊ صرف چند اڇن لاءِ آهي.

”منهنجي هڪڙي پاڪستاني شاعر دوست ٻڌايو هـو ته آسٽريليائي ڪارن کان نفرت ڪندا آهن پر هتي اچـي خبر پيم ته هو ڪوڙو هو. ان ڪري جو آسٽريليائي ته پاڻ ڪارن سان پيار ٿا ڪن.“

”تنهنجو اهو شاعر دوست پڪ ڪميونسٽ هوندو،“ هڪڙي سهڻي ڇوڪريءَ چيو. مون کي ڳل اچي ويئي.

”منهنجي منڙي سهڻي يورپي گڏي. تنهنجن نـازڪ ۽ سهڻن چپڙن تي ڪميونزم جهڙو آ گرو ۽ قبيح لفظ نٿو ٺهي.“

مون هيڏانهن هوڏانهن نهاري برندڙ چهرن ۽ ٻرڪندڙ جسمن ۾ سوزيءَ کي ڳوليو. هوءَ پريان پيانو کي ٽيڪ ڏيئي ايليس سان ڳالهيون ڪري رهي هئي. مون ني ڏسي مرڪي ۽ اشاري سان چيائين.

”ڏاڍو سٺو پيو وڄين!“

مان ڳوڙ مان پاڻ بچائي سوزيءَ ڏانهن وڌيس ته ايليس هن جي ڪن ۾ ڪا ڳالهه ڪئي. ويجهو ويس ته سوزيءَ چيو.

”خبر ائئي ايليس ڇا ٿي چوي. چوي ٿي ته يا ته تون ڏاڍو عيار آهين يا ڏاڍو معصوم. ان ڪري جو هر وقت ڪلندو ٿو رهين.“

”منهنجي خيال ۾ ايليس جي پوئين ڳالهه صحيح آهي ته مان ڏاڍو معصوم آهيان. مان اوهان کي پنهنجي هر وقت مرڪڻ جو سبب ٻڌايان ٿو. گهڻو وقت ٿيندو مون ’ڪلٺو‘ نالي هڪڙو ناول پڙهيو هو. ناول جي هيرو کي ننڍپڻ ۾ ڪي بدمعاش کڻي ٿا وڃن ۽ سندس چپن جي اهڙي ريت ته آپريشن ٿا ڪرائين جو هو هر وقت کلندو ٿو رهي. وڏو ٿئي ٿو ۽ زندگيءَ جي عذابن ۾ سندس دل دانهن ٿي ڪري پر سندس چپ کلندا ٿا رهن. مان به اهڙو ئي ڪلٺو آهيان.“

رات جو جڏهن پارٽي ختم ٿي ۽ سيئي مهمان هليا ويا تڏهن ايليس مون کي ۽ سوزيءَ کي پنهنجي ڪار ۾ پنهنجي پنهنجي جاءِ تي ڇڏي وئي. اچڻ سان پلنگ تي ليٽيس ته اهڙي ته ننڊ ڪئي ويم جو منجهند جو ٻارهين لڳي جا ڳيو آهيان ۽ تو ڏانهن هي خط لکي رهيو آهيان. وڌيڪ احوال

ٻئي خط ۾ لکندو سانءِ. في الحال موڪلائي، جو سٽين لڳي آفيس پهچڻو اٿم.

سدائين تنهنجو

احمد

٥٠ پئسفڪ هوٽل،

سڊني.

ادا، رات جا ڏهه لڳي رهيا آهن. سڊني رنديءَ جيان ٽڪي ٽٽي ۽ ساڻي ٿـي پيئي آهي. سمنڊ رات جي ڪاري چادر تاڻي سمهي پيو آهي پر ڪيس ننڊ ڪٿي! مون وانگر پيو لڇي، ڦٿڪي ۽ تڙپي. الائي ڪهڙي يوناني ڊراما نويس چيو هو ته سمنڊ ڌرتيءَ جا ڦٽ ڌوئيندا آهن. پر سمنڊ تـه پنهنجي ئي اندر جـي لوچ ۾ پيو لڇي ۽ ڦٿڪي، ڌرتي ۽ ڌرتيءَ جي ٻچڙن جا ڦٽ پيا چڪن.

منهنجي پهرين خط ۽ هن خط جي وچ ۾ جيڪا وڇوٽي آهـي، تنهن ۾ ڏاڍا عجيب واقعا پيش آيـا آهن. اهو ايترڙو عرصو منهنجي ۽ سوزيءَ جـي وچ ۾ مشرق ۽ مغرب جي فاصلن جيان حائل ٿـي ويو آهي. ويجهڙائي ڪيئن دوري ٿيو وڃي ٿي. ساه ڪان ويجها سپرين ڪيئن اوپرا ۽ اڻڄاڻ ٿي وڃن ٿا. ڇا سڀئي انساني ناتا رشتا وقت جي اک ٻوٽ راند آهن؟

ان ڏينهن توکي خط لکـي آفيس ويس، واندو ٿيس تـه ـ ـو لڪـ ـر ـرىءَ ۾ وڃي پهتس. ـ ـوز ڪي ڏسڻ سان سوزيءَ

جي چيڙن تي مرڪ ڦهلجي وئي.

”ڪلٿا انسان. تنهنجي مرڪ ڏاڍي وچڙندڙ بيماري آهي. هڪ ڏينهن توسان گذاريو اٿم ته مون کي به اها بيماري وٺي وئي آهي. هر وقت تي مرڪندي وتان. ڀلا ٻڌاءِ راتوڪي پارٽي پسند آئيءِ؟“

”ڏاڍي پسند آئي.“

”اڇوڪي پارٽي راتوڪيءَ کان به وڌيڪ پسند ايندءِ.“

”اڄ به ڪنهن پارٽيءَ ۾ هلڻو آهي ڇا؟“

”صفادرکو ويساروآهين. راتوڪي ڳالهه به ياد ڪانهئي.“

اصل ۾ رات ايترن ماڻهن ته دعوتون ڏنيون جو ياد ئي نه رهيم ته ڪنهن ڪنهن دعوت ڏني آهي.

”رات جنهن خوبصورت عورت پنهنجي تواريخ‌داني ڏيکارڻ لاءِ توکان اجايا سجايا سوال تي ڪيا، تنهن اڄ پارٽيءَ ۾ سڏايو آهي. منهجي ته رات واقف تي آهي باقي ايليس جي سو پراڻي ساهيڙي آهي. اسان مغربي عورتون غير ملڪين سان دوستي پيدا ڪرڻ ۾ ڏاڍو فخر محسوس ڪنديون آهيون. تون ستين لڳي مون وٽ اچجانءِ ته پوءِ اوڏانهن هلنداسين. ايليس به مون وٽ پهچي ويندي. چڱو پوءِ ملنداسين. في‌الحال خدا حافظ.“

مان جڏهن سوزيءَ جي فليٽ تي پهتس ته هو ٻئي منهنجو انتظار ڪري رهيون هيون. اسان ايليس جي ڪار ۾ سندس ساهيڙيءَ جي گهر پهتاسين هيءَ پارٽي به راتوڪي پارٽيءَ جو نقل تي لڳي. ساڳيا ڏنگيندڙ، جلندڙ، جلائيندڙ

چليل بادامن جهڙا بدن. پاڪستان بابت ابتا سبتا سوال ۽ منهنجا ڪجهه ڪوڙا ۽ ڪجهه سچا جواب. سان پنهنجو پاڻ کي ڪيترو نه اهم سمجهي رهيو هوس. هيءَ ساري پارٽي، پارٽيءَ جي ساري رونق، مسڪراهٽون، ٽهڪڙا ۽ سرگوشيون منهنجي ڪري هيون. مان مهمانن جي هجوم ۾ ويٺو هوس ۽ سڀئي مون کان سوال پڇي رهيا هئا. اوچتو هال ۾ تيز ساز گونجڻ لڳا. اسان سڀني ڪنڌ ڦيري ڏٺو. پربان سوزي هڪڙي نوجوان سان نچي رهي هئي. ٻنهي جون اکيون هڪٻئي ۾ کتل هيون ۽ ٻئي سازن جي تيز لئي تي، پير زمين تي هڻي چپٽيون وڄائي نچي رهيا هئا. سوزيءَ جو انگ انگ، سنڌ سنڌ، لونءَ لونءَ تي ٽڙڪي، ڦڙڪي ۽ ڦتڪي، جهڙو پارو. سندس پور پور مان مست، وحشي، چڙي ۽ چٽي جواني تي ڇلڪي. چانڊاڻ جهڙن وارن جون چمڪندڙ ڇڳون سندس ويڪري ۽ روشن پيشانيءَ تي پريشان هيون ۽ هوءَ انهن ڇڳن مان ان نوجوان کي گهوري نچي رهي هئي. سندس نيرن نيڻن ۾ شراب ۽ جوانيءَ جي مستي هئي. هوءَ ڪيتري نه خوش ٿي لڳي. سندس وڃ جيان وراڪا ڏيندڙ بدن، ڳاڙهاڻ مائل نيرين اکيون ۽ پيشانيءَ تي پريشان ڇڳون ڪهڙيون نه موهيون هيون. پر منهنجي دل ڇو ٻئي وسامندي وڃي. خوشين جو جوڀن ڇو پيو لهو وڃي. پاڻ سنڀال اي دل! تنهنجي ۽ هن جي وچ ۾ ٻن ڏينهن جي آشنائي ڪانسواءِ ٻيو رشتو به ڪهڙو آهي .... پر ڪير ٿو چئي ته هن جي ۽ منهنجي وچ ۾ صرف ٻن ڏينهن جي

آشنائي جو رستو آهي. مان ته هن کي صدين کان سڃاڻان.
اهي چانڊاڻ جهڙا چمڪندڙ وار صدين کان منهنجي هنج ۾ لهرايا آهن. انهن نيرين اکڙين جي اٿاه اونهاين ۾ ڀڏي مون زنـدگيءَ جا سمورا اسرار ۽ ڳجهه سليا آهـن. سندس سنڌ سنڌ منهنجي سونهون آهـي .... اوچتو ساز چوٽ تي پهچي بند ٿي ويا ۽ سوزي ٺهڪڙا ڏيندي، ساڻي ٿي اچي ديـوان تي ڪري. جيتري دير پارٽي هلي سوزي پيئندي، نچندي، ڪلندي رهي. هن مون سان ڳالهايو به ڪونه. ڇڻ مون کي سڃاڻي ٿي ڪانه، ڇڻ منهنجو وجود ئي ڪونـه هو. جڏهن پارٽي ختم ٿي ته هوءَ مونکان موڪلائڻ کانسواءِ ان نوجوان سان ڪار تي هلي ويئي، مان ايليس جـي ڪار ۾ پنهنجي هوٽل ۾ موٽي آيس. واٽ تي ايليس مون سان سوزيءَ جي ڪا ڳالهه نه ڇيڙي. هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ڪندي رهي ڇڻ منهنجي دل ٿي بهلايائين. موڪلائڻ مهل جڏهن مون مرڪي کيس خدا حافظ چيو ته چيائين.

”تون واقعي ان ناول جي هيرو جهڙو ڪلٺو آهين.“

پلنگ تي ليٽيس ته ننڊ ئي نه اچيم، رڳو ٿي پاسا ورايم. پلنگ تي جهڙا ٽانڊا پيا هئا جن ۾ سارو تن ٿي تنور وانگر ٻچريـو. آخر سوزي مون سان اهڙي بـي رخيءَ سان ڇو پيش آئي هئي، ڪالهوڪي هڪ ئي ملاقات ۾ اسان هڪ ٻئي جي ڪيترو نـه ويجها اچي ويا هئاسين. پـر اوچتو ڏ... اوچتو، ٻنان ڪنهن سبب جي، هوءَ مون کان ڪيترو نه دور ٿي وئـي هئي. آخر ان دوري جو سبب ڇا هو، ڇـا مون

ڪا اهڙي ڳالهه ڪري وڌي هئي جيڪا فاصلو بڻجي اسان جي وچ ۾ حائل ٿي وئي هئي. جنهن نوجوان سان هوءَ نچي رهي هئي سو ڪهڙو نه حسين ۽ جوان هو. مون ٽپ ڏيئي بتي ٻاري ۽ آئيني ۾ پاڻ کي ڏسڻ لڳس مان به ڪو شڪل جو بڇڙو ته ڪونه آهيان. پر مان ته 'ڪارو' ايشيائي آهيان. شايد منهنجو رنگ ئي سوزيءَ جي اهڙي ورتاءَ جو سبب بڻيو آهي نه ته .... اهو منهنجو احساس ڪمتري آهي. هن جي دل ۽ دماغ تي شراب جو نشو اهڙو ته چڙهي ويو هو جو ان وقت هن پنهنجو پاڻ کي به ڪونه ٿي سڃاتو. ان خيال مڙيئي هانءَ تي ٿورو ڇنڊو هنيو ۽ مان پلنگ تي اچي ليٽيس. پر وري اندر ۾ باهه جا ڀڀڙ پڙڪي پيا. هينئر سوزي ان نوجوان سان هوندي. سندس زلفون هينئر ان نوجوان جي هنج ۾ پکڙيل هونديون. سندس سنڌ سنڌ گرم هئڻ جي ڇهاءَ سان ڦٿڪندو ۽ ٽڙڪندو هوندو .... ساري رات ائين جلندو رهيس. صبح جو آفيس ويس ته سوزيءَ سان ڪونه مليس.

ادا، توکي ياد هوندو. گهڻو وقت اڳ مون توڏانهن لکيو هو ته مون سان گڏ گهانا ۽ فلپين جا به ڇوڪرا به ٽريننگ وٺي رهيا آهن. فلپينو جو نالو جاني آهي ۽ گهانا واري ڇوڪري جو نالو جم آهي. جيتوڻيڪ آسٽريليائي اسان غير ملڪي ڪارن سان ڏاڍو سٺو سلوڪ ڪري رهيا آهن پر ته به الائي ڇو اسان ڪارن کي پنهنجو پاڻ ۾ جيڪو پهنجائپ جو احساس ٿو ٿئي سو آسٽريليائي اچن مان نٿو

ٿئي. شايد ان ڪري جو اڄان اسان حي مڙن ۽ ڪراين تي غلامي جي زنجيرن جا زخم تازا آهن. ۽ انهن زخمن جي رشتي اسان کي هڪ ئي ڪٽنب جو ڀاتي بڻائي ڇڏيو آهي. نہ تہ ڪٿي گهانا، ڪٿي فلپين ۽ ڪٿي پاڪستان. ان ڏينهن جيئن تہ مان سوزيءَ سان ڪونہ مليو هوس انڪري شام جو هن سان ڪو پروگرام ڪونہ هو. مون جاني ۽ جم کي پاڻ وٽ سڏايو، شام جو هو آيا ۽ اسان ويٺا پي رهيا هئاسين جو اوچتو در کڙڪيو. مون اٿي در کوليو تہ حيرت ۾ وات ئي پٽجي ويم. سامهون سوزي ۽ ايلس بيٺيون مرڪي رهيون هيون.

”حيران ڇو ٿو ٿين. اسان اهو ڏسڻ آيا آهيون تہ راتوڪو ڏک سهسايو اٿئي يا اڄان نہ“ ايليس چيو. سوزي کلڻ لڳي. مون هنن کي اندر آڻي ويهاريو ۽ جاني ۽ جم سان تعارف ڪرايو مان. هو پاڻ ۾ ڳالهائڻ لڳا ۽ مون يڪدم هنن لاءِ گلاس تيار ڪري ورتا، ايلس مان ڪري پي رهي هئي ۽ سوزي ڏاڍي دلچسپيءَ سان هنن کان سندن ملڪ بابت سوال پڇي رهي هئي. ساڳيا سوال هن مون کان بہ پڇيا هئا. تڏهين بہ هن جي چهري تي اهڙي ئي ٻاراڻي حيرت ڇانيل هئي. ڇا هن جو مونسان تعلق محض هڪڙي اجنبي ملڪ مان آيل اجنبي انسان ۾ قدرتي طور پيدا ٿيندڙ دلچسپي هئي. مون يڪدم ڪيٽ ڏيئي گلاس خالي ڪري ڇڏيو. سوزي هنن سان ڳالهائيندي رهي ۽ مان گلاس تي گلاس خالي ڪندو رهيس. هينئر سيني جي اکين تي مدّ جا

ڪيپ چڙهڻ لڳا. سوزي جي اکڙين ۾ ڳوڙهاڻ ترڻ لڳي.
هن آئي ريڊيو آن ڪيو، ريڊيو تي ساز وڃڻ لڳا. سوزي
مون کي ٻانهن کان اچي جهليو.
”آءٌ نه نچون.“
”مان نچڻ ڪونه ڄاڻان.“
”تون آءٌ نه سهي مان پاڻهي سيکاريانءِ ٿي.“
مان اٿيس ۽ ٻانهن سندس چيتي جهڙي چيلهه جي
چوڌاري ورائي، ڪيس سيني سان لائي، سازن جي هم آهنگي
۾ قدم اکٽي ۽ پنتي کڻڻ لڳس. هوءَ منهنجي ڪيترو ته
ويجهو هئي. انگ انگ تي مون کي ڇهيو.
”ڪلٺا انسان. اڄ اٿين خاموش ڇو آهين؟“
”پهريون دفعو تو کي ايتري ويجهڙائي کان ڏٺو اٿم ۽
تنهنجو حسن ڏسي حيران آهيان.“
”تنهنجون ڳالهيون ڏاڍيون رومانوي ٿينديون آهن.“
”سوزي تون ڏاڍي حسين آهين.“
”مهرباني.“
”تو کي ته ايشيا ۾ پيدا ٿيڻ گهربو هو.“
”ايشيا ۾ پئدا ٿيان ها ته هينئر ڪنهن پاڪستاني جي
حرم ۾ هجان ها ۽ ڪوٺن ۾ بند هجان ها. جيئڻ جو مقصد
آزادي آهي، ۽ ويچاري ايشيائي عورت کي ڪهڙي خبر ته
آزادي ڇا آهي.“
”پر آزادي جون به ڪي حدون هونديون آهن.“
”مان ڪنهن حد جي قائل نه آهيان.“

مان ماٺ ٿي ويس.

”سوزي توکي خبر آهي ته منهنجي ٽريننگ جو وقت ختم ٿيڻ وارو آهي ۽ مان جلد ئي توکي ۽ تنهنجي ملڪ کي چڱي هليو ويندس.“

”منهنجا ڪلثا خوبصورت نوجوانا زندگيءَ جي حقيقت صرف گذرندڙ گهڙي آهي. انڪري ايندڙ وقت جي بجاءِ هن گهڙي بابت سوچ، جيڪا ٿوري دير کان پوءِ مرده ماضي جو حصو بڻجي ويندي.“

”مان ان وقت لاءِ ڪيئن نه سوچيان جڏهين سان تو کان هميشه لاءِ جدا ٿي ويندس. سوزي مون کي توسان محبت آهي.“

منهنجي ڳالهه ٻڌي هوءَ کلڻ لڳي.

”توکي مون سان محبت آهي؟“ هن پڇيو

”ها، سوزي مون کي توسان محبت آهي.“

هوءَ وري کلڻ لڳي.

”اسان جي ملاقات کي ٻه ٽيا ٽي ڏينهن ٿيا آهن. پو مون کي ائين ٿو لڳي ڄڻ مان توکي صدين کان سڃاڻان. ڇا توکي مون سان محبت ڪانهي؟“

”چئي نٿي سگهان.“ هن ڏاڍي بي‌نيازي سان جواب ڏنو.

”چوندا جو آهن ته محبت محبت کي پيدا ڪندي آهي.“

”اها صرف چوڻي آهي، جنهن جو حقيقي زندگيءَ سان ڪو واسطو ڪونهي.“

هن جا جواب ٻڌي ائين محسوس ٿيڻ لڳو ڄڻ عرش تان ڪلتيون ڪائيندو فرش تي اچي ڪريو آهيان. ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو آهيان، ڇتجي ويو آهيان.

ريڊيو تان رڪارڊ پورو ٿيو. مان ۽ سوزي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي اچي ويٺاسين. ٿوري دير سمن گذري ته ريڊيو تي وري ٻيو رڪارڊ وڄڻ لڳو. هن دفعي جم آئي سوزيءَ کي ٻانهن کان جهليو ۽ کيس نچڻ جي دعوت ڏنائين. ايليس مونکي نچڻ لاءِ چيو. مان نچي ته ايليس سان رهيو هوس پر اکيون سوزيءَ ۾ کتل هيم. جم هن جي چيله جي چوڌاري هٿ ورائي کيس سيني سان لائي نچي رهيو هو.

”ڏاڍو ڪو سڙيل آهين.“ ايليس چيو.

”ڇا؟“ مون خيالن مان سجاڳ ٿيندي پڇيو.

”چوان ٿي ڏاڍو ڪو سڙيل آهين. نچي مونسان رهيو آهين پر اکيون سوزيءَ ۾ کتل اٿئي، ائين ڪري تون منهنجي توهين ڪري رهيو آهين.“

”ايليس تون ڏاڍي حسين آهين. مشرقي شاعرن جي خوابن کان به وڌيڪ حسين.“

”بڪواس بند ڪر. مونکي بيوقوف نه بڻاءِ. مونکي خبر آهي ته توتي سوزيءَ جو ڀوت سوار آهي. پر هڪڙي ڳالهه ٻڌاءِ تي چٽيانءِ نه سوزيءَ مان ڪجهه ڪونه ورنده.

اجايو ٻاچولي پنيان ٻيو ڊوڙين. اوهان مشرقي جنهن عورت کي پسند ڪندا آهيو تنهن کي پنهنجي قبضي ۾ آڻڻ ۽ رکڻ چاهيندا آهيو پر سوزي قبضي ۾ اچڻ واري ڇوڪري

نہ آهي. هوءَ تہ آزاد پکيئڙو آهي، ڪنهن بہ رشتي جو بندڻ کيس قيد ڪري نٿو سگهي. ماءُ - پيءُ، مٽ مائٽ ڇڏي، انگلنڊ مان لڏي، هتي اڪيلي اچي رهي آهي. هتي دل نہ لڳس تہ آمريڪا يا ڪئناڊا ڏانهن هلي ويندي. هوءَ گهريلو قسم جي ڇوڪري نہ آهي.“

ايليس ڳالهائيندي رهي ۽ مان سوزيءَ ڏانهن ڏسندو رهيس. سوزيءَ تي شراب جو نشو چڙهي ويو هو ۽ هوءَ جم جي سيني تي مٿو رکي ٽڙندڙ قدمن سان نچي رهي هئي. جم هن جي ڪن ۾ ڪجهہ چيو ۽ هوءَ مرڪي ويئي. پوءِ جم آڱر سان سندس ڪلاڏيءَ کي مٿي ڪيو ۽ پنهنجا چپ هن جي چپن تي .... مون سٽ ڏيئي ايليس کان پاڻ ڇڏايو ۽ ٽپ ڏيئي جم جي ڳچيءَ کان جهليم. ٻئي هٿ سان سوزيءَ کي ڇڪي پري ڪيم ۽ در کولي جم کي ڌڪو ڏيئي در بند ڪري ڇڏيم. اهو سڀ ڪجهہ اک ڇنڀ ۾ ٿي ويو. سڀ حيران، هراسيل ۽ هيسيل نگاهن سان مون ڏانهن نهارڻ لڳا. اوچتو سوزيءَ جا تارا ڦاٽي ويا ۽ ڏاندن جيان ٻرڻ لڳا. نڪاءُ ڪري مونکي ڇمات وهائي ڪيائين.

”وحشي، جاهل، اڻ سڌريل. تون ڀانئي کي سمجهين ڇا ٿو. مان تنهنجو حرم آهيان. زر خريد ٻانهي آهيان. مشرقي غلام عورت آهيان. مشرقي وحشي مونکي تو کان نفرت آهي.“

هن سٽ ڏيئي در کوليو ۽ زور سان رڙ ڪيائين.

”جم.... جم بيهہ مان اچان ٿي.“

هن جو آواز دور ٿيندو ويو. مان اتيئي پنڊ پهڻ ٿي بيٺو رهيس ۽ ايتري به خبر ڪانه پيم ته ابليس ۽ جاني ڪهڙيءَ مهل هليا ويا.

ان رات مون هڪ منٽ لاءِ به اک نه ٻوٽي. ساري رات صوفي تي ليٽي سگريٽ پيئندو رهيس. مون ’مشرقي وحشيءَ‘ جو ڪجهه ڪيو هو تنهن لاءِ نه مون پاڻ کي ننديو ٿي ۽ نه ئي ساراهيو ٿي. اهو سڀ ڪجهه مون غير شعوري طور ڪيو هو جنهن ۾ سوچ سمجهه ۽ ارادي کي ڪو دخل نه هو. ڪمري ۾ هر طرف ويراني ۽ تنهائي ڇانيل هئي. ٿوري دير اڳ ان ساڳي ڪمري ۾ سوزيءَ جي سونهن جي چانڊاڻ ڇمڪيل هئي، سندس ٽهڪڙن جا گل ٽي ٽڙيا پر هينئر هر طرف ويراني ۽ تنهائي ڦهليل هئي ۽ مان ماٺ ڪري، بي سڌو ٿي سگريٽ پي رهيو هوس. وقت جي آڏو انسان ڪيترو نه هيچ ۽ حقير آهي ۽ وقت ڪيترو نه رحيم ۽ ڪيترو نه قهار آهي. هڪ گهڙي خوشين جي رم جهم ته ٻي گهڙي رڻ ۽ راڙو. هڪ ڳالهه مون ته چڱو ٿيو جو اها ڪهاڻي اتيئي ختم ٿي وئي، نه ته از. ڪهاڻي جو انجام الائي ڪهڙن ناسورن تي ٿئي ها. مونکي اڄ پيا سيائي وقت ۽ فاصلن جا اٿاهه ساگر اورانگي، هن ڀار پنهنجي ديس پهچڻو آهي. چڱو ٿيو جو محبت جي مکڙي ٽڙڻ کان اڳ ئي ڪومائجي وئي. جي اها مکڙي ٽڙي ها ته پوءِ زخم به ٽڙن ها. مان هت زخم وٺي ته نه آيو آهيان، مان ته پنهنجي زخمن ۾ چورچور ٿيل ديس کان ڀڄي هتي خوشيءَ جون ٻه چار

کهڙيون ڳولڻ آيو آهيان. سوزي ۽ منهنجو ميلاپ ٿي ٻه ڪيڻن ٿي سگهيو. مشرق ۽ مغرب ٻه ڪڏهين مليا آهن. هوءَ البيلي، ارڏي چنچل ۽ چلولي هئي، سندس سنڌ سنڌ وحشي جسماني مسرت جي مڌ لاءِ ازل کان اڃايل هو، ۽ مون مشرقيءَ سندس سونهن مان روحاني مسرت حاصل ڪرڻ ٿي چاهي. هوءَ آزاد فضائن ۾ آڏامندڙ پکيڙو هئي ۽ مون کيس محبت جي پڃري ۾ قيد ڪرڻ ٿي چاهيو. چڱو ٿيو جو سڀ ڪجهه ختم ٿي ويو.

صبح جو مان آفيس نه ويس، سوزي ۽ جم ڪي ڪيئن منهن ڏيکاري سگهان ها. سارو ڏينهن شهر جي سڙڪن تي رلندو رهيس. رستي تي لنگهندڙ عورتن مڙي ۽ مهربان مرڪ سان ٿي مون اجنبي ڏانهن نهاريو. مان ٻه ڪهڙو نه چريو هوس جو رڃ پنيان رلي پنهنجو روح رتو چاڻ ڪيو هيم. هتي نه وک وک تي جوانيءَ سان سرشار، چلڪندڙ ۽ اٿلون ڏيندڙ جسم هئا، جيڪي مون اڃايل مشرقي ڪي سڏي رهيا هئا. هڪڙي ڇوڪريءَ مون ڏانهن نهاريو. مون ٻه هن ڏانهن نهاريو. ٿورو مرڪيس ته هوءَ ٻه مرڪي. ويجهو ويجهي ڇيو مانس.

”اجنبي اڃايل آهيان. پرائي شهر ۾ اڪيلو ٿي پيو آهيان. ٿوري دير لاءِ ساٿ ڏيندينءَ؟“

هن مرڪ سان هائوڪار ڪئي. هن ڪي وٺي اچي هڪڙي هوٽل ۾ وينس ۽ پيئڻ شروع ڪيوسين. مون هنجي حسن جي تعريف ڪئي ۽ هوءَ پڪل ميوي جيان منهنجي جهول

۾ اچي ڪري. مان ڪيس پنهنجي ڪمري ۾ وٺي آيس. صبح جو جڏهين هوءَ هلي وئي ته وري سوزي ياد پيم. چا محبت ۾ جسم ڪانسواءِ به ڪا حقيقت آهي. منهنجو جسم تڪميل جي سرشاري ۾ ڏکي رهيو هو پر اندر ۾ آڻ ٽڻ هئي. جبسم ڪانسواءِ ٻي ڪهڙي تڪميل جي آنڊ مانڊ ۽ لوچ هيم. هينئر ان لوچ ۾ لڇندي توڏانهن هي خط لکي رهيو آهيان. وڌيڪ چا لکان، وڌيڪ ڪجهه لکيو نٿو ٿئيم.

سدائين تنهنجو

احمد

فلائٽ نمبر ٤٥١/٠٣١

قنٽاس.

ادا، هي خط مان توکي هوائي جهاز مان لکي رهيو آهيان. اڄ مان هميشه لاءِ سوزيءَ جي سڊني کي ڇڏي هانگ ڪانگ وڃي رهيو آهيان. اسانجو جهاز هينئر سڊني جي هوائي اڏي تان اڏاڻو آهي. مان آخري دفعو سڊني کي الوداع چوڻ لاءِ دريءَ جي شيشي مان هيٺ نهاريان ٿو ته ڪيئي چاڪ چڪي ٿا پون. يادن جا هشام دل جي ديار تي ڏوڪيندا ٿا اچن. مان اڪيلو ۽ يادن جو هيڏو هجوم! ادا، ويجهو اچ ته توسان اندر اوريان.

ان رات واري واقعي ڪالهوڪ مون ٻه ڏينهن موڪل ورتي. ٽئين ڏينهن آفيس مان فون تي اطلاع مليو ته مونکي

هفتي لاءِ ڪين برا ريڊيو اسٽيشن ڏانهن موڪليو ويو آهي ۽ مونکي هينئر جو هينئر هوائي اڏي تـي پهچڻ گهرجي.
مان ڏاڍو خوش ٿيس. ان عرصي ۾ مان سوزيءَ کي وساري سگهندس ۽ جم به ان رات واري واقعي کي وساري ڇڏيندو.
ڪين برا ۾ نون ماڻهن سان مليس. نوان هنگامان، نيون پارٽيون، نـوان چهرا، نيون مسرتون. اڪ ڇنڀ ۾ هفتو گذري ويو. جڏهين سڊني واپس وريس ۽ پنهنجي ڪمري ۾ پير پاتم ته وري سوزي ياد پيم. هن جو ڊگهو ۽ لچڪندڙ قد، جوان جماڻ ۽ سرشار جسم، آسمان جهڙيون نيريون ۽ وشال اکيون، چانديءَ جهڙيون چمڪندڙ ڇڳون. پر ڇگو ٿيو جو سڀ ڪجهه ختم ٿي ويو.
مان سامان وغيره ئي وهنجي سهنجي، صوفي تي ليٽي سگريٽ پـي رهيو هوس ته ٽيليفون جي گهنٽي وڳي. اٿي رسيور کنيم.
”هلو.“
”ڇا مان احمد سان ڳالهائي رهي آهيان.“
”جي ها، مان احمد ڳالهائي رهيو آهيان.“
”هاو احمد مونکي نٿو سڃاڻين. مان سوزي آهيان.“
”سوزي تون!“ مون اچرج وچان پڇيو.
”پڇين ته، ائين ٿو ڄڻ مان انتقال ڪري وئي هيس ۽ هينئر اوچتو جيئري ٿـي پئي آهيان. ڪيئن آهين ڪين برا ۾ وقت ڪيئن گذاريئه؟“
”ڏاڍو سٺو وقت گذريو، تون ڪيئن آهين.“

”مان پنهنجون خبرون پوءِ ڏينديس سان، پهرين اهو ٻڌائي ته اڄ شام ڪو پروگرام ته ڪونهي.“

”ڪو خاص پروگرام ته ڪونهي.“

”شام مونوٽ اڄ ته گڏجي ماني کائون. اڄ مان توکي هڪڙي Surprise ڏيندس. ضرور اچجانءِ چگو خدا حافظ.“

سوزيءَ مونکي هڪ نئين مونجهاري ۾ وجهي ڇڏيو. انهرات ته سڀڪجهه ختم ٿي ويو هو. پوءِ هوءَ مونکي پاڻ وٽ ڇالاءِ سڏائي رهي هئي. هوءَ مونکي ڪهڙي Surprise ڏيندي. ڇا هن جي دل ۾ بہ محبت جاڳي پئي هئي. ڇا هن ان رات واري تلخيءَ کي دور ڪرڻ ٿي چاهيو، ته جيئن مان هميشه لاءِ پنهنجي ملڪ موٽي وڃان تہ پاڻ سان هن جون ڪي تلخ يادون ساڻ کڻي نه وڃان.

شام جو مان سهي سنهري هن وٽ ويس. در کڙڪايم. هن در کوليو. اڄ هوءَ پهرين کان بہ وڌيڪ حسين ٿي لڳي. سندس بدن تي ڍڪيل ڪارو لباس، ڄڻ ڏينهن رات جو ميلاپ، ڄڻ اونده ۾ چانڊوڪي سو جهرو. مونکي ڏسي هوءَ ٽڙي پيئي.

”سنهنجا ڪلثا شاعر، اچي وڃين.“ هن اکيني وڌي منهنجي چپن کي چميو: ”توکي هيترن ڏينهن کانپوءِ پاڻ وٽ ڏسي مونکي ڪيتري نہ خوشي ٿي آهي. اوچتو ٿي اوچتو هليو وئين. ٻڌائي بہ ڪونہ. مون سمجهيو تون مونسان ملڻ لاءِ ايندين. پر ٽي ڏينهن گذري ويا تون نہ آئين. تنهنجي آفيس مان وڃي پڇا ڪيم. ته خبر پئي ته تون ڪمن ۾ بہ بزي آهين“

هن جي ڳالهه ٻڌي منهنجي هانءَ جو ڪوماڻل ڪنول ٽڙي پيو. تڏهين هن ان رات واري واقعي کي وساري ڇڏيو هو ۽ ٻئي ڏينهن تي منهنجو انتظار بہ ڪيو هئائين. ملڻ تہ مليو ماڻهن تہ آفيس مان منهنجي پڇا بہ ڪيائين.

”اڄ منهنجوڪمرو مهذب عورت جو ڪمرو ٿو لڳي. هر هڪ شيءِ ترتيب سان رکـي اٿم. زندگي ۾ ترتيب ڪانهي ان ڪري ڪنهن شيءِ ۾ ترتيب ڪانهي. زندگي جڻ ڪباڙيءَ جو دوڪان آهي. اڌوراڻا جذبا، اڌوراڻيون خوشيون. ڀلا توکي منهنجا گل وڻن ٿا؟“هن سامهون گلدانن ۾ رکيل رنگ برنگي گلن ڏانهن اشارو ڪندي چيو.

”نہ. مونکي نٿا وڻن.“

”ڇو؟“

”انڪري جو تنهنجي آڏو سندن رنگ روپ ۽ خوشبوءِ ختم ٿي وئي آهي.“

”اوه احمد، تنهنجيون اهڙيون ڳالهيون تہ يلد پونديون هيم.“

هن وسڪيءَ جو گلاس مونکي ڏنو ۽ پنهنجو گلاس منهنجي گلاس سان ٽڪرائيندي چيائين: ”پنهنجي ڪلاڪ شاعر جي سدا بهار مرڪ لاءِ.“

”پنهنجي سونهن پريءَ جي سدا بهار سونهن لاءِ.“

هن ڍڪ پريو ۽ چيائين: ”تنهنجي وڃڻ کانپوءِ مون پاڪستان جي باري ۾ ڪتاب پڙهيا آهن. تون سڌو ماڻ جو رهاڪو آهين نہ. ان ساکي ماٿر ۾ حر بہ پيدا ٿيا هئا.“

حرن جو نالو ٻڌي منهنجي چپن تي مغرور مرڪ ڦهلجي وئي.

”توکي پنهنجي قوميت تي ڪيڏو نه غرور آهي. اوهان مشرقين جو ڌرتيءَ سان رشتو ڪيترو نه گهرو ۽ مضبوط آهي. ڀلا اهو ٻڌاءِ ته تون حر ته نه آهين؟“

”مان انهن ماڻهن مان آهيان جن حرن تي گوليون هلايون.“

”مون توکي چيو هيو ني ته مان توکي Surprise ڏيندس. مون تو لاءِ پاڪستاني طعام تيار ڪيا آهن ڇا چوندا آهن انهن طعامن کي. بيهه ته ٻڌايانءِ تي.“

هن پنهنجي ڊائري کولي ۽ يڪدم چيائين: ”پلاءُ ۽ شامي ڪباب.“

مان سندس اچارن تي کلي ويس.

”ڇو کلين ٿو. منهنجي اچارن تي ٿو کلين. اها ڪهڙي نه شرم جهڙي ڳالهه آهي جو اوهين ته اسان جي ٻولي ڳالهائي سگهو ٿا پر اسان اوهان جي ٻولي ڳالهائي نٿا سگهون.“

”مان تنهنجي ٻولي انگريزي ڳالهائي ٿو سگهان جو تنهنجي ٻولي منهنجي رزق جو وسيلو آهي. جي انگريزي پڙهيل نه هجان ها ته يا ته بک مران ها يا ڪنهن ننڍڙي ڳوٺ ۾ سنڌي ماستر هجان ها.“

”هاڻي اچ ته ماني کائون.“

اسان ماني کائڻ شروع ڪئي. هن واقعي سٺا پاڪستاني

طعام پچايا هئا. مون ڪالڏي جي تعريف ڪندي چيو.
”ائين ٿو لڳي ڄڻ پنهنجي گهر جي ماني کائي رهيو آهيان.“
ڪالڏي جي تعريف ٻڌي هوءَ ڏاڍي خوش ٿي ۽ جيئن ئي خوشيءَ وچان پلاءَ جو ڪرو کنيائين ته اچي ڪنگهه ورتس. نڪ ۽ اکين مان پاڻي وهڻ لڳس ۽ سارو منهن ڳاڙهو ٿي ويس.
”هائي مرچ.“ هن هسيل دانهن ڪئي ۽ هڪ ئي ڍڪ سان پاڻيءَ جو گلاس خالي ڪري ڇڏيائين. ماني کائي اسان وري پيئڻ شروع ڪيو هن ساز جو رڪارڊ چاڙهيو ۽ منهنجي هنج ۾ اچي ويٺي.
”احمد،“ هن مڌماتي آواز ۾ چيو، ”هيترن ڏينهن کان پوءِ مليو آهين پر تون مونکي پيار ٻه نٿو ڪرين. ڇا توکي هينئر مونسان محبت ڪانهي؟“
”ڇني نٿو سگهان.“ مون انتقام وٺڻ لاءِ هن جا ان رات وارا اکر دهرايا.
”او مغرور مشرقي، تون ڪيترو نه بدلو وٺڻ وارو آهين. مونکي پيار ڪر.“ هن پنهنجا چپ منهنجي آڏو جهليا. جوانيءَ جي رس ۾ رسيل ڳاڙها ڳاڙها چپ. مون پنهنجا ازل کان اڃايل ۽ ترسايل چپ سندس چپن تي رکيا ۽ هوءَ وڻ ويڙهيءَ وانگر مونکي وڪوڙي وئي. سندس سنڌ سنڌ وحشيانا انداز ۾ ٿي ڦٽڪيو. مون سندس انگ انگ مان سندس جوين جي مڌ کي گهيتون ڏيندي پيتو، ۽ لونءَ لونءَ

ان مڏ جي مستيءَ ۾ سائي تي پير. هوءَ اٿي بيٺي ۽ مونکي ٻانهن کان جهلي، اٿاريندي چيائين:

”اٿ نه نچون.“

مون ٻانهن سندس چيله جي چوڌاري ورائي ڪيس سيني سان لاتو ۽ اسان نچڻ لڳاسين. سوزي منهنجي سيني سان لڳل هئي، گلدانن ۾ رنگ برنگي گل سائن ڏانڊن تي جهڪيل هئا ۽ سازن جي مڌر سرن تي اسين نچي رهيا هئاسين. اڄ هي ڪمرو ڦهلجي ساري ڪائنات تي ڇانئجي ويو هو ۽ ان ڪائنات ۾ مون ۽ سوزيءَ کان سواءِ ٻيو ڪنهن جو به وجود ڪونه هو. ساري رات اسان جا اڻ پورا روح ۽ اڻ پورا اڄايل جسم تڪميل حاصل ڪندا رهيا. ڪهڙي ڪهڙي خوشين جي رم جهم لاتي ۽ اسان خوشيون ماڻيندا رهياسين. تانجو ٿڪي ساٿا تي پلنگ تي ڪري پياسين. هن منهنجي اکين کي چمندي چيو:

”احمد. تون خوش آهين نه؟“

”ڏاڍو خوش آهيان.“

”تون واقعي مونسان محبت ڪرين ٿو؟“

”تنهنجي سوال جو ڪهڙو جواب ڏيان.“

هوءَ ماٺ ڪري منهنجي اکين ۾ نهاريندي رهي ۽ پوءِ سندس نيڻن ۾ لڙڪ تري آيا ۽ هن منهن منهنجي سيني ۾ لڪائي ڇڏيو.

”هڪڙي ڳالهه چوانءِ.“

”چئو.“

”مڃيندين؟“
”جي سمنڊ ۾ ٽپو لاءِ چوندين ته اها ڳالهه به مڃيندس.“
”جي توکي واقعي مونسان محبت آهي ته پوءِ منهنجي ڳالهه سمنڊ ۾ ٽپڻ کان به وڌيڪ خطرناڪ آهي.“
”تون چئي ته ڏس.“
هن مٿو ڪلي منهنجي اکين ۾ نهاريو ۽ وري منهنجي سيني ۾ منهن لڪائي ڇڏيائين.
”احمد. منهنجا مٺڙا احمد. تون منهنجي زندگيءَ مان هليو وڃ.“
مونکان ڇرڪ نڪري ويو ڇڻ بجليءَ جي اگهاڙي تار ڇهي وئي.
”ڇا... ؟“
”منهنجي زندگيءَ مان هليو وڃ ۽ وعدو ڪر ته اڄ کانپوءِ وري مونسان نه ملندين.“
”چئين ڇا ٿي. هوش ۾ ته آهين.“
”ها، احمد مان هوش ۾ آهيان، ۽ توکي چوان ٿي ته اڄ کانپوءِ مونسان نه ملندو ڪر.“
”پر آخر ڇو.....“
”انڪري جو مونکي توسان محبت ٿي وئي آهي.“
”پر سوزي محبت ڪندڙ دليون ته هميشه گڏ رهڻ چاهينديون آهن ۽ تون ٿي چوين ته مان توسان نه ملندو ڪريان.“
”احمد، مان آزاد ڇوڪري آهيان. اڄ تائين مونکي

ڪنهن سان به محبت ڪانه ٿي آهي. مون پهريون دفعو پنهنجي دل ۾ ان اجنبي ۽ اوپري جذبي کي محسوس ڪيو آهي. مونکي اِن اجنبي جذبي کان ڊپ ٿو ٿئي. مان جڏهين پهريون دفعو توسان مليس ته تون مونکي چڱو لڳو هئين. تنهنجي شڪل صورت، ڳالهائڻ جو انداز ۽ هر گهڙيءَ جو مرڪڻ مونکي پسند آيو هو. پر پسند ۽ محبت ۾ گهڻو فرق آهي. اڄ تائين مونکي ڪيئي نوجوان پسند آيا آهن. مون انهن کي ائين استعمال ڪري اڇلائي ڇڏيو آهي جيئن سگريٽ پي اڇلائي ڇڏيندي آهيان. مون توکي به ائين استعمال ڪرڻ ٿي چاهيو. پر ان رات تو جم سان جيڪو ورتاءُ ڪيو تنهن مونکي تنهنجي محبت ۾ ڦاسائي ڇڏيو. تنهنجي شخصيت ڪنهن مضبوط قلعي جي ديوارن جيان منهنجي چوڌاري ڦهلجي وئي ۽ زندگيءَ ۾ پهريون دفعو مون پنهنجو پاڻ کي انهن ديوارن ۾ محفوظ محسوس ڪيو. پر ساڳي وقت منهنجي آزادي به مجروح ٿي هئي. اها رات مون جم سان گذاري. ان لاءِ جو مون توکان انتقام وٺڻ ٿي چاهيو ته تنهنجي جهل ڪانپوءِ به مان جم جي هنج ۾ آهيان پيو ته مون پنهنجو پاڻ کي يقين ڏيارڻ ٿي چاهيو ته مان آزاد آهيان ۽ ڪير به مونکي جم سان رات گذارڻ کان روڪي نٿو سگهي. مان جم سان ستل هيس پر منهنجي دل ۽ دماغ تي تون ڇانيل هئين. هر گهڙيءَ دل ٿي چاهيو ته تنهنجي هنج ۾ اچي ڪران. ان جذبي کي ختم ڪرڻ لاءِ مون تنيئڻ وڏيڪ ٿي جم کي پيار ڪيو. پر جيئن جيئن وقت

گذرندو ويو اهو جذبو، اهو احساس شديد ٿيندو ويو، ۽ مون پنهنجي دل جي ٽڙڪڻ مان پنهنجي شڪست جو آواز ٻڌي ورتو. مان تہ آزاد پکيئڙو آهيان، پوءِ منهنجي اندر ۾، پڃري ۾ قيد ٿيڻ جي تمنا ڇو جاڳي پئي هئي. مونکي پنهنجو پاڻ کان وحشت ٿيڻ لڳي. محبت جي بي پناه ۽ زبردست جذبي کان ڊپ ٿيڻ لڳم. منهنجا ڪلفا شاعر. منهنجا مشرقي وحشي. مونکي تباه نہ ڪر. محبت مونکي تباه ڪري ڇڏيندي. مونکي جيئڻ ڏي ۽ منهنجي زندگيءَ مان هليو وڃ."

"سوزي هي تون ڇا ٿي چوين. مونکي مس مس زندگيءَ ۾ محبت ملي آهي سا تون مون کان ڇو ٿي کسين. مان توکي پنهنجي ملڪ وٺي هلندس. توکي موهن جو دڙو، حيدرآباد جا منگهہ ۽ هوائون ڏيکاريندس. چانڊوڪيءَ ۾ تنهنجو هٿ هٿ ۾ وٺي مهراڻ جي ڪپر تي ٽلندس. سوزيءَ، حيدرآباد جي چانڊوڪي تنهنجي جسم جيان جوان ٿيندي آهي. مان توکي ڪيئن ڇڏي سگهندس."

هن اکيون مون ۾ کپائي ڇڏيون ۽ هڪ ٽڪ ائين ڏسڻ لڳي، جيئن مرندڙ انسان آخري دفعو پنهنجي پيارل کي ڏسندو آهي، ۽ پوءِ هوءَ مونسان چنبڙي پئي ۽ چريس جيان پيار ڪرڻ لڳي. مون هن کي سيني سان لاتو ۽ پيار ڪندي ڪندي ڪيس ننڊ کڻي ويئي. هيٺر هر طرف سوجهرو ڦهلجي چڪو هو ۽ سوزي اگهور ننڊ ۾ هئي. مون هن جي پيشاني، اکڙين ۽ وارن کي چميو ۽ پنهنجي ڪمري ۾

هليو آيس ۽ وهنجي سهنجي آفيس ويس.

اهو ڏينهن ڏادو مصروف گذريو. مختلف ماڻهن سان ملاقاتون، پاڪستان ۽ آسٽريليا بابت گفتگو. شام جو موڪل ڪان ٿوري دير اڳ، واندو ٿيس، سڌو لئبريري ۾ وڃي پهتس. پر سوزي اتي ڪانه هئي. پڇا ڪيم ته خبر پئي ته سوزيءَ هفتي جي موڪل ورتي آهي ڊوڙندو سوزيءَ جي فليٽ تي پهتس. پر هن جي فليٽ کي تالو لڳو پيو هو. مان در وٽ ويهي هن جو انتظار ڪرڻ لڳس. رات جا ڏهه ٿي ويا، ٻارهن ٿي ويا، ٻه لڳي ويا پر سوزي نه موٽي.

ٻئي ڏينهن وري سندس فليٽ تي پهتس پر ڪالهه جيان در بند هو. پورو هفتو مون هن جي در جو دربان بڻجي گذاريو. هر آواز تي سوزيءَ جي پيرن جي پڙلاءَ جو گمان ٿيندو هوم. پر سوزي ڪانه موٽي.

جنهن ڏينهن هن جي موڪل پوري ٿيڻي هئي، ان ڏينهن صبح جو سوير ڊوڙندو لئبريريءَ جي در تي وڃي بيٺس. هڪ هڪ ٿي سيڻي آيا پر سوزي نه آئي. اندر وڃي پڇا ڪيم ته زمين ڏي پيرن هيٺان نڪري وئي. ڇڙ وڃ ڪري ۽ منهنجو سارو وجود جلي سڙي رک ٿي ويو. سوزي استعفيٰ ڏياري موڪلي هئي. ڊوڙندو ايليس وٽ وڃي پهتس. پر ايليس کي به هن جي خبر ڪانه هئي. پوءِ ته چرين جيان ڪيس اجنبي شهر جي اڻ سونهن رستن تي ڳولڻ لڳس. پر جنهن واٽ ته وک ٿي وڌايم سا سواليه نشان بڻجي اکيان ايري ٿي آئي. مان هن ڪي هن اجنبي ديس،

هن اڻ ڇاتل ڪنڊ ۾ ڪٿي گهوليان. ڪنهن ڪان هن جو ڏس پڇان. مان اجنبي ديس جي اڻ ڏٺل ڇوواٽن تي بيٺو هوس ۽ مونکي خبر ڪانه هئي ته ڪهڙي واٽ جي اجگر هن ڪي گهڙڪائي ڇڏيو هو .... سوزي .... سوزي تون ڪٿي آهين!

مان مايوس ٿي چڪو هوس ۽ پڪ ٿي وئي هيم ته سوزي وري نه ملندم. پر دل ۾ اميد جو ڏيئو ٽمڪي رهيو هو ته وڃڻ ڪان اڳ سوزي هڪوار ضرور ملندي. اڄ جڏهين مان هميشه لاءِ سڀني کي الوداع چئي رهيو هوس تڏهين پڪ هيم ته ڪٿان نه ڪٿان، ڪيئن به ڪري هوءَ مونسان آخري دفعو ملڻ لاءِ ايئرپورٽ تي ضرور ايندي. ايئرپورٽ تي مون هيڏانهن هوڏانهن واجهايو. هر چهري کي غور سان ڏٺم. پر سوزي نظر نه آئي. اڄ مان هن کي هميشه لاءِ ڇڏي وقت ۽ فاصلن جا اٿاه ساگر اورانگهي واپس وڃي رهيو آهيان. پر هينئر به دل ۾ اميد جي شمع روشن آهي ته هيءَ دنيا تمام مختصر آهي ۽ هڪ نه هڪ ڏينهن، ڪٿي نه ڪٿي ، زندگيءَ جي ڪنهن نه ڪنهن منزل تي جڏهين سوزيءَ جي دل مان محبت جو هراس ختم ٿي ويندو هوءَ مونسان ضرور ملندي.

مون پنهنجو خط پورو ڪيو آهي ۽ جهاز جي سهڻي هوسٽيس اعلان ڪري رهي آهي ته هينئر اسان جو جهاز فلپائين جي ٻيٽن مٿان لنگهي رهيو آهي ۽ اسان جلد ئي منيلا جي هوائي اڏي تي پهچڻ وارا آهيون. مان دري جي

شيشي مان هيٺ نهاريان ٿو. هيٺ نيري سمنڊ جــي سيني تي فلپين جـا ساوا ساوا ٻيٽ اڀريا ڀيڻا آهــن ۽ آسمان جي نيري وسعتن ۾ بادلن جا ٽڪرا برفاني ٻيٽن جيان تري رهيا آهن. سج نيري سمنڊ جي هنج ۾ ٽٻي هڻي رهيو آهي ۽ بادلن جي برفاني ٻيٽن ۾ شفق جا آلا ٻري پيا آهن، جن جو اولڙو نيري سمنڊ، ساون ٻيٽن ۽ ننڍڙن ننڍڙن گهرڙن، انسان جي ننڍڙن ننڍڙن ڪائناتن تي پئجي رهيو آهي. ادا، انسان جي هيءَ انوکن نـاتن واري دنيا ڪهڙي نـه حسين آهي. پــر هيروشيما تي ٻم اڇلائيندڙ انسانن انوکن ناتن واري ههڙي، حسين دنيا کي ڪيئن تباه ڪيو!

سدائين تنهنجو
احمد



# اکيون آرسيون

هانگ ڪانگ ۾ رات اچي آئي هئي، جيئن رنڱي سنڌ
سنڌ سينگاري محفل ۾ ايندي آهي. سندس ڪارو ڪارو
جوڀن ٽڙي پيو هو ۽ روڻ روڻ مان روشنيون ڦٽي پيون
هيون. دوڪان به رنڱين وانگر سينگاريل هئا ۽ گراهڪن
جي اچ وڃ لڳي پئي هئي. پيلا چيني چاؤ، ماؤ، لن پياؤ
واري ٻولي جي ٻدران، ولسن ۽ جانسن واري ٻولي ڳالهائي
رهيا هئا. اڻ سونهان رستا، اوپرا ماڻهو، پراؤ شهر. هانگ
ڪانگ! روشنين جو شهر، انگلنڊ جي ٻڌڪ، يورپ ۽
آمريڪا جي سُريت! اڄ اها سريت سينگار ڪري ويٺي
هئي ۽ سندس گراهڪ گهٽين ۾ گهمي رهيا هئا. رستن تي
ماڻهن جا انبوه هئا، پر ڪنهن به اک کڻي مونڏانهن ڪونه
ٿي نهاريو. ڪيترو نه غيراهم، اجنبي ۽ اڪيلو هوس. اڪيلائي
ڪان پڇڻ لاءِ هرويرو ٻه هڪڙي ڪپڙي جي دڪان تي
چڙهي ويس. دوڪاندار چيني نه پر ڪرڙود هندستاني هو.
مون کي شايد دولت مند سياح سمجهيائين، سو ڏاڍي
ڪاروبارانه نوڙت ۽ نياز سان انگريزيءَ ۾ پڇيائين، ”سائين،
مان اوهان جي ڪا خدمت ڪري سگهان ٿو.“

مون کي هن جي انگريزي لهجي مان سنڌ جي ٻرن جي
بوءِ آئي ۽ هانءُ ٿي هٻڪارجي ويم. مون هن جي اکين
۾ نهاريو. سندس اکيون ساميءَ جي سلوڪن جهڙيون

ٻاجهاريون ٿي لڳيون. سنڌيءَ ۾ پڇيومانس، ”سنڌي آهيو ڇا؟“

منهنجي واتان سنڌي ٻڌي هو خوش ٿيو، پر حيران نہ ٿيو (ڇاڪاڻ جو هانگ ڪانگ ۾ گهڻيئي هندو سنڌي آهن.)

”ها ڀائي، ڪيرين پنهين سنڌي آهيان. تهان بہ سنڌي آهيو. ڪاٿئون آيا آهيو. بمبئيءَ مان.؟“

”نہ مان بمبئيءَ مان نہ، پر سنڌ مان آيو آهيان.“

ڄڻ بجليءَ جي تار ڇهي ويس. اڇانڪ ڏيئي اٿيو ۽ ڇڪي ڇاتي سان لاتائين.

”اڙي ڀائي ڀل آئين. جيءَ آئين. ڀڳوان ڪٿي ڪو سنڌ جو سنڌي ملايو آ.“ جاء نہ ملبس جو ويهاري. وس پڇيس تہ هانءَ ۾ جاء ڏيئم.

”ڀاڏي تون تہ اسان جي ڄيڄل ماءُ وٽان آيو آن. اسان جي ڄيڄل خوش آني. پنهنجي وڇڙيل ٻچڙن کي تہ ياد ڪندي هوندي. ڀلا سنڌ ۾ ڪاٿي رهندو آن.“

”شڪارپور ۾.“

”شڪارپور ۾! ادل مان بہ شڪارپوري آهيانءِ، ٻانيڻن جي پاڙي ۾ رهندو هوس. اري ارجن او ارجن، اري جلدي ڪر. چانهہ پاڻي گهرائي وٺ. ڏسين نٿو ڪير آيو آ. ڪاٿئون آيو آ. اڙي شڪارپورمان آيو ٿي، اسان جي ڪاشيءَ مان. ادل شڪارپور جون خبران ڏي. اسان جي شڪارپور شهزادي خوش آني. هاٿي در، لکي در. جماٽي هال، سڀ خوش آهن. لکي در تي اڃا شام جو ميلو لڳندو آ. راڏي جون چاپان،

موتيءَ جي ڪلفي، ناؤن جي مٺائي ۽ ٺاڪر جو لمليٽ نہ ياد ڪندا هوندءُ. ڀلا سرها اچان آچار وجهندا آهن. ڀائي شڪارپور شهزاديءَ جون کهڙيون ڳالهيون ڪجن. شام ٿيندي هئي تہ گهوڙن کي عطر سان وهنجاري، سنجن ۾ ريشمي رومال ۽ رابيل جون ڪنڊيون ٻڌي چو چاڪي بگيءَ تي لکي در جو چڪر هڻي نڪرندا هياسي. شاهي باغ جو چڪر هڻي، لکي در تي اچي موتيءَ جي ڪلفي کائي، ٺاڪر جو لمليٽ پيئندا هياسي ۽ پوءِ دوني ۾ راڌي ڪان چاپان ۽ ڪنڊا ٻڌرائي، تيجل جو پان ۽ رابيل جون ڪنڊيون وٺي گهر موٽندا هياسي. ادل شڪارپور جا اسان جي هانءَ ۾ ڦٽ ٿي."

هو ماٺ ٿي ويو ۽ سندس اکيون ڏور ڏور ڏورڻ لڳيون.

"هر آچر تي سنڌ واه تي ميلو لڳندو هو. ڪاٿي تاڏل پئي گهونبي هئي، ديڳيون پيون ڌڙمبيون هيون تہ ڪاٿي وري راڳ جي محفل لڳي پئي هوندي هئي. ڌنبا ساڻ ڪٺي، واه جي ڪڙ سان ٻہ چار ميل پنڌ نڪري ويندا هياسي ۽ پوءِ ڪنهن گهيڙ تان واه ۾ لهي لاٽ پوندا هياسي. ڪي اڙٻنگ سانگ رچائيندا، ترندا ڳائيندا ها.

لوڏنو ماکي آئي ڏي، ڌنگ دارونءَ جو ڏيانءَ

شيشو شراب جو ڏيانءِ، منهنجو ڪير پئيڻ جو لوڏو

ٽاڙن جو ڦهڪو پيو پوندو هو. عجيب رنگ لڳا پيا هوندا هئا. ڀلا اڄان شڪارپور جا اهي جوڀن آهن. اڄان سنڌ واه تي ميلا لڳندا آهن؟" مان هن جو سوال ٻڌي ماٺ

تي ويس، ڪهڙو جواب ڏيانس. هي الائي ڪهڙي شڪارپور
جون ڳالهيون ٿـو ڪري. منهنجي شڪارپور ۾ تہ رڳا
مٽيءَ جا ڍڙا آهن. ويـران گهٽيون، اجڙيل رستا. سنڌ واه
هيئر بہ وهي رهيو آهي، پر اجڙيل ۽ ويران. جڻ دنيا ڪِن
جي سينڌ!

”اڙي ارجن. مهمان جي آجيان بہ نٿو ڪرين.“ هن
سامهون بيٺل نوجوان ڪي چيو، جيڪو خالي اوپرن اکين
سان مون ڏانهن ڏسي رهيو هو، ”اڙي هي شڪارپـور مان
آيو تي، منهنجي ڪاشيءَ مان.“

ارجن اوپرن اکين سان مون ڏانهن نهاريندو اڳتي وڌيو
۽ مون سان هٿ ملايائين. هن جي هٿ جي ڇهاءُ ۾ نہ سڪ
هئي ۽ نہ پنهنجائي، جڻ هن مون سان هٿ نہ ٿي ملايو، پر
ڪپڙي جو وال پي ڪڇيائين. مون هنن کان موڪلايـو،
پر هو مون کي ڇڏيئي نہ.

”ادل، ائين ڪيئن ويندين. اسان جو دال ڦلڪو کائڻو
پوندو.“

مان ڪم جو بهانو ڪري ۽ سڀاڻ ٻئي ڏينهن ملڻ جو
واعدو ڪري موڪلائي هيٺ لٿس ۽ ٽڪڙو ٽڪڙو اڳتي
وڌي ويس. وري اهي اجنبي رستا، اوپرا ماڻهو ۽ پراؤ شهر.
رستا روشنين ۾ وهتل هئا، پـر مان دل جي ويران ۽ سڃن
رستن تي ڀٽڪي رهيو هوس. دل جڻ شڪارپـور جو شهر
هئي اجڙيل ۽ ويران. سامهون بورڊ تي نظر پيم. لکيل هو،
’او- ڪي بار‘ يڪدم اندر گهڙي ويس، جڻ پنهنجو پاڻ

ڪان پڇي پناهه وٺڻ تي چاهيم. بار ۾ هلڪي هلڪي اونده ۽ هلڪي هلڪي سوجهري جو ڏنڊ چانيل هو هلڪن آوازن ۾ موسيقيءَ جا سُرَ گونجي رهيا هئا. سارو ماحول جهڙو شرابي شاعر جو تصور! هر طرف يورپي ۽ آمريڪي سياح ۽ خلاصي ’وندرائيندڙ ڇوڪرين‘ (Gay Girls) سان شراب پي رهيا هئا ۽ هٿ چراند ڪري رهيا هئا. هنن جي هٿ چراند سان وندرائيندڙ ڇوڪرين ٽهڪڙا ٽي ڏنا. سندن ٽهڪڙن جا آواز اٿين ٽي لڳا، ڄڻ اوچتي ڇهاءَ سان ڇرڪندڙ ڇوريءَ جي پازيب جا ڇمڪا. پريان صوفي تي هڪڙي وندرائيندڙ ڇوڪري اڪيلي ويٺي هئي. شايد ڪيس گراڪ نه مليو هو مون ڪي ڏسي مرڪڻ لڳي. ڄڻ دعوت ٽي ڏنائين. مان يڪدم ڪنڌ ڦيري، سندس مرڪ کي لتاڙيندو، وڃي ڪائونٽر وٽ ويٺس. ٻه پيگ پيتم ته اکين تي ڪيف چڙهڻ لڳا. ذهن ۾ شراب جو سُرور موسيقيءَ جي سُرن وانگر ڪر موڙڻ لڳو. ڪنڌ ڦيري هن اڪيلي ويٺل ڇوڪريءَ ڏانهن نهاريم. هوءَ اڃا اڪيلي ويٺي هئي. مون کي ڏسي وري مرڪڻ لڳي. هلڪي هلڪي ڏنڊ ۾ هوءَ اٿين ٽي لڳي، ڄڻ ڪنهن ڪهاڻي نويس جي ذهن ۾ ڪهاڻيءَ جو تصور، هلڪو، مبهم، ڪنوارو ۽ حسين! گلاس کڻي، ذهن ۾ ڪر موڙي جاڳي پيل سُرور جي سُرن ۾ ترندو هن وٽ وڃي پهتس.

”هلو سهڻي ڇيني گڏي.“

”هلو....“ هن ورائيو.

”تون ڪيتري نه حسين آهين. ڄڻ هن موسيقيءَ جا

سر مجسم ٿي تنهنجي صورت اختيار ڪري ويا آهن.“
پنهنجي تعريف ٻڌي هوءَ ٿڙي پئي. ۽ خوشيءَ وچان چيائين،
”مهرباني.“
”تون منهنجي اهڙا ڪهاڻي آهين جنهن جي اظهار لاءِ لفظ لولا، لنگڙا ۽ گونگا آهن ۽ جڏهن به مان ان ڪهاڻيءَ کي لکڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان ته لفظ شرم وچان مونن ۾ ڪٿي منهن لڪائيندا آهن.“
هن منهنجي ڳالهه سمجهي الائي نه، پر خوش ڏاڍي ٿي ۽ بي اختيار پنهنجو هٿ ڪٿي منهنجي هٿ تي رکيائين. هن جو چهاءُ شڪارپور جي منجهند جهڙو جلائيندڙ هو ۽ سندس مرڪ حيدرآباد جي چاندوڪيءَ جهڙي خنڪ، ٿڌڪار ڏيندڙ ۽ ننڍاڪڙي هئي.
”ڪهڙي ملڪ مان آيو آهين؟“
”پاڪستان مان.“
”ڇا ڪندو آهين؟“
”توکي ڳولهيندو وتندو آهيان. ننڊ ۾ به، جاڳ ۾ به.“
”ڪهڙن ڇوڪرين کي اها ڳالهه ٻڌائي اٿيئي.“
”جنهن جون اکيون آرسيون هونديون آهن ۽ جن آرسين ۾ مان پنهنجي وچڙيل چنڊ جو اولڙو ڏسندو آهيان.“
”پهرين به ڪڏهن هانگ ڪانگ ۾ آيو آهين.“
”ها. پهرين به آيو آهيان. تڏهين مفلس ۽ گمنام مصور هيس. ’لم ڪاڪ‘ هوٽل ۾ رهندو هيس ۽ هوٽل ۾ ايندڙ ونڊرائيندڙ ڇوڪرين ۽ سندن خلاصي ۽ سياح گراهڪن

جون تصويرون ناهيندو هيس. اتي منهنجي توسان ملاقات ٿي هئي ۽ اسان ٻنهي کي هڪ ٻئي سان محبت ٿي هئي.“

”پوءِ مون کي سلهه ٿي پئي هئي، تو منهنجو علاج ڪرايو هو. مان چڱي ڀلي ٿي وئي هيس ۽ اسان ٻئي شادي ڪري ٽوڪيو ۾ وڃي رهيا هئاسين. ’سوزي وانگ جي دنيا‘ فلم جي ڳالهه تو ڪرين ني. مون اها فلم ڏٺي آهي. سڄي آهي ني.“

”مون فلم نه ڏٺي آهي، ناول پڙهيو اٿم ۽ ناول جي ڪردارن سان گڏ هانگ ڪانگ جي گهٽين ۾ روشن ٿيل زندگيءَ جا عذاب سٺا اٿم.“

”منهنجو نالو سوزي وانگ نه، پر روبي ليو آهي.“

”منهنجو نالو احمد آهي ۽ توسان ملي ڏاڍي خوشي ٿي اٿم.“

ايتري ۾ هڪڙو ريڪارڊ وڄڻ لڳو. جڏهن وڇوڙي جي ويران واديءَ ۾ ڪو روئڻ لڳو.

”هن نار تي، جتي راتيون روشن آهن
جتي جبلن جي چوٽين تي سنهري برف چمڪندي آهي
آئي مان سفر سانگي ويو هوس
۽ جميڪا ۾ ترسيو هوس
اڄ اتان هميشه لاءِ وڃي رهيو آهيان
۽ شايد وري واپس اچڻ نصيب نه ٿيندم
اڄ منهنجو روح اداس ۽ دل ويڳاڻي آهي
ڪنگسٽن شهر ۾ مان پنهنجي پرينءَ کان وڇڙيو آهيان.“
اڪيون ٻوٽجي ويم ۽ راڳ جا سُر ساهه کي وڪوڙي

ويا. هان َو تي اها گهڙي تري آئي، جيڪا ڪڏهن گيت ٻڌجي گونجندي آهي، ڪڏهن ُسر ٻڌجي سڏڪندي آهي ۽ ڪڏهين ڦٽ ٻڌجي ڏکندي آهي.

”ڇا تون ڪنهن ڪان وڇڙي آيو آهين؟“ روبيءَ جي آواز تي اکيون کوليم! گيت جا سر آخري سڏڪا ڀري سانت ۾ ويا هئا!

”اسين سڀئي هڪ ٻئي سان ملندا ڏي ان لاءِ آهيون ته وڇڙي وڃون. زندگيءَ ۾ ِوڪ ِوڪ تي وڇوڙو آهي. شايد زندگي خود وڇوڙي جو گيت آهي. شايد تون ٻه مون جيان ڪنهن کان وڇڙي هوندين، شايد تنهنجا چاڪ ٻه مهڙي گيت ٻڌڻ سان ڇهون ڪري چڪي پيا هوندا. پر ڏڌهن ٻه تون کلين، کلائين ٿي. چاڪان جو توکي جيئڻو آهي! اڄ ته ٻئي جيئون. هڪ ٻئي تي هن ميخانہ جي ماڪ هاريون، پوءِ ثاتين پيئون ۽ کلون. ايترو کلون. ايترو کلون جو روئي ويهون. منهنجي هيٺلي هان َو تنهنجي اکڙين جي آرسين ۾ پنهنجي وڇڙيل چنڊ جو اولڙو ڏٺو آهي ۽ ڏس ته ڪيئن نه هارڙي جيان پيو مرڪي.“

”مان هتي ويهي سگهان ٿو.“ اوچتو اوپرو آواز آيو. اکيون کڻي ڏٺم: سامهون شراب جو گلاس جهلي هڪڙو آمريڪي بيٺو هو. جيسين مان ڪيس جواب ڏيان، تيسين هو سامهون واري ڪرسيءَ تي ويهي رهيو ۽ چيائين،”منهنجو نالو پال آهي. مان آمريڪي سياح آهيان.“

مون هن کي ڪو جواب نه ڏنو. پر روبيءَ هن کي

مرڪي 'هلو' چيو.
"شايد اوهانکي منهنجي هتي ويهڻ واري ڳالهه نٿي وڻي؟"
"نه اها ڳالهه نه آهي." موڙ پاڻ تي جبر ڪري مروت ڏيکاري.
"اصل ۾ ساري بار ۾ ويهڻ لاءِ ڪرسي خالي نه هئي. هتي ڪرسي خالي ڏٺم ته اچي ويهي رهيس. اوهان هندستاني آهيو؟"
"نه پاڪستاني آهيان."
"اوه پاڪستاني آهيو! اوهان سان ملي ڏاڍي خوشي ٿي. مان اڄ پاڪستان مان هتي پهتو آهيان. منهنجو پاءُ پاڪستان ۾ ايمبيسي ۾ نوڪري ڪندو آهي. مان پاءُ سان ملڻ ۽ ان بهاني ايشيا گهمڻ لاءِ آيو هوس. اڄ ڪراچي کان هتي پهتو آهيان ۽ ٻه چار ڏينهن هتي رهي پوءِ بئنڪاڪ ويندس."
"ڪيئن پاڪستان پسند آيو؟" مون هن سان ڳالهائڻ لاءِ هرويرو پڇيو.
"سٺو ملڪ آهي. پر معاف ڪجو ماڻهو ڏاڍا بي ايمان ۽ لالچي آهن. شل نه ڪو غير ملڪي ڏسن، پوءِ اخبارن وارا ڇوڪرا ۽ دلال ڪيڏ لڳي پوندا. هوا ۽ اس ڪانسواءِ ڪا شيءِ نج نٿي ملي. ٽئڪسين جا ميٽر به ماڻهن وانگر بي ايمان آهن. ٻي ڳالهه ته ماڻهو بي حس به ڏاڍا آهن. وڏن وڏن شاهراهن جي فوٽ پاٿن تي غريب ماڻهو پيا آهن. ميرا، گدلا ۽ بيمار، ۽ سڙڪ تي لنگهندڙ ماڻهن جي هشامن مان

ڪو هڪ ماڻهو بس ڪنڌ ڪٽي هنن ڏانهن نٿو نهاري. ڇو ته اهي انسان نه پر ڪتا آهن. هڪڙي ڏينهن اخبار ۾ پڙهيم ته هيترن ڪروڙن جي خرچ سان فلاڻي ترقياتي رٿ تي عمل ٿي رهيو آهي ۽ وري ان ساڳي اخبار ۾ هڪڙي ڪنڊ ۾ خبر ڇپيل هئي ته رات هڪڙو ماڻهو فوٽ پاٿ تي سيء ۾ سڪي مري ويو. ڪيترين نه هڪ ٻئي جي متضاد ۽ هڪ ٻئي تي ٺٺوليون ڪندڙ خبرون!"

منهنجا ڪن ڳاڙها ٿي ويا. ڇو ته هو منهنجو هڪ هڪ ڪپڙو لاهيندو ٿي ويو ۽ هيڏي ساري هجوم ۾ شل اگهاڙو ڪري ڇڏيو هئائين.

"مجاز. تو ته اسين بي حس، بي ايمان ۽ لالچي آهيون. اسان جا ننڍڙا ٻار اخبارون کڻي ۽ دلال عورتون کڻي غير ملڪين جي ڪڍ لور لور ڪندا آهن. پر منهنجا مهذب دوست! جڏهن به اسان فوٽ پاٿ تي سيء ۾ سڪي مرندڙ پنهنجي ميري ڳدلي ۽ بيمار ڀاءُ کي اجهو ڏيارڻ، اخبارن وڪڻندڙ ٻارن کي اسڪول موڪلڻ ۽ پيشو ڪرائيندڙ عورتن ۽ دلالن کي ٻنهي ۽ ڪارخانن ۾ پورهيو ڪرائڻ چاهيندا آهيون تڏهن اوهين اسان جي ملڪ کي ڪوريا ۽ ويٽنام بنائي ڇڏيندا آهيو. منهنجا مهذب دوست. مون کي تو مان ان ڪنواري ڇوڪريء جي ويٽنامي دوست جي رت جي بوء ٿي اچي جنهن جو ان ڏينهن مون اخبار ۾ فوٽو ڏٺو هو ۽ جنهن جي هٿن ۽ پيرن جون تريون سهاڳ جي ميديء ۾ رتل هجڻ جي بدران سندس ئي رت ۾ رتل هيون

جنهن جي سنڌ سنڌ تي گهاءُ گل ٻنجي لڙي پيا هئا."
"معاف ڪجو. اوهين غلط ٿا چئو. اسين نه ڪوريا ۾ پاڻ مرادو آيا هئاسين ۽ نه ويتنام ۾ پاڻ مرادو وڙهي رهيا آهيون. اسان کي اتان جي ماڻهن پاڻ مدد لاءِ سڏايو هو."
"جيئن فلپين جي ماڻهن اوهان کي سڏايو هو ته اوهين اندلسن کي فلپين مان ڪڍڻ لاءِ سندن مدد ڪريو ۽ اوهان واقعي هنن جي مدد ڪئي هئي ۽ اندلسن کي تڙي پاڻ سندن حاڪم ٻنجي ويهي رهيا هئا."
"منهنجي خيال ۾ اسان کي پنهنجي حسين ساٿي جي جذبات جو احترام ڪرڻ گهرجي ۽ اهڙيون ڳالهيون ڪرڻ نه گهرجن، جن ۾ هن جي دلچسپي ڪانهي."
هن روبيءَ کي مخاطب ٿي چيو، "مان پنهنجي حسين ساٿيءَ جو نالو پڇي سگهان ٿو."
"منهنجو نالو روبي ليو آهي."
"روبي ليو! ڪهڙو نه مٺڙو نالو آهي. گهڻو وٺندي آهين؟"
"ٿوري دير لاءِ يا ساري رات لاءِ."
"جيتريون راتيون مان هتي آهيان انهن سڀني لاءِ."
"هر رات لاءِ ڏيڍ سو ڊالر." (هانگ ڪانگ جو ڊالر چوڏهن آنن جي برابر آهي.)
مون يڪدم ڪئي روبيءَ کي ٻانهن کان جهليو.
"هيءَ منهنجي آهي. تون هن کي مون کان کسي نٿو سگهين."
"هيءَ نه تنهنجي آهي نه منهنجي. هيءَ ڊالرن جي آهي."
"مون وٽ ڊالر آهن. روبي مان توکي رات لاءِ ٻه سو

ڊالر ڏيندس."

"مان ٽي سو ڊالر ڏيندوسانءِ." آمريڪي مطمئن مرڪ سان واڪ ڏنو. واڪ وڌندو ويو ۽ هر واڪ سان منهنجي گرفت روبي جي ٻانهن تي وڌيڪ مضبوط ٿيندي وئي ۽ پال جي چپن تي مرڪ وڌيڪ گهري ۽ مطمئن ٿيندي وئي.

"مان ٻارنهن سو ڊالر ڏيندوسانءِ." پال واڪ ڏنو ۽ منهنجو هٿ پنهنجو پاڻ روبيءَ جي ٻانهن مان ڇڏائجي ويو. ڄڻ منهنجي جسم ۾ ايتري طاقت ئي ڪانه هئي جو هن جي ٻانهن کي جهلي سگهان. پال آهستگيءَ سان پنهنجي ڪرسيءَ تان اٿيو، ٻانهن ڊگهيري روبيءَ کي هٿ کان جهلياءين ۽ سندس چيلهه جي چوڌاري ٻانهن ورائي، فاتحانه انداز سان مون ڏانهن نهاريائين ۽ مطمئن مرڪ سان خدا حافظ چئي اڳتي وڌي ويو. اوچتو ڄڻ ٻار ۾ خاموشي ڇانئجي وئي. ڄڻ سڀ آواز پنهنجن مخرجن ۾ موٽي ويا ۽ هرطرف سانت جو صحرا ڦهلجي ويو ۽ ڏور وڇوڙي جي واديءَ ۾ سُر سڏڪڻ لڳا.

هُن نارتي، جتي راتيون روشن آهن، جتي جبلن جي چوٽين تي سنهري اس چمڪندي آهي.... جتي اسين سفر سانگي ويندا آهيون ۽ پوءِ پنهنجي پرينءَ کان وڇڙندا آهيون....جتي اکيون آرسيون بڻجي وڇڙيل پرينءَ جو اولڙو پسائينديون آهن ۽ ڊالرتي وڪامي وينديون آهن....جتي راتيون رُڻ ٿيون ۽ جبلن جي چوٽين تي اٿاهه اونده ڇانيل آهي.... ساهه سيني ۾ سڏڪڻ لڳا. هيلو هانءَ ٻارڙي جيان روئڻ لڳو.

---

## نيو فيلڊس جا تازا شايع ٿيل ڪتاب

| ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|
| ١. پاپ ۽ پيرا (ناول) | دوستو وسڪي/ رشيد ڀٽي | 50/- |
| ٢. خبرون ڪيڙائن جون (سفرنامو) | الطاف شيخ | 50/- |
| ٣. الوداعي گيت | شيخ اياز | 40/- |
| ٤. دل جي دنيا (ڪهاڻيون) | امر جليل | 45/- |
| ٥. پسي ڳاڙها گل (ڪهاڻيون) | رسول بخش پليجو | 45/- |
| ٦. رهجي ويل منظر (ناول) | طارق عالم ابڙو | 50/- |
| ٧. تاريخ جو ڪفن (ڪهاڻيون) | امر جليل | 40/- |
| ٨. ڪربلا (ڪهاڻيون) | نور الهدیٰ شاهه | 45/- |
| ٩. ٽڪرا ٽڪر صليب جا ۽ واڻون ڦلن ڇانئيون | شيخ اياز | 60/- |
| ١٠. سنڌو منهنجي ساهه ۾ | امر جليل | 60/- |
| ١١. لنڊن تنهنجا ڪيڏا روپ (سفرنامو) | طارق عالم ابڙو | 80/- |
| ١٢. ڪوٽ لکپت جو قيدي | رسول بخش پليجو | 100/- |
| ١٣. خط، انٽرويو، تقريرون | شيخ اياز | 60/- |
| ١٤. هينئڙو ڏاڙهون ء گل جئن (شاعري) | شيخ اياز | 60/- |
| ١٥. سوزيء سان بهار | الطاف شيخ | 40/- |
| ١٦. دنيا پنهنجي ديس پرايا (سفرنامو) | اياز لطيف پليجو | 30/- |
| ١٧. منهنجو ڏس آسمان کان (ڪهاڻيون) | امر جليل | 40/- |
| ١٨. مٺي مراد (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب | 33/- |
| ١٩. پتڻ لو پور ڪري (شاعري) | شيخ اياز | 50/- |
| ٢٠. ابر چند سر برين (شاعري) | شيخ اياز | 60/- |
| ٢١. اڻين ڪٿ (ڪهاڻيون) | موهن ڪلپنا | 30/- |
| ٢٢. علم نجوم | الهداد بوهيو | [illegible] |
| ٢٣. فرينچ انقلاب | محمد ابراهيم جويو | 80/- |
| ٢٤. منهن تنهن مشعل | تنوير عباسي | 30/- |
| ٢٥. روس جو سير | جواهر لال نهرو | [illegible] |
| ٢٦. ولديس محل جو مسافر (سفرنامو) | عبدالجبار جوڻيجو | 20/- |
| ٢٧. مرڻ مون سهي آ (ناول) | سراج | 60/- |
| ٢٨. جلا وطن (ڪهاڻيون) | نورالهدیٰ شاهه | [illegible] |
| ٢٩. ڪراچيء جا ڏينهن ۽ راتيون | شيخ اياز | 55/- |
| ٣٠. پکل ڪنيڙانيون | خليل جبران | 25/- |
| ٣١. اڻون ماڻهو (ڪهاڻيون) | سراج | 25/- |
| ٣٢. همه اوست (ناول) | آغا سليم | 35/- |
| ٣٣. اونداهي ڌرتي روشن هٿ (ناول) | آغا سليم | 45/- |
| ٣٤. ڌرتي روشن آهي (ڪهاڻيون) | آغاسليم | 40/- |
| ٣٥. آزادي خاطر (ڪهاڻيون) | مرتب: فيروز احمد | 35/- |
| ٣٦. سڌارٿ (ناول) | هرمن هيس | 20/- |
| ٣٧. سورج هوندي مرجهايل (ڪهاڻيون) | نجم عباسي | 30/- |
| ٣٨. سانباهو سمونڊ جو (سفرنامو) | الطاف شيخ | 50/- |
| ٣٩. جڏهن مان نہ هوندس (ڪهاڻيون) | امر جليل | 50/- |
| ٤٠. پڙاڏو سوئي سڏ (ناول) | سراج | 50/- |

نيو فيلڊس طرفان شايع ٿيل هند ۽ سنڌ جي مهان ليکڪ

# آغا سليم

جا ٻه اهڙا ناول جن جا ٽي ٽي ايڊيشن شايع ٿي چڪا آهن. ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته پڙهندڙن ۾ اِهي ناول ڪيترو نه گهڻو مقبول آهن.

## ١. اونداهي ڌرتي روشن هٿ

هڪ اهڙو ناول جنهن لاءِ آغا سليم جو چوڻ آهي ته:
"هڙو ناول مان وري لکي نه سگهندس."
صفحا ٣١٦- خوبصورت ٽائيٽل- قيمت -/٤٥ رپيا

## ٢. همه اوست

هڪ اهڙو ناول جنهن جو پهريون ايڊيشن صرف ڇهن مهينن ۾ ختم ٿي ويو. ٻيو ايڊيشن به تيزي سان ختم ٿي ويو. خوبصورت ٽائيٽل. صفحا ٢١٦. قيمت -/٣٥ رپيا

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيَ e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئـي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪـري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بـہ ٿـي سگهن ٿـا. بيـن لفظن ۾ پَـنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهـي تـہ ڪي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اِڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪلاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناданيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نه هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڙ ڪي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نه رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان به پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ون ون کي مون ياڪي پائي چيو ته ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)